# مخزنِ اعجاز

سيد محي الدين شاهہ

"اعجاز" راشديءَ جو ڪلام

مرتب

عنايت انڙ

روشني

# مخزنِ اعجاز

كلام

سيد محي الدين شاھ "اعجاز" راشديءَ جو

(ياڳو پھريون)

مرتب

عنايت انڙ

روشني پبليڪيشن

ڪنڊيارو

2012ع

**Roshni Book No. 576**

ڪتاب جو نالو: مخزنِ اعجاز (شاعري)
شاعر: سيد محي الدين شاهہ "اعجاز" راشدي
مرتب: عنايت انڙ
ڇاپو: پهريون © روشني 2012ع
ڪمپوزنگ رفيق حسين ڪولاچي
روشني ڪمپوزر اينڊ پرنٽرس،
حيدر چوڪ گاڏي کاتو حيدرآباد
ڇپيندڙ: فائين ڪميونيڪيشن، حيدرآباد
ڇپرائيندڙ: روشني پبليڪيشن، ڪنڊيارو سنڌ

**MUKHZANE AIJAZ** (Poetry)
Poet: **Syed Muhiudin Shah `Aijaz` Rashdi**
Compiled by: **Inayat Unar**
Composed by: Rafique Hussain Kolachi
Roshni Composer and Printers, Hyder Chowk, Hyderabad
Printed by: Fine Communication, Hyderabad, Sindh
Published: Roshni Publication, Kandiaro
First Edition © Roshni 2012

**اسٽاڪسٽ**

شاهہ لطيف ڪتاب گهر، گاڏي کاتو حيدرآباد، ڀٽائي بوڪ هائوس اوريئنٽ سينٽر حيدرآباد
ڪاٺياواڙ اسٽور، اردو بازار ڪراچي، حسين عامر نيوز ايجنسي، مين بس اسٽاپ، سجاول.
مهراڻ ڪتاب گهر، گهنٽي ٽاور لاڙڪاڻو+ رابيل ڪتاب گهر، لاڙڪاڻو + رهبر بڪ اڪيڊمي، رابعہ سينٽر، لاڙڪاڻو.
مدني بڪ ڊيپو لاڙڪاڻو + نيشنل بوڪ ڊيپو بندر روڊ، لاڙڪاڻو + نوراني بوڪ ڊيپو بندر روڊ، لاڙڪاڻو
اشرف بوڪ اسٽال، مسجد روڊ، نوابشاهہ، عوامي بڪ اسٽال، نواب شاهہ سڪندري بوڪ ڊيپو ڪپرو
حافظ ڪتب خانو ڪپرو + المهراڻ ادبي ڪتاب گهر، سانگهڙ + العزيز ڪتاب گهر، عمرڪوٽ
ٿر ڪتاب گهر عمرڪوٽ+ سليم نيوز ايجنسي، نيو بس اسٽينڊ، دادو + جنيد بوڪ ڊيپو دادو
مرچو لال بوڪ ڊيپو بدين + رحيم بوڪ ڊيپو بدين + سوجهرو ڪتاب گهر، بدين+ ٿر ڪتاب گهر، مٺي
ڪتاب مرڪز فريئر روڊ، سکر + عزيز ڪتاب گهر، بئراج روڊ، سکر + الفتح نيوز ايجنسي، مهراڻ مرڪز سکر
گل ڪتاب گهر، لک در شڪارپور+تهذيب نيوز ايجنسي، خيرپور ميرس + نيشنل بڪ اسٽال، پنج گلو چوڪ، خيرپور ميرس
سارنگ ڪتاب گهر چمن بازار ڪنڊيارو مڪتبيہ عزيزيہ کهڙا
سچل ڪتاب گهر، درازا قاسميہ لائبرير، اسپتال روڊ ڪنڊيارو.

## فهرست

# مهاڳ

خالق ڪائنات، سنڌ جي سرزمين کي جتي قدرتي وسيلن ۽ نعمتن سان مالا مال ڪيو آهي، اُتي هتان جي رهواسين کي رواداري، مهمانوازي، محبت ۽ بلند اخلاقي جي اعليٰ وصفن سان پڻ نوازيو آهي.

سنڌ جي پلاري پُوڻءَ هر دؤر ۾ تهذيب ۽ تمدن جو مرڪز ۽ محور رهي آهي. هتان جي زرخيز مِٽيءَ ۽ سنڌو درياهہ جي آب حيات جهڙي پاڻي جي تاثير، دنيا جي ڏورانهن پين علائقن کان هجرت ڪري آيلن کي ماءُ جي گود وارو سڪون عطا ڪيو اُهي هميشه لاءِ هتان جا رهواسي ٿي پيا. سنڌي ماڻهن جي مزاج، رسم و رواج، شعر و شاعري، علم و ادب ۾ تصوف جو رنگ سمايل آهي، هتان جي صوفين، درويشن ۽ اعليٰ ڪردار فقيرن جي تعليم، تبليغ ۽ صحبت عوام الناس مان ڪٽرپڻو ختم ڪيو ماڻهن ۾ صبر، برداشت ۽ خيرخواهي وارن جذبن کي اُڀارڻ ۾ بنيادي ڪردار ادا ڪيو اهوئي سبب آهي جو هتان جو عام توڙي خاص انسان ڪنهن نہ ڪنهن صوفيانہ آستاني جو سلامي پرينڊڙ مريد ۽ معتقد نظر ايندو آهي.

اسان سنڌ ۾ تصوف جي تاريخ ۽ باعمل، باڪردار صوفين جي سوانح حيات جو مطالعو ڪنداسين تہ ڪي بابرڪت ۽ اعليٰ صفات هستيون نظر ايندين، انهن عظيم بزرگن، ماڻهن جي روحاني تربيت ۽ اخلاقي اؤسر ۾ بنيادي ڪردار ادا ڪيو. اڄ جي سائنسي، ماديت پرستي واري دؤر ۾ انهن صوفيائي ڪرام، اوليائي عظام، جون قائم ڪيل خانقاهون هينئر بہ صوفيانہ تعليمات جي عين مطابق مخلوقِ خُدا کي روحاني فيض ۽ الهامي پيغام پهچائي رهيون آهن. انسان کي سندس اصل عظمت واري مقام جي پهچان ڪرڻ ۽ هن ساري ڪائنات جي خالق، مالڪ جي راز کي ڳولي لهڻ جو درس ڏيڻ ۾ مصروفِ عمل آهن.

سنڌ ۾ قائم اهڙين مشهور خانقاهن مان راشدي خاندان جي بزرگن جون قائم ڪيل درگاهون بہ ديني ۽ روحاني تعليمات جا مرڪز رهيون آهن. تصوف جي سلسلۂ قادريہ سان تعلق رکندڙ پير صاحب جناب محمد ياسين شاهہ جهنڊي واري جو خاندان پيڙهين کان مذهبي ۽ روحاني علوم جو درس ڏيندڙ فيض و ڪرامت ۽ پيري مريدي جي سلسلي کي قائم رکندڙ سنڌ توڙي سنڌ کان ٻاهر مشهور و مقبول رهيو آهي، پير صاحب جهنڊي وارن جا قائم ڪيل ديني تعليمات وارا مدرسا ۽ ناياب ڪتب خانہ سڄي دنيا ۾ معروف و مشهور آهن.

هن ئي خاندان جا چشم و چراغ جَناب پير مُحي الدين شاه راشدي پڻ صوفي مَنش، مذهبي ڪٽرپڻي کان آزاد، محبت ۽ خدمت جي جذبن سان سرشار هڪ نرالي شخصيت ٿي گذريا آهن. باوجود هڪ پيراڻي، مذهبي گهراڻي جي فرد هئڻ جي، روايتي، خانداني رسم و رواج، جاهہ پسندي، فخر وڏائي ۽ عالمانہ تڪبر کي ڇڏي هڪ مڪمل منفرد فقيرانہ طرز زندگي اختيار ڪيائون، شاعري کي

پنهنجي اندروني جذبن جي اظهار جو ذريعو بڻايائون. سندن حياتي ۾ ئي پاڻ هِن دؤر جي مقبول صوفي شاعر وارو مقام ماڻيائون، سندن ڪلام هر فقرائي ميلي ۾، هر صوفيانہ محفل ۾ پسنديدگي سان ٻڌو ويندو هئو شاعري ۾ سندن تخلص "اعجاز" آهي، جيڪو سندن شاعري جي تخيلات، روحاني رمزن، اشارن ۽ معنوي پرواز سان عين مطابقت رکندڙ آهي.

سال 1967ع ۾ آئون حيدرآباد ۾ فرسٽ ايئر سائنس جي شاگرد طور ڪاليج ۾ پڙهندو هئس، منهنجي عمر اٽڪل 18 سال کن هئي، مون کي معلوم ٿيو تہ فقير صاحب محمد فقير کٽياڻ جي ميلي کان پوءِ ڪي صوفي فقير ۽ راڳي فنڪار تاج پور ۾ حضرت قبلہ فقير نواب ولي محمد سائين جن جي درگاهہ تي اچي لٿا آهن، ۽ رات ڏينهن توحيدي، رندي ڪلامن جي تنوار ٿيندي رهي ٿي. ان وقت اسان جا بزرگ نواب حاجي اميد علي خان موجود هئا، جن جي دعوت تي سائين اعجاز شاهہ سندن خاص پيارن فقيرن سان تاج پور آيل هئا. اعجاز سائين جي نئين نرالي شاعري ڪنن تي پيئي. ان زماني ۾ سندن بہ ڪلام نهايت مقبول ٿيا جن جا ٿلهہ ۽ ڪجهہ مصراعون اڃان تائين ذهن ۾ ياد آهن.

ڪندي ڇا اسان کي پيرِي اَميري،
وٺي ويو سون روح کي رَنگڙو فقيرِي.

-

سڄڻ سونهن پريا، ساهہ کي سيباڻا،
موهيو تَن آ مَنڙو ڪري مُرڪ ماڻا

ان ساڳين ڏينهن ۾ درگاهہ جهوڪ شريف تان مُرشد سائين حاجي محمد وارث شاهہ صوفي جن بہ تاج پور آيا. درگاهہ فقير صاحب جي صحن ۾ فقرائي محفلون، ملاقاتون ۽ ڪچهريون ٿيون. سائين قبلہ صوفي صاحب جن پاڪر طور هڪ گيڙو رتو ڪپڙو سائين اعجاز کي تحفتًا پيش ڪيو جنهن کي گيڙو رنگ منهنجي والد صاحب حضرت فقير بابا بهاول سائين ڏنو هئو.

اعجاز سائين اٽڪل پنج راتيون تاج پور ۾ رهيا، صفر مهينو هئو پاڻ اُتان ئي پنڌ نڪتا، نصرپور ۾ حضرت مصري شاهہ جن جي درگاهہ تي حاضري ڪيائون، ان بعد نوح فقير هوٿياڻي کان ٿيندا آخر حضرت شاهہ عبداللطيف ڀٽائي جي درگاهہ تي پهتا، جتي ميلي جي شروعات ٿي چُڪي هئي.

پاڻ صوفين جي سرتاج حضرت مرشد شاهہ عنايت شهيد رحمة الله عليه جن جي ميلي تي حاضري ڀريندڙ هئا. هن راقم جي هڪ ملاقات اتي قبلہ صاحب ڪريم عطاء الله شاهہ صوفي جن جي ڪچهري ۾ سائين اعجاز شاهہ سان ٿي.

جن صوفي فقيرن ۽ توحيدي شاعري وارن بزرگن کان پاڻ متاثر ٿيا، انهن ۾ سرفهرست صوفي محمد فقير کٽياڻ آهن. پاڻ هر سال فقير صاحب محمد کٽياڻ جي ساليانې ميلي تي فقراء سميت حاضري ڀريندڙ هئا. ان کان علاوه حضرت فقير نواب ولي محمد سائين جن جي ڪلام ۽ شاعري کي نهايت پسند ڪندا هئا ۽ خاص فرمائشون ڪري امام علي فقير، سڄڻ فقير ڇچر ۽ عثمان فقير سولنگي کان اُهو ڪلام ٻڌندا هئا.

اوائل جواني ۾ ئي کين مجازي عشق جي چوٽ لڳي، پوءِ سڄي حياتي ان عشق جي اثر هيٺ رهيا ۽ مجاز واري ڏاڪڻ چڙهي حقيقي عشق جي ميدان ۾ ڪؤنتل ڪڍائڻ لڳا. پاڻ جنهن مسلڪ کي اختيار ڪيائون آخر دم تائين ان طريقي تي ثابت قدميءَ سان قائم رهيا.

اعجاز سائين جو فن، فڪر ۽ حضرت عشق سان سندن خاص رغبت ۽ تعلق جو اظهر سندن شاعري ۾ ملي ٿو. روحانيت ۽ تصوف جي عميق معنوي نڪات کي پنهنجي شاعري ۾ موضوع سخن بنايو اٿن. پاڻ عالمانہ گهراڻي جا هئا، انڪري شاعري ۾ جاء بجاء ڪلامِ الاهي، حديث پاڪ خاتم الانبياء ۽ مشهور صوفيانہ قوال کي سندن ڪلام ۾ مناسب طريقي سان سنڌي زبان ۾ موزون جاءِ تي رکيو اٿن. مثال طور عربي زبان جي هڪ مقولي "الخلق عيال الله" کي هڪ ڪلام جي ٿلهہ طور استعمال ڪندي فرمايائون: "الله هي ٻچڙي وال وي لوگو."

هن راقم جون خاص ڪچهريون ماستر صابن فقير سان ٿيون، جيڪو اعجاز سائين جو ننڍي هوندي جو ساٿي، سندن شاعري کي جمع ڪندڙ ۽ باخبر انسان هئو. صابن فقير خود بہ محبتي ۽ با ذوق شخص هئو درگاهہ جهوڪ شريف ميلي تي يا محمد فقير کتياڻ جي ميلي تي وڏي محبت ۽ سڪ مان اچي ملندو هئو ۽ تصوف جي مختلف موضوعن ۽ صوفين درويشن جي شاعري تي خيالات جي ڏي وٺ ٿيندي رهندي هئي.

قبلہ سائين اعجاز شاهہ سال 1998ع ۾ وصال ڪيو هاڻي سندن فرزند قبلہ سجاد الرسول شاهہ گادي نشين آهن. پاڻ پنهنجي والد صاحب جي نقش قدم تي هلندڙ فقراء سان محبت ڪندڙ آهي. هن مهانگي ۽ ڏکئي دؤر ۾ سندس والد صاحب جي قائم ڪيل فقرائي ڏهاڙن کي باقائدگي سان قائم رکيو اچي ٿو.

سائين سجاد الرسول شاهہ هن عاجز فقير کي جيڪو پيار ۽ عزت ڏني آهي، آئون صرف ان لاءِ کين دعا جو نذرانو ئي ڏئي سگهان ٿو هي سندن اعليٰ ظرفي ۽ محبت آهي جو پاڻ جڏهن قبلہ اعجاز سائين جي ڪلام جو هي ڇاپو تيار ڪري رهيا آهن تہ مون جهڙي گهٽ علم ۽ بي عمل انسان کي بہ اکر مهاڳ لکڻ لاءِ خاص نياپو موڪليو اٿن.

سائين اعجاز شاهہ جي شخصيت، فن، فڪر، رهڻي ڪهڻي ۽ هم عصر فقراء بابت احوال سندن سوانح حيات ۾ وڏيڪ تفصيل سان ڏنل آهي. مون صرف سائين سجاد الرسول شاهہ جي حڪم مطابق بہ اکر لکيا آهن، اميد تہ قبول پوندا. الله پاڪ جل شانہ شال سدائين هي محبت جا مئخانہ آباد ۽ قائم رکي آمن.

فقط تاريخ 24 ڊسمبر 2011ع

الراقم
خادم الفقراء
**صوفي فقير امداد علي لغاري**
درگاهہ تاج پور شريف

# منصور ثاني، سيد اعجاز علي شاهہ راشدي

سيئي تعريفون ۽ ساراهون انهيءَ بابرڪات ذات جون جيڪو خالق ڄُزڪُل ۽ مالڪ الملڪ آهي، جنهن ڪائنات تخليق ڪئي بغير ڪنهن جي مدد ۽ صلاح مشوري جي، جنهن کي نہ ڪنهن جي حاجت آهي ۽ نہ ئي ڪوئي ڪائنات حجت ڪري سگهي ٿو. جنهن ذري مان پئدا ڪيو آفتاب. آفتاب مان ذرو۔ جنهن مٽي ۽ ڪاري پاڻيءَ کي گڏ هلايو جو هو پاڻ ۾ ملن نہ ٿا. جنهن 'ڪُن' چيو 'فيڪون' ٿي وئي درود ۽ صلواة و سلام آهن، ان هستيءَ تي ۽ ان جي آل تي جيڪو ڪارڻ بڻيو ڄُز ڪُل جو ۽ جنهن تي درود ۽ سلام چون ٿا خود باري تعاليٰ، ان جا ملائڪ ۽ اهي جيڪي انسانن ۽ جنن ۾ صاحب بصيرت ۽ صاحب فهم و ادراڪ آهن ۽ عمومي طرح ڪل مخلوقات جو صاحب آهي رحمت ۽ شفاعت جو ۽ شفاعت ملندي انهن کي جيڪي سندس اُمتي ۽ سندس ۽ سندس آل جا محب آهن ۽ هميشه ڀهرور ٿين ٿا درود و سلام سان.

آئون ڪو ليڪڪ اديب نہ آهيان نہ ئي اهل علم يا اهل قلم آهيان. اها خدا جي مون تي مهرباني آهي جو پنهنجي آقا "ڪافين جي امام" معرفت جي سلطان سيدنا حضرت مصري شاهہ امام قدسره جن جي پيرن جي خاڪ آهيان ۽ انهن جي نسبت سان سڃاتو وڃان ٿو.

جنهن لاءِ آئون هميشہ پاڪ پروردگار جو مشڪور آهيان ۽ انشاء الله روز محشر تائين رهندس. انهيءَ نسبت ۽ سڃاڻپ جي حوالي سان سائين سجاد رسول راشدي جن مون تي اها خاص عنايت ڪئي ۽ موقعو فراهم ڪيو تہ آئون بہ ڀہ اکر قبلہ سائين اعجاز راشدي جن تي لکي سگهان.

ادي عنايت انڙ جن جنهن وقت مون سان اها ڳالهہ ويچاري تہ ڏاڍي خوشي محسوس ٿي. پر ان سان گڏوگڏ اهو بہ خوف محسوس ٿيو تہ متان ڪجهہ اجايو نہ لکي وڃان۔ جو مون هن کان پهريان اسڪول يا ڪاليج جي دور ۾ مختلف شخصيتن تي مضمون تہ لکيا هئا. پر ڪڏهن بہ هن طرح جي ڪنهن اولياء الله يا صوفي شاعر يا ڪنهن بزرگ جي تصانيف تي اقتساب يا جامع الحقايات تجزيو ۽ مقدمو ڪڏهن بہ نہ لکيو هو. سائين اعجاز راشدي جن جو ڪلام صوفي فقراءَ کان ميلي دوران ٻڌا ضرور هئم جن نہ صرف مون کي، پر پوريءَ محفل کي ڇرڪائي وڌو. تجسس تہ ضرور هو پر حقيقتن سائينءَ جي ذاتي زندگي ۽ شاعريءَ جي باري ۾ مڪمل معلومات ڪانہ هئي، جي هئي اڌوري هئم. حالانڪ سائين راشدين سان تعلق ۽ واسطا هوندي بہ گهڻي اڄ وڃ ڪانہ هئي، جنهن جي ڪري منهنجو تجسس ۽ شوق تشنہ رهجي ويو هو جنهن لاءِ ادي عنايت انڙ جن تي اها فرمائش رکيم تہ ادا مهرباني ڪري مون کي سائين اعجاز جن جي سوانح ۽

شاعريءَ جي باري ۾ ڪو مواد عنايت ڪري سگھو ته مهرباني. سبحان الله. جڏهن سندن ڪلام ۽ سوانح نظرن مان گذري ته يقين اچي ويو ۽ ائين محسوس ٿيو بيشڪ خدا پنهنجي مخلوق کي ڪڏهن به مايوس نه ڪيو آهي. ڪڏهن فرزوق آهي، ته ڪڏهن ابن عربي، ڪڏهن جلال الدين روميؒ آهي، ته حافظ شيرازيؒ ڪڏهن بابا فريد الدينؒ آهي، ته ڪڏهن لطيفؒ ڪڏهن سچل سرمستؒ ته ڪڏهن مصري امامؒ

هن جديد دور ۾ به تجديد جاري آهي، قطرو اَمر اعتباري آهي قطري قطري ۾ دريا جاري آهي. معجزو ختم نه ٿيو آهي ۽ معجزي مان اعجاز آهي. اسم به مسميٰ آهي. سندن ڪلام ۽ سوانح مان محسوس ٿئي ٿو ته ڪين اوائل ۾ شايد مجاز جي ڪا اهڙي چوٽ پهتي، جو پاڻ دنيا کان پاسو ڪري فقيري ۽ فقيرن جي صحبت اختيار ڪئي اٿن.

سندن ڪلام حمد، نعت، ڪيڏارو، ڏيڍي ۽ ته ستي ڪافي، بيت مختصرن اردو غزل، مجاز توڙي حقيقت تي مشتمل آهي. تشبيهات، استعاره، تجنيس حرفي تمام وڻندڙ انداز ۾ استعمال ٿيل آهي. سندن انداز چنڊيڊ سان گڏوگڏ عروض البلد تي مبنيٰ به نظر اچي ٿو. ٻين عارفن وانگر مجاز سان گڏوگڏ عشق حقيقي پنجتن پاڪ جي عقيدت ۽ محبت جو رنگ نمايان نظر اچي ٿو. سائينءَ جي ڪلام ۾ ڪن جاين تي دين جي ٺيڪيدارن کان بغاوت ۽ نفرت جي بوءِ به محسوس ٿئي ٿي پر انهيءَ ۾ تعميري اصولي حقيقتن کي سامهون رکي نظم جي صورت ڏني وئي آهي. سندن ڪلام ۾ ڪٿي ڪٿي همه اوست جو رنگ نظر اچي ٿو. سائين جي ڪلام ۾ نه صرف هڪ سچي طالب ۽ سچي صوفي جي جهلڪ نظر اچي ٿي، پر سندس عشقيه ڪلامن مان سندن مجاز جو پتو پڻ پئي ٿو. ڪٿي محبوب جي اکڙين جو ذڪر آهي ته ڪٿي وري سياهه زلف ۽ ياقوتي لبڙن جو.

ڪٿي ٻين سونهن ڀرين اوصافن جو. عشق حقيقي ۾ اها منزل به نظر اچي ٿي، جنهن ۾ هنن کي هر طرف تون ئي تون نظر اچي ٿو.

اهو ڪٿي چئجي ته جهڙي نموني چڪمڪ اها قدرت رکي ٿو ته لوهه کي پاڻ ڏانهن ڇڪي_ لوه فقط هڪ ڌاتو آهي، پر ان ۾ اها قدرت ڪانه آهي ته هو ٻئي ڪنهن ڌاتو ۽ يا لوه کي ڇڪي سگھي. پر جڏهن اهو ساڳيو لوه چڪمڪ سان وابسته ۽ پيوسته ٿيو ته اهو لوه خور چڪمڪ بنجي پيو. سندس ذات ان وقت تائين ختم ٿي وئي جيستائين هو چڪمڪ سان وابسته ۽ پيوسته رهيو. اهڙيءَ ئي طرح جيڪو خدا جي ذات سان وابسته ۽ پيوست رهيو ته سندس ذات ختم ٿي وئي. صرف ۽ صرف خدا جي ذات رهي. ذري کي باڪمال معراج مليو جُزڪُل ٿي ويو. سائين جي ڪلام ۾ ڪن جاين تي اهو محسوس ٿئي ٿو ته سائين جن به انهيءَ مقام جا مساڪن آهن.

منصور بن حلاج کان منقول آهي ته "مون خدا کي جهر جهنگ بر و بحر ڳولهيو پر خدا نه مليو پر جڏهن اندر ۾ نظر ڪيم ته خدا دل اندر نظر آيو پر عجب تڏهن محسوس ڪيم جو خدا مون کي پنهنجي صورت ۾ نظر آيو!" بس هيءَ عشق جي ڳالهه آهي ته جڏهن نور حقيقت نظر ۾ سمايو. تڏهن آفتاب نظر آيو پوءِ ڀلي طالب ائين چئي "ذات نسورو نور آيو سانگ ڏکي صورت جو" يا "اٿئي جي دل جگر ۾ دم، علي الله چئو چئي ڏي". چاڪاڻ ته طالب کي ان وقت خدا کان سواءِ نه ٻئي ڪنهن جي ضرورت هوندي آهي، نه ئي پرواهه. هادي جو حڪم آهي ته جيڪي صرف شريعت جا متقي آهن، انهن لاءِ انسان بشر پر

جيڪي صاحب شريعت سان گڏوگڏ معرفت جا صاحب آهن. انهن کي انهيءَ بشريت جي نقاب ۾ به اها لاٽ اها روشني نظر ايندي آهي، جنهن کي نور حقيقت ڪري سڃاتو ويندو آهي ۽ اُهي نور شناس ڪڏهن به نور اعليٰ نور جي حقيقت جا منڪر نظر نه ايندا ۽ نه ئي اهي انهن تهمتن ۽ غيبتن جي ڪا پرواهه ڪندا آهن.

سائينءَ جي شعر و شاعري تي سخن ور چاهي ته ڪافي لکي سگهي ٿو ۽ پرائي سگهي ٿو پر شاعري محسوسات ۽ عجيب شيءِ آهي، جنهن جنهن وقت نزول ٿئي ٿو ته طالب جي عجيب حالت هوندي آهي، جنهن کي صرف ۽ صرف صاحب واردات ئي محسوس ڪري سگهي ٿو. شايد سندس حالتَ جلال الدين روميؒ جي بانسريءَ جهڙي هوندي آهي، جنهن لاءِ روميءَ جن فرمائين ٿا: "توهان بانسري ضرور ڏٺي ۽ ٻڌي هوندي، توهان ڪڏهن غور ڪيو ته هڪ نڙ جي ڪانيءَ ۾ ايڏو سوز ۽ گداز ڇو؟" روميءَ جن فرمائين ٿا: "نڙ جي ان ڪانيءَ ۾ سوز ان ڪري پيدا ٿيو جو اول هن کي پنهنجي اصل کان وڍي ڌار ڪيو ويو. تنهن کان پوءِ سندس سيني ۾ سوراخ ڪيا ويا ۽ جڏهن چپن سان لڳائي ان ۾ هوا ڦوڪي وئي ته ان ۾ قدرت وڇوڙي ۽ پامال جي درد سان گڏوگڏ عشق جي باه جيڪا وڇوڙي ۽ سيني جي پامالي جي ڪري پيدا ٿي داخل ڪري ٿي." ساڳي نموني جهڙيءَ طرح عاشق جو دل ڏکويل ۽ غم سان گداز هوندو آهي ۽ وڇوڙو ان ۾ سوز ۽ لطافت پيدا ڪندو آهي. ٻڌڻ وارو ته ان تي جهومي ٿو ۽ لطف اندوز ٿئي ٿو پر صاحب حال انهيءَ حقيقت کي پروڙي سگهي ٿو ته شاعري لفظن جي راند نه آهي، پر سوز و گداز ۽ رفاقتن ۽ وڇوڙي جي ڪهاڻي آهي، جنهن ۾ شاعر پنهنجي محسوسات سان ڪڏهن لفظن کي ڪلائيندو آهي ته ڪڏهن رئاريندو آهي، ڪڏهن آفاقي حدن کان به پار هليو ويندو آهي، ته ڪڏهن نقطي جو قيدي بنجي ويندو آهي، پر شاعري کي ڪنهن ڪهڙي نموني محسوس ڪيو ته ڪنهن ڪهڙي، دل ته چاهي ٿي ته اڃان به گهڻو ڪجهه لکان پر شريعت ۽ امر مانع آهي.

سائين اعجاز جي حقيقت اهوئي پروڙي سگهندو، جيڪو دل جي بادشاهيءَ کان واقف هوندو، جيڪو سائينءَ وانگر انهيءَ رستي جو راهه گذر هوندو. اسان ته بس سندس حضور سمنڊ مان ڦڙي مثال هي چند پيتائون ئي پيش ڪري سگهون ٿا.

خادم الفقراءُ

**سيد مريد علي شاهه رضوي**

سجاده نشين حضرت مصري شاهه امامؒ

نصرپور

# عرض حال

جڳ مشهور شاعر ۽ بزرگ حضرت مولانا جلال الدين رومي رح فرمايو:

شاعري جز و يست از پيغمبري،
جاهلا نش ڪفر دانند از خري.

جنهن مان ظاهر آهي تہ شاعري نبوت جو هڪ جزو آهي ۽ جيڪي جيڪي انهيءَ کي ڪفر ڄاڻن ٿا، سي گڏهہ آهن. اهڙا ماڻهو خدائي ۽ طبعي شاعر هئا ۽ سندن ڪلام برابر الهامي هو. سنڌ سهاڳڻ جي مٽيءَ مان اهڙن ڪيترن ئي صوفي شاعرن جنم پئي ورتو آهي، جيڪي سنڌي ادب جي آسمان تي هميشہ چوڏهينءَ جي چنڊ وانگر چمڪندا رهندا. اهڙن ئي عظيم شاعرن مان، حضرت سيد محي الدين شاهہ عرف سائين "اعجاز" راشدي بہ هڪ هو.

ننڍپڻ ۾ آئون پنهنجي والد صاحب سان گڏجي، درويشن جي درگاهن جي حاضري پريندو هئس ۽ انهن درگاهن تي، مون سڀ کان پهرين، سائين اعجاز شاهہ جو ڪلام ٻڌي، ساڻس پرپٽ ئي پريت جو پيچ پاتو هو.

جڏهن مولا پاڪ شعور، عقل ۽ علم سان نوازيو تہ مون عهد ڪيو تہ سنڌ جي صوفي شاعرن جي زندگي ۽ سندن فڪر کي، سنڌ جي نئين نسل تائين وس آهر ضرور پهچائيندس. هن خيال کي عملي جامون پهرائيندي ڪجهہ مقالا لکيم، جيڪي ماهوار امرتا ۾ وقتًا فوقتًا ڇپبا رهيا ۽ انهن ئي ڏينهن ۾ سائين اعجاز شاهہ جو سمورو ڪلام منهنجي نظرن مان گذريو. ڇهن مهينن جي مسلسل تحقيق کان پوءِ، "ويهين صديءَ جو سرمد، سيد اعجاز علي شاهہ راشدي" عنوان سان هڪ مقالو لکيم، جيڪو اپريل 2007ع ۾ "امرتا" جي زينت بڻيو. انهيءَ مقالي ڇپجڻ کان ترت ئي پوءِ سائين سجاد الرسول سان ملاقات جو شرف حاصل ٿيو. سندن خنده پيشاني ۽ بي انتها پيار ۾ ڪڙجي ويس. تنهن کان پوءِ هر ملاقات ۾ سائين اعجاز جي ڪلام، فن ۽ فڪر بابت ڳالهہ ٻولهہ ٿيندي رهي.

جيئن تہ سائين اعجاز جي شاعراڻي ڪستوريءَ، سنڌ جي هر واهڻ ۽ وستي واسي ڇڏي آهي ۽ سندن ڪلام جي گونج سنڌ جي اتر، وچولي لاڙ ڪاڇي، ڪوهستان ۽ ٿر ۾ ٻڌجي رهي آهي، تنهن ڪري ضروري هو تہ سندن ڪلام کي نئين سر، نئين رنگ ۽ ڍنگ سان نہ فقط سهيڙجي پر سندن فڪر ۽ فن جا نوان نوان پهلو اجاگر ڪجن. انهيءَ ضرورت کي محسوس ڪندي، سائين سجاد الرسول جن مون کي، سائين اعجاز جي ڪلام کي نئين سر سهيڙڻ لاءِ امر فرمايو. منهنجي لاءِ ان کان وڌيڪ فخر ۽ عزت جو

باعث ڇا ٿي ٿي سگهيو. پنهنجي ڀاڱ تي رشڪ محسوس ڪندي، نهايت ادب ۽ احترام سان سائينءَ جي ڪلام کي سهيڙڻ شروع ڪيم. رٿا مطابق، سندن ڪلام کي ٻن ڀاڱن ۾ ورهايو ويو آهي. سندن ڪلام جي هن پهرئين ڀاڱي ۾ توحيد، شان رسولﷺ، شان عليؑ، ڪيڏارو، پيرِ مغان، حقيقت، سونهن سورت، مجاز، رمزاتِ دل، اکيون، ديد ۽ زلف واري عنوانن وارا بيت ۽ ڪافيون شامل ڪيون ويون آهن. ڪلام جي ترتيب ڪجهه هن طرح آهي تہ هر عنوان جا پهرين بيت پوءِ سنڌي ڪافيون ۽ تهان پوءِ سرائڪي ۽ اردو ڪافيون رکيون ويون آهن. ان طرح سان پڙهندڙن کي آساني ٿيندي، ڇو تہ هر عنوان جو سمورو ڪلام، قاريءَ کي هڪ هنڌ ميسر ٿي ملندو ۽ هن کي هيڏانهن هوڏانهن ڳولڻ ڦولهڻ جي ضرورت محسوس ڪونہ ٿيندي.

سائين جن جي رهيل ڪلام کي ٻئي ڀاڱي ۾ شامل ڪيو ويندو ۽ ان سان گڏوگڏ ڪلام جي آخر ۾ قرآن پاڪ جي آيتن ۽ حديثن جو ترجمو صوفياڻن اصلاحن ۽ ڏکين لفظن جون معنائون پڻ ڏنيون وينديون تہ جيئن سائين اعجاز جي ڪلام کي هر عام و خاص پڙهندڙ آسانيءَ سان پڙهي ۽ سمجهي سگهي.

جيئن تہ سائين جن جي ڪلام جي پهرئين مڪمل مجموعي کي محترم استاد صاحبڏنو ميمڻ عرف صوفي صابن فقير "سخنِ اعجاز" جي نالي سان سهيڙي ڇڪو آهي ۽ سندن ڪيل ڪم قابل داد آهي ۽ اهو ڪم هميشہ ياد رکيو ويندو. سندن تفصيلي لکيل مقدمو بہ سندن علمي بصيرت جو زنده ثبوت آهي. جيئن تہ سندن مقدمو تمام تفصيلي آهي ۽ پڙهندڙن تائين اهو علم پهچي چڪو آهي، تنهن ڪري اسان اختصار کان ڪم وٺي ڪجهه خاص خاص ساڳيون ۽ ڪجهه نيون ڳالهيون مقدمي ۾ شامل ڪيون آهن. سائين سجاد الرسول جي حڪم مطابق مقدمي جي ترتيب صوفي صابن فقير واري رکي وئي آهي ۽ ڪجهه نوان پهلو بہ اجاگر ڪيا ويا آهن. منهنجو هي ڪم، صوفي صابن فقير جي ڪيل ڪم جي هڪ وڌيڪ وک سمجهڻ گهرجي.

آئون تمام گهڻو ٿورائتو آهيان، قبلا سائين سجاد الرسول جن جو جن جي ڪمال محبت سان سائين اعجاز جو ڪلام سهيڙڻ جي قابل ٿي سگهيو آهيان. ان سان گڏوگڏ "روشني پبليڪيشن" جي روح روان محترم علي نواز گهانگهرو صاحب جو شڪرگذار آهيان، جنهن تمام قليل وقت ۾ "مخزنِ اعجاز" کي منظر عام تي آندو. محترم صوفي امداد علي لغاري ۽ سائين مريد علي شاهہ صاحب جن جا وڏا وڙ جن اسان کي مانائتي موٽ ڏئي عزت بخشي. هن ڪم ۾ هٿ ونڊائيندڙ ساٿين فقير محمد ڏول، محمد رفيق سپيو محمد صالح گاڏهي ۽ مشتاق حسين انڙ جو بہ احسامند آهيان، جن جي مهرباني سان "مخزنِ اعجاز" اڄ توهان جي هٿن ۾ پهچي سگهيو آهي.

آخر ۾ سائين اعجاز جي پانڌيئڙن ۽ ٻين پڙهندڙن کي گذارش آهي، تہ پنهنجي قيمتي مشورن سان اسان کي نوازين تہ جيئن "مخزنِ اعجاز" جي ٻئي ڀاڱي کي بهتر کان بهتر ڪري، منظرعام تي آڻي سگهجي.

خادم الفقراء

**عنايت انڙ**

6 جنوري 2012ع

# مقدمو

پاڳن ڀري سونهاري سنڌ کي الله تعاليٰ اها عظمت بخشي آهي، جو سندس ڪک مان هر دور ۾ عظيم ماڻهو پيدا ٿيندا پئي رهيا آهن، جن پنهنجي علم، دانائي ۽ حڪمت سان مئل دليون جياريون آهن. هونءَ ته سنڌ جي تاريخ جي هر دور ۾ اهڙا املهه ماڻڪ ملن ٿا. پر ويهين صديءَ جي هنگامه خيز دور ۾ به صوفي شاعرن جي سٽ ۾، اسان کي ڪيترائي معتبر ۽ محترم نالا ملن ٿا. جن مان حضرت پير محي الدين شاهه المعروف سيد اعجاز علي شاهه راشدي به هڪ هو. سندس شاعريءَ ۾ اهي راز ۽ رمزون موجود آهن، جو ڪيس ”ويهينءَ صديءَ جو سرمد“ چئون ته وڌاءُ نه ٿيندو. پاڻ سيد ابن سيد هو ۽ سندس نسب جو سلسلو باب العلم حضرت عليؑ سان وڃي ملي ٿو. سيد اعجاز علي شاهه راشديءَ جو وڏيڪ احوال ڏيڻ کان پهرين، سندس خانداني شجرو مبارڪ هيٺ پيش ڪجي ٿو.

## شجرو شريف



حضرت امام جعفر صادقؓ

|

حضرت امام موسيٰ ڪاظمؓ

|

حضرت امام علي رضاؓ

|

سيد شاهہ حسينؒ

|

سيد شاهہ عبداللهؒ

|

سيد هارون شاهہؒ

|

سيد شاهہ حمزهؒ

|

سيد شاهہ عمرؒ

|

سيد شاهہ اسد اللهؒ

|

سيد شاهہ زيدؒ

|

سيد شاهہ عباسؒ

|

سيد شاهہ علي مڪيؒ لڪياري

(هي سيد سڳورو هن خاندان مان سڀ کان پهرين سنڌ ۾ آيو. بعد ۾ سندس خاندان لڪيءَ ۾ رهائش اختيار ڪئي ۽ سندس خاندان اڄ ڏينهن تائين "لڪياري سادات" جي نالي سان مشهور آهي)

|

سيد ڇڪن شاهہؒ

|

سيد شاهہ حسينؒ

|

سيد شاهہ محمدؒ

|

سید شاہ محمودؒ

|

سید شاہ بہاءُ الدینؒ

|

سید شاہ شہاب الدینؒ

|

سید شاہ فضل اللہؒ

|

سید شاہ عباسؒ

|

سید شاہ ناصر الدینؒ

|

سید شاہ میر عليؒ

|

سید شاہ حسینؒ

|

سید بولڑ شاہؒ

|

سید سنجر شاہ

|

سید کتڑ شاہؒ

|

سید عثمان شاہؒ

|

سید شکر اللہؒ

|

سید فتح محمدؒ

|

سید محمد امامؒ

|

سید محمد بقا شہیدؒ

|




## سوانح حيات

سيد پير ماهہ منير حضرت محي الدين شاهہؒ عرف سيد اعجاز علي شاهہ بن حضرت پير سيد احسان الله شاهہ رحمة الله عليه (سنت ڌڻي) جن جا ہي شاديءَ مان اڪيلا فرزند هئا. سيد احسان الله شاهہ راشدي جهنڊي واري اها شادي، اسٽيشن ڪٽياڙ لڳ ڳوٺ "ڪانڙي" (ضلع حيدرآباد) مان سيد امير الحسن شاهہ جن جي نياڻيءَ سان ڪيائون.

سيد اعجاز علي شاهہ راشدي اصل ڳوٺ پير جهنڊي واري ۾ تاريخ 12 ربيع الاول 1348 هجري، سومر جي رات 4 بجي، مطابق 1929ع ۾ تولد ٿيا.

## تعليم و تربيت

پاڻ تقريباً ڇهن ورهين جي عمر جا ٿيا تہ کين ڳوٺ جي مسجد ۾ مولوي شفيع محمد مگريو وٽ، پاڻ قرآن پاڪ ناظران پڙهڻ شروع ڪيائون. 8 سالن اندر 29 سيپارا پڙهي پورا ڪيائون، تہ ان وقت پڳ جو تڪرار زور وٺي ويو هو جنهنڪري سندن والد صاحب حضرت پير احسان الله شاهہ "سنت ڌڻي" جن هجرت ڪري 1356 هجري جي ذوالحج مهيني ۾ ڳوٺ "پير جهنڊو" کان اتر طرف اڌ ميل جي فاصلي تي "درگاهہ شريف" نالي نئون ڳوٺ ٻڌائي، اتي سڪونت اختيار ڪيائون ۽ سيد اعجاز علي شاهہ باقي 30 سيپارو اتي پڙهي پورو ڪيو. مولوي جمال الدين مُتو کان سنڌي ٻاراڻو ڪتاب ۽ پهرين ڪتاب جا ڪجهہ سبق پڙهيائون تہ سندن والد صاحب حضرت پير سيد احسان الله شاهہؒ جن تاريخ 15 شعبان 1358هجري تي هن دنيا مان رحلت فرمائي ويا. (اِنَّا لِلّٰهِ وَ اِنَّا اِلَيۡهِ رَاجِعُوۡنَ) ان وقت سندن عمر ڏهہ يارهن سال مس هوندي. سندس والد جي وفات کان پوءِ پاڻ باقاعده رسمي تعليم حاصل ڪري نہ سگهيا. البت مطالعہ نطرت ۾ مگن رهندا هئا.

پاڻ ننڍي هوندي مستانہ خيال ۾ رهندا هئا، ان ڪري سندس والد صاحب کين "ٻهلول" جي نالي سان سڏيندا هئا. بعد ۾ پنهنجو اهو نالو ڪن شعرن ۾ بطور تخلص جي آندو اٿن.

## سلسلہ طريقت

پاڻ توحيد جي تلقين پنهنجي والد صاحب حضرت پير احسان الله شاهہ جن کان ورتائون. سندن صورت ۽ سندن جهنڊي مبارڪ جي جهلڪ جو ذڪر هڪ ڪافيءَ ۾ هيئن ڪرڻ فرمايو اٿن:

هوت پرين هڪ واري، ڏي دلداري،
ٻاروچا ٻانهيءَ کي.

- ياد اچان تائين اٿم دل تي، تنهنجي جهنڊي جي جهلڪاري.
- پنهنجي پسايئي پاڻ پيارا، سا صورت مون نہ وساري.
- سيد سائين صاحب "سنت" جا، سچڻ ڪر سرداري.
- بي راهي لاءِ "ٻهلول" چئي، موٽ مٺا مهنداري.

جيئن تہ حضرت پير سيد غوث زمان محمد راشدي روضي ڌڻيؒ جن کان سندن مسلڪ قادري طريقي جو رهندو آيو آهي، ان ڪري سندن بہ اهو مسلڪ (رستو) هو. ان کان علاوه حضرت شاهہ مردان شاهہ المعروف سيد سڪندر علي شاهہ راشدي (موجوده پير پاڳارو) سندن مرشد ۽ روحاني رهبر هئا. انهن لاءِ پڻ پنهنجي شعر ۾ اظهاري ڪئي اٿن.

مرشد ساڏي نال مُلاقي، هردم "شاهہ سڪندر" ساقي،
حجڙا 'اعجاز' دا اهو ئي ياقي، ڪيهي ڪاڻ حرم دي يار.
باغ بهاريابن وي سرتيون، آئي سڪندر شاهہ جي.

مٿين بزرگن کان علاوه ڪنهن بہ ٻئي پير فقير کان نہ دعا ۽ نہ ئي توحيد جي تلقين ورتائون.

## مطالعو ۽ مشغولي

جيئن تہ اسان پهرين بيان ڪري چڪا آهيون تہ پاڻ ننڍپڻ ۾ ئي قرآن پاڪ ختم ڪيائون ۽ پوءِ قرآن پاڪ پڙهڻ ۽ پروڙڻ جو ڪين ڏاڍو ذوق ۽ شوق هوندو هو. انهيءَ کان علاوه پاڻ سير و سفر ۾ مشغول رهندا هئا. تنهن ڪري مطالعہ فطرت سندن محبوب مشغلو هوندو هو.

سندن سوانح حيات جي مطالعي مان معلوم ٿئي ٿو تہ 15_16 سالن جي ڄمار ۾ ڪين شعر و سخن جي ٻڌڻ، سمجهڻ ۽ پروڙڻ جي چڱيءَ طرح پروڙپئجي چڪي هئي.

## شادي ۽ اولاد

سائين اعجاز علي شاهہ جن ٻہ شاديون ڪيون هيون. پاڻ پهرين شادي ڳوٺ پير شاهہ لڳ گاجرا واهہ (نواب شاهہ)، پير سيد علي اڪبر شاهہ راشديءَ جن وٽان سال 1952ع ۾ ڪيائون. ان شاديءَ مان ڪيس پنج فرزند پيدا ٿيا، جن مان ٻن وڏن فرزندن جو وصال سندن حياتيءَ ۾ ٿي ويو. سندن فرزندن جا نالا هيٺ ڏجن ٿا:

(1) سيد امان الله شاهہ جنم 5 سيپٽمبر 1959ع ۾ وصال ڇنڇر جي رات اپريل 1995ع

(2) سيد ابو تراب شاهہ جنم 1 آگسٽ 1970ع وصال 26 مارچ 1996ع

(3) سيد سجاد الرسول شاهہ (4) سيد محمد اشرف شاهہ (5) سيد شاهہ فريد شاهہ.

## ٻي شادي

پاڻ ٻي شادي، پنهنجي راشدي خاندان مان ڳوٺ "بابو چن"، سيد نورالدين شاهہ جن وٽان مئي 1982ع ۾ ڪيائون. ان مان بہ ڪيس پنج فرزند پيدا ٿيا ۽ اهي سڀ حال حيات آهن: (1) ظهور احمد شاهہ (2) محمد سليم شاهہ (3) سيد ضمير شاهہ (4) سيد قائم علي شاهہ (5) سيد ڪليم الله شاهہ.

## مزاج ۽ رواداري

پاڻ خوش خلق، حليم ۽ خاموش طبع هوندا هئا. سدائين صابر ۽ شاڪر هوندا هئا. سيني سان سهڻو سلوڪ ڪندا هئا ۽ ڪنهن سان بہ ڏاڍيان نہ ڳالهائيندا هئا. زماني جي اهنجن ۽ ايذائن جو سندن چهري تي ڪوبہ اثر نہ ڏسڻ ۾ ايندو هو. انسانن کان علاوه جانورن، ڪتن، ٻلن، پکي پرندن ۽ جيتن جڻين سان بہ پيار ڪندا هئا. مطلب تہ سندن مسلڪ محبت هو جيئن هڪ ڪافيءَ ۾ چيو اٿن:

پرينءَ جي پار جا ماڻهو، اڇا ڪارا بہ مون پيارا،
انهن جا ناز ۽ ماڻا، انگل آرا بہ مون پيارا.

جڏهن تو آئون ڏسان جوئي، ڪڙو ناهي منجهن ڪوئي،
پيئان هٿ پير سندن ڌوئي، مٺا ڪارا بہ مون پيارا.

سين سان دل منهنجي گهري، هجن مسلم توڙي دهري،
قياسي صفا قهري، ظلم وارا بہ مون پيارا.

چوي 'اعجاز' ملي هيڪر، دوئي ڪيم دور جڏهن دلبر،
لڳا مون کي تڏهن هر هر، منهنجا مارا بہ مون پيارا.

پاڻ هر ڪنهن سان همدردي ۽ اخلاص سان ملندا ڪلندا هئا. هڪ ڪافيءَ ۾ چيائون:

ڪلمک هجڻ 'اعجاز'، منهنجي طبع ۾ آ شامل،
ڪٿي ڪنهن سان منهن گهنجائڻ، اِهو لچڻ لَتيل آ،
سوين زخم پيا چڪن پر، هر زخم جڻ چُٽل آ.

سخا ۽ مهمان نوازيءَ ۾ پنهنجو مٽ پاڻ هئا. هڪ سائل کي گهوڙو ۽ هڪ کي مينهن ڏنائون. جيئن تہ پاڻ ڏيکاءَ کان پڳل هوندا هئا. تنهن ڪري زياده تر سائل کي لوڪ کان لڪائي ڏيندا هئا. سندس مئخاني تي هر وقت فقيرن فقرائن جي رش لڳي پئي هوندي هئي، پاڻ سندن وس آهر تمام گهڻو خيال رکندا هئا.

## حُليو ۽ پوشاڪ

سائين اعجاز جن رنگ جا سانورا ۽ قد جا پورا پنا هوندا هئا. سياري ۾ سلوار قميص، سئيٽر، جرسي، لوئي يا اجرڪ، پيرن ۾ گهڻو ڪري ڪهين وارو بوٽ ۽ سنڌي ٽوپي پائيندا هئا. ڪڏهن ڪڏهن مفلر پڻ اوڍيندا هئا. اونهاري ۾ بہ سلوار قميص ۽ هٿ ۾ سادو رومال هوندو هئن. ننڍپڻ ۾ ڪجهہ وقت شهپر رکيائون ۽ پوءِ سدائين ڪلين شيو رهيا.

سندن منهن مبارڪ ۾ خوش خلقي ۽ صبر گهڻو هوندو هو ڪابہ ڳالهہ يا ڪم تمام آهستي چوندا هئا. جيڪڏهن ڪو شخص ڪجهہ پڇندو هئن تہ صرف ان جو جواب ڏيندا هئا ۽ باقي وقت خاموش رهندا هئا. جيڪڏهن ڪو نئون ٻول وارد ٿيندو هئن تہ اهو استاد صاحب ڏنو ميمڻ عرف صوفي صابن فقير، سندن موجودگيءَ ۾ جنرل نوٽ بڪ تي لکي ڇڏيندو هو. صوفي صابن فقير 1967ع کان 1982ع تائين سندن اصلاح سان لکيل ڪلام، سندن حوالي ڪيو جيڪو سندن پونئيرن وٽ اڄ بہ محفوظ پيو آهي. شعر لکڻ کان پوءِ پاڻ سنجيده نموني شعر جي وضاحت پڻ ڪندا هئا.

سائين جن هميشہ ماٺ مطالعي ۽ فڪر ۾ رهڻ پسند ڪندا هئا. عارفن، عاشقن ۽ سالڪن جي ڪلام ٻڌڻ جا شائق هئا. سندن خيال هميشہ حقيقت ۽ حق ڏانهن مائل هوندو هو.

## رحلت

پاڻ جون 1998ع ۾ بيمار ٿي پيا ۽ انهيءَ بيماريءَ ۾ وصال ڪيائون. سندن روح جو پکيئڙو 16 جون 1998ع تي سادي ٽين بجي شام جو حيدرآباد مان موٽندي چٽنل واهہ ۽ باءِ پاس روڊ تي پرواز ڪري وڃي پنهنجي حقيقي محبوب جي دربار ۾ حاضر ٿيو.

## شعر و شاعريءَ جي ابتدا

سائين اعجاز علي شاهہ جيئن ئي جوانيءَ جي چائنٺ تي قدم رکيو تہ ڪيس مجازي نينهن جي نانگ نهوڙي وڌو ۽ پوءِ بي اختيار سندس زبان مان لفظن جون مالهائون، شعرن جون صورتون وٺنديون رهيون. جڏهن ڪنهن حسين پنهنجي سهڻين اکين کي ڪجل جي ڪانيءَ سان سينگاريو تہ لفظن ڪجهہ هي روپ اختيار ڪيو:

**آئين سهڻا سينگاري اکيون اکيون، ڪجل واري ڪج ريهہ سان،**
**هر هر مون کي شهيد ڪن ٿيون، سڪ سڪڻ ڏيو خريد ڪن ٿيون،**
**لوڪ 'اعجازا' نہ لکيون لکيون.**

نہ فقط سهڻيون اکيون پر پرينءَ جا جاڙا پرون ڏسيو پوئنر بہ پنهنجي لجيو وڃن:

**پرون منهنجي يار جا، ڏنا جي پوئنرن،**
**تہ پيلا ٿي وين منهڙا، سياهي مور نہ ڪن،**
**تيغون مَڏيون تن ڪيون، ابرن جي جلون،**
**سپرون ست نہ سهن، جي اُلرون ڪن 'اعجاز' چئي.**

هڪ محبوب جي اکين جي تارن ۾ تبرون، پيو جيءَ کي جهنجهوريندڙ جاڙا پرون، مکڻ جي چاڻن جهڙا نرم نرم ڳل، گلاب جي لالائيءَ کان وڌيڪ لال لب ۽ مٿي تي ڪارن ڪنڍڙن ڪاڪلن جو تاج، جيءَ کي صفا جهوريو وجهي:

**چقمق چشم چهرو غضب، پنبڻين جو اُت پهرو غضب،**
**آهن وار وري قهر و غضب، ڪاڪل ڪنڍا ڪارا تنهنجا.**

سهڻي جا اهڙا وسب، نيڻن جي ننڊ حرام ڪريو ڇڏين ۽ پرينءَ جي ناز و انداز جا نظارا هر وقت اکين اڳيان ڦرڻ لڳن ٿا:

**بي انت ناز منهنجي، دلدار يار کي آ،**
**سڀ کان حُسن ڪثر ۽ سينگار يار کي آ.**

**رخ رنگ آ عُنابي، گهريون اکيون گلابي،**
**لب لال لاجوابي، صورت آ نيم خوابي،**
**پوشاڪ کيم خوابي، پڳدار يار کي آ.**

عاشق جي دل عشق جي آويءَ ۾ پچي تيار ٿئي ٿي. عشق انهيءَ کي پچائي پختو ڪري ٿو پوءِ پرين جي پار جا سيئي سور ماڪيءَ کان مٺا ٿا لڳن ۽ دل انهن دردن جي هيراڪ ٿي وڃي ٿي. من ۾ محبوب جو محل تهائين وسيع ٿيو وڃي. عاشق جي دل جي تمنا اها ٿي ٿيو وڃي، تہ محبوب دل کي هميشہ وڻندو رهي، ڇو تہ انهيءَ سان دل کي سڪون ملي ٿو:

ڪري ويس وڳا مون ڪي وڻ وڻ وڻ، ڪسي دل تہ منهنجي ڪڻ ڪڻ ڪڻ،
منهنجي دل جو آهين تون ئي ڏُٽيل، چت چاهہ سان چاهيل چونڊ چُٽيل،
'اعجاز' ڪي ڪونهي پيو ڪو وٽيل، وٽيو تنهن ڪي وريو وڻ وڻ وڻ.

آخرڪار سچي محبت پنهنجو اثر ڏيکاري ٿي ۽ پرين حجاب جا پردا چاڪ ڪري ٿو تہ جدائيءَ جا ڦٽ هڪ لحظي ۾ ڇٽيو وڃن ۽ ڏک ڏولاوا ڏور ٿيو وڃن.

ڪيم دلدار دلبر جا، عجب ديدار دم دم دم،
رخ انوار جا جلوا، ڏٺم جهلڪار جهم جهم جهم.
سڄڻ جي حُسن صورت جو، نظارو اڪبري حج آهي،
ڏٺم منٺار من مهٺو، پيتم ڇڻ يار زم زم زم.
هميشہ هيڪڙائي سان، نظر 'اعجاز' ڪر هر جاءِ،
پرينءَ اظهار آ جتڪث، نميو هر وار نم نم نم.

## سائينءَ جن جي ڪلام جو سرسري جائزو

سائين اعجاز علي شاهہ انهن خوش نصيب شاعرن مان هڪ آهي، جن جو سمورو ڪلام ڪتابي صورت ۾ محفوظ ٿي چڪو آهي. سائين جن پنهنجي زندگيءَ ۾ ئي سمورو ڪلام لکت ۾ آڻي ۽ ان جي اصلاح بہ ڪري ڇڏي هئي. سندس حضر سفر ۾ سدائين ساڻن گڏ هجڻ واري مريد استاد صاحبڏنو ميمڻ عرف صوفي صابن فقير سندن ڪلام کي نهايت ئي جانفشانيءَ سان سهيڙيو ۽ سينگاريو آهي. البت سائين جن جي زندگيءَ ۾ سندن ڪلام ڪتابي صورت ۾ شايع ٿي نہ سگهيو. سندس وصال کان پوءِ سندس لائق فرزند سيد سجاد رسول جي اڻٿڪ ڪوشش ۽ 'بزم اعجاز' نيو سعيد آباد جي تعاون سان، نومبر 2003ع تي "سخنِ اعجاز" جي نالي سان، سندن سمورو ڪلام پهريون ڀيرو منظر عام تي آيو.

سائين اعجاز شاهہ جو ڪلام گهڻ موضوعاتي ڪلام آهي ۽ سندس ڪلام ۾ زندگيءَ جي هر مثبت پهلوءَ جي نشاندهي ٿيل آهي. سندس ڪلام جي شروعات توحيد ۽ صفت و ثنا سان ٿئي ٿي. هن موضوع تي ڪيترين ئي ڪافين چيائون، نمونو هيٺ ڏجي ٿو:

اول آخر نور مقرب لا اِلٰه اِلا هُو، ظاهر باطن و نحن اقرب، لا اِلٰه اِلاهُو.
غـائب حـاضـر قائم قادر، مـشرق تـوڙي مغـرب، لا اِلٰه اِلاهُو.
هر رنگ اولي، پوليو پولي، ڪڏهن مُلون ڪڏهن مطرب، لا اِلٰه اِلاهُو.
هند، سنڌ، ايران، قابل ڪنعان، يورپ، يونان، يثرب، لا اِلٰه اِلاهُو..
هر راز انهيءَ جو، اعجاز انهيءَ جو، مئخار رندي مشرب، لا اِلٰه اِلاهُو.

توحيد سان گڏوگڏ سائين اعجاز شاهہ ڪيترين ئي خوبصورت نعتون پڻ چيون آهن:

مٺي مُربي، موهيو عربي، ملڪ ملڪوت وارن کي،
عجب شعلا نظر آيا، اُتي جبروت وارن کي.

ڪليون ديدار جون دريون، حُورون پريون ٿيون چريون،
تجليون تاب تڪ پريون، لڳيون لاهوت وارن کي.

سيد سرتاج وحدت جو، صاحب 'اعجاز' صمديت جو،
لاٿي ٿو رنگ معرفت جو، صبر ثابوت وارن کي.

سيد اعجاز علي شاهہ جي دل ۾ حضرت عليؑ جن جي حب ۽ عقيدت تمام گهڻي هئي، جو سندس رسالو شانِ عليؑ سان پريو پيو آهي.

اسان تي عشق محبت جي، عنايت ڪئي تہ حيدر ڪئي،
هيڻن سان حامي ٿي هر هر، حمايت ڪئي تہ حيدر ڪئي.
ڪڏي غفلت منجهان غازي، غضنفر ويو تہ غافل کي،
اول آخر 'اعجازا' ڏس، امامت ڪئي تہ حيدر ڪئي.

سائين اعجاز شاهہ اهو دم هنيو جنهن جو مثال تصوف جي تاريخ ۾ تمام گهٽ ملي ٿو:

اٿئي جي دل جگر ۾ دم، عليؑ الله چٽو چئي ڏي،
انهيءَ دعويٰ تي رهہ محڪم، عليؑ الله چٽو چئي ڏي.
اُتي 'اعجاز' ٿي اظهر، هڻي نعرو اهو اڪبر،
ٽپي منصور ڪان دم پر، عليؑ الله چٽو چئي ڏي.

سنڌ ڌرتي کي اهو فخر حاصل آهي تہ سنڌ جي ماڻهن جي دلين ۾ پنجتن پاڪ لاءِ اٿاهہ محبت موجود آهي، سنڌ جي شاعرن هر دور ۾ سندن شان ۾ منقبت لکيا آهن ۽ خاص طور تي امامحسينؑ جن جي شهادت کان متاثر ٿي ڪيڏارو لکيو آهي. سائين اعجاز شاهہ بہ ڪربلا جي شهيدن لاءِ عقيدت جا ڪيترائي گل نڇاور ڪيا آهن:

ڪربلا جي شاهہ لاءِ، پونءِ آسمان روئيندي ڏ ٺم،
چنڊ، سج، تارا نوازا، ڪهڪشان روئدي ڏٺم.
ڏيهہ رُنا، ڏونگر رنا، وڻ ٽڻ، بحر، بر، ٿر، رنا،
گل رنا، گلشن رنا، گهر در، مڪان روئندي ڏٺم.

حضرت امام حسين ابن علي[ع] جي شهادت جو نقشو چٽيندي فرمايائون:

ٿي عيد قتل گاهہ ۾، مڪمل حسين[ع] جي،
مولا سان هئي منهان منهن، محفل حسين[ع] جي.
پرور ٿو پاڻ چاٽي، انهيءَ راز رنگ کي،
نہ تہ ڇا مجال خلق ٿئي، قاتل حسين[ع] جي.
مردانگي، دليريءَ، سچائيءَ جي پيٽ ۾،
انصاف واريءَ اک سان، ڏسو دل حسين[ع] جي.
’اعجاز‘ ڇئي گواهي، آهي عشق جي اها،
مڙنيئون مٿي ڏسان ٿو، آئون منزل حسين[ع] جي.

مٿين مضمونن سان گڏوگڏ پيرِ مغان، حقيقت، همہ اوست، سونهن صورت، المجاز، زلف، رمزاتِ دل، محبت مضمون، اکيون يا ديد، عشق، عاشق، فقير، صوفي، جوڳي، هجر و فراق، وصل وصال، مئي جام و ساقي، ملهار ۽ ڪانگ قاصد وغيره. ان کان علاوه نيم تاريخي عشقيہ داستان جهڙوڪ:

نوري ڄام تماچي، سسئي پنهون، ليلا چنيسر، عمر مارئي، گهاتو سهڻي ميهار ۽ ڪاپائتي جهڙن موضوعن تي سائين اعجاز شاهہ گهڻو ۽ خوبصورت ڪلام چيو آهي.

سندس شاعريءَ ۾ سلاست، بلاغت، موسيقيت ۽ رواني کي ڏسيو ڏنڊين آڱريون اچيو وڃن. يقينًا اهو اعجاز تي قادر جو ڪرم هو جو بظاهر هڪ درجو پڙهيل، شاعر جي شاعريءَ ۾ عربي، فارسي، هندي، اردو ۽ پنهنجي ٻوليءَ جا گوناگون لفظ ملن ٿا.

سائين اعجاز علي شاهہ بنيادي طور هڪ ڪافي گو شاعر آهي. پاڻ ڪافي جي ڪيترن ئي گهاڙيٽن تي طبع آزمائي ڪئي اٿن:

تنهنجي حُسن تجلي حيران ڪيو، هي جهان جدا هُو جهان جدا.
’اعجاز‘ چوي دل عبرت ۾ وئي، ڇا توکي ٻڌايان سهڻا ڇئي،
تنهنجي مرڪ سڄڻ مجروح ڪئي، منهنجي جان جدا مرجان جدا.

يا هيءَ ڏيڍي ڪافي ملاحظہ ڪريو:

هاديءَ جا هر وار، ڀال هزارين ڀورن تي،،

- ڳائي ڳائجن ڪهڙا ڪهڙا، آهن ڳڻ اپار،
لک لک ٿورا ٿورن تي.

- اول آخر اعجاز اهوئي، آهي سو آڌار،
ڇانوَ ڇپر ڇٽ ڇورن تي.

**بيت:**

سنڌي شاعريءَ ۾ بيت پنهنجي جي ڪنڌي جي حيثيت رکي ٿو. سائين اعجاز علي شاهه به ڪيترائي خوبصورت بيت چيا آهن. راقم جي تحقيق موجب انهن جو تعداد 923 آهي. عام طور تي سائين اعجاز جي هر بيت جو پهريون بند دوهي ۽ آخري بند سورٺي جي نوع ۾ جڙيل آهي. سنڌس بيت ٻن بندن کان وٺندي ٻارهن بندن تائين ڏگها به آهن. سندس بيت جو نمونو هيٺ پيش ڪجي ٿو:

**اندر ٻاهر هيڪڙو، حاضر ناظر نور،**
**هو ڏس جنهين جو ڏور، سو ڏوري ڏٺئون ڏيل ۾.**

يا هي بيت ملاحظه ڪريو:

**پن پن منجهه پرين، هنڌ هنڌ ياقي يار،**
**سڀ جاءِ جانب جلوو، سڀ جاءِ جانب جنسار،**
**هر رنگ ۾ هر هر وسي، هر رنگ و سڻهار،**
**عشق پسايو ’اعجاز‘ چوي، نظارو نروار،**
**دلبر جو ديدار، دمبدم آهي دائمي.**

جيئن ته اسان پهرين به چئي چڪا آهيون ته سائين اعجاز شاهه ڪافي ۽ بيت جو وڏو شاعر آهي، پر ان سان گڏوگڏ ڪيترائي سهڻا غزل به سندس ڪلام ۾ موجود آهن. جيڪي تصوف جي رنگ ۾ رنگيل آهن. انهن کي ”مسلسل غزل“ چئي سگهجي ٿو. سنڌي ٻوليءَ کان علاوه ٻاڻ ڪيترائي اردو غزل پڻ لکيا اٿن:

**هاءِ ڙي ظالم، زمانا، تو ڪري پوريون ڇڏيون،**
**نيڻ روئاڙيئي نت نيرانا، تو ڪري پوريون ڇڏيون،**

**سمجهه وارن سمجهي توکي، دور کان ڪيڙو سلام،**
**تو هنيا تن کي طعنا، تو ڪري پوريون ڇڏيون.**

**ڪي زنجيرن ۾ ٻڌايئي، ڪي ڪرايئي دربدر،**
**ڪيئي ڪيئي دانهه ديوانا، تو ڪري پوريون ڇڏيون.**

اردو غزل ملاحظه ڪريو:

*الاہی عشق سے اظہار، اویسی ہوں اویسی ہوں،*
*مگن مخمور متوالا، میسی ہوں میسی ہوں۔*

حسن ذاتی صفاتی کا، شیدائی شیفتا بن کر،
اسی کے سامنے ہر پل، اُمیسی ہوں اُمیسی ہوں۔

نہ رکھتا ہوں میں کچھ پرواہ، کسی تعزیر و تہمت کی،
اناالحق کیوں نہ میں کہہ دوں، آدیسی ہوں آدیسی ہوں۔

علی 'اعجاز' آپس میں، ہوئے ہیں دائمی ہم دم،
صراط الذین کا سمجھو، سندیسی ہوں سندیسی ہوں۔

سائين اعجاز شاهہ ڪافي، بيت ۽ غزل کان سواءِ ڪجهہ سي حرفيون پڻ لکيون، نمونو هيٺ ڏجي ٿو:

مہ مساجد مندر دي وچ، ساڏي لا اِلٰه اِلا، دم هُو الله،
وچ مئخاني وسدي ويراني، هر جاءِ نور تجلي، دم هُو الله،
ڪاشي تيرٿ سوئي سناول، سوئي ڪعبة الله، دم هُو الله،
فرق متايا فهم بتايا، عشق فثم وجہ الله، دم هُو الله،
آکي 'اعجازا' مين نہ منيسان، مُليان دا مسئلا، دم هُو الله.

سائين اعجاز جي ڪلام ۾ ڪيتريون ئي فني سهڻايون پڻ آهن، پر اسين هتي انهن مان هڪ اڌ جو ذڪر ڪريون ٿا.

## تجنيس حرفي

سنڌي شاعريءَ ۾ تجنيس جو استعمال پراڻي دور کان ٿيندو رهيو آهي، پر ويهين صديءَ جي صوفي شاعرن هن صنعت کي خوبصورتيءَ سان استعمال ڪيو. محمد فقير کٽياڻ، نواب ولي محمد خان لغاري مولوي احمد ملاح ۽ ٻين شاعرن سان گڏ سائين اعجاز شاهہ جي شاعريءَ ۾ پڻ تجنيس جو استعمال ڪثرت سان ٿيل آهي:

صورت سامين سناسين جي، سمايل آ سندم سيني،
دوريءَ کان درد جا ڏونهان، دکن پيا دمبدم سيني.

لُنگوُن لُنگ پاڪ لانگو ٿيا، لڙي لنگهيا جي لالچ کان،
ڪنوتي ڪوڙ ڀڳا ڪچ کان، 'اعجاز' عهد آميني.

## اندريون قافيو

ويهين صديءَ جي صوفي شاعري ۾ اندرئين قافيي جو استعمال خوب کان خوبتر ڪيو ويو آهي. خاص طور تي محمود فقير ڪتياڻ جون گهڻيون ڪافيون اندرئين قافيي سان سينگاريل آهن. سائين اعجاز شاهه بہ ڪيترين ئي ڪافين کي اندرئين قافيي سان خوبصورت بنايو آهي. ان جو هڪ اڌ مثال پيش ڪجي ٿو:

**حيدر پير، خيبر گير، وارث وير وسيلا،**
**واهر واهہ، تي وي شاهہ، رهبر راهہ رسيلا.**

**جهڙو شان، اٿئي مان، تهڙو دان ڏي داتا،**
**آهيون ڏڏ، اپري لڏ، هيٺا هڏ هيماتا،**
**توکان راڄ، سَريا ڪاڄ، ڏڄائي ڏاڄ ڏَڄيلا.**

يا وري هيءَ ڪافي ڏسو:

**جوڳي جاڳ، لهہ ڪو لاڳ، ماڻ سهاڳ ملڪو تي،**
**حاصل حال، هٿ ڪر خيال، جاهہ و جلال جبروتي.**
**غفلت غرق، تون ڪر ترڪ، تنهنجو مرڪ نہ آرس،**
**جاڳي جيءُ، ثابت ٿيءُ، وحدت ويءُ جو وارث،**
**آهين ذات، بالا بات، پيغامات سان پارس،**
**'اعجازا' نور، تجلوطور، تو ۾ حضور هاهوتي.**

## حقيقي تصوف

الله تعاليٰ قرآن پاڪ جي سورت "فرقان" سيپارو 19، آيت 63 ۾ فرمايو: "رحمٰن جا اهي ئي بندا آهن، جيڪي زمين تي اخلاق ۽ عاجزيءَ سان هلن ٿا. جاهل ماڻهو انهن کي سڏين ٿا، ڏسن ٿا تہ هو سلام ڪن ٿا." حديث پاڪ ۾ آهي: "جيڪو صوفين جو آواز سُڻي، انهن جي دعا تي آمين نٿو چوي تہ اهو الله جل شانئه ويجهو غافلن ۾ شمار هوندو."

مطلب تہ تصوف جي معنيٰ آهي ئي قلبي صفائي، عاجزي، اخلاق، سيرت، محبت ۽ انهن سيني تي دوئيءَ کان سواءِ عمل ڪرڻ ئي اصل ۾ تصوف آهي. قرآن پاڪ ۾ الله تعاليٰ حضرت موسيٰؑ ۽ حضرت خواجہ خضرؑ جن جو قصو سورة ڪهف ۾ بيان فرمايو آهي. هن قصي ۾ پڪل مڇيءَ جو درياءَ ۾ وڃڻ، حضرت خواجہ خضرؑ سان ملاقات ٿيڻ، ٻيڙيءَ کي سوراخ ڪرڻ، ڇوڪر کي ڪُهڻ ۽ پٽ ڊاهي وري نئين سر ڏيڻ. انهن سيني حقيقتن جو حضرت موسيٰؑ کي راز نہ ڏيڻ ۽ خواجہ خضرؑ کي باطن جو علم (لدني) ڏيڻ. انهيءَ سچي قصي مان هر ڪنهن عالم، عارف، اولياءِ ۽ فقير اهو نتيجو اخذ ڪيو آهي، تہ ظاهري علم سان گڏوگڏ باطني علم (لدني) بہ آهي، جيڪو الله پاڪ پنهنجي خاص بندن کي عطا ڪرڻ فرمائيندو آهي.

معلوم هئڻ گهرجي تہ لوح محفوظ ۾ لکيل قرآن پاڪ ۽ حضرت آدمؑ جن جي پيدا ٿيڻ کان وٺي، صوفين واحدالاحد (هيڪڙائي) جو درس ڏنو آهي. عُشاقن، عارفن، سالڪن، غوثن، قطبن ۽ فقيرن، نبين سڳورن جي پيروي ڪري روحاني پاڪائي حاصل ڪئي ۽ کين الله پاڪ علم لدني جي نعمت سان سرفراز فرمائي ٿو.

تصوف بابت الله وارن ٻن طريقن ڏانهن اشارو ڪيو آهي:

(1) وحدت الوجود يا همہ اوست، يعني سڀ هُو آهي.

(2) وحدت الشهود يا همہ از اوست، يعني سڀ هُن کان آهي.

شيخ محي الدين ابن العربي همہ اِوست طريقي جو قائل هو. سندس چوڻ هو تہ "سڀ هُو آهي". سندس ٻيو قول آهي تہ "ڪنهن وقت پانهو بلاشڪ رب هوندو آهي ۽ ڪنهن وقت پانهو هوندو آهي." شيخ صاحب شطحيات جي ڪري عالم سڳورن جي نزديڪ وڏو ڏوهاري آهي. حافظ ابو عبدالله وهبي ۽ علامہ ابن تيميہ سندس سخت مخالف هئا ۽ نهايت ئي زور شور سان عوام و خاص ۾ سندس خلاف تبليغ ڪندا رهيا تہ شيخ ابن العربي جي تصنيفن کي ڪوبہ مسلمان نہ پڙهي. حالانڪ ابن العربي قرآن پاڪ جو هڪ تفسير 95 جلدن ۾ ڪيو ۽ ٻيو تفسير 8 جلدن ۾ ڪيو هو ۽ ان کان علاوه تصوف تي سندس ٻہ ڪتاب تمام گهڻو مشهور آهن. (1) فتوحات مڪيہ (2) خصوص الحڪم.

امام ابن سعد يافعي، شيخ جو وڏو مداح هو سندس ڪتابن پڙهڻ جي اجازت ڏيندو هو ۽ چوندو هو تہ "جيڪي جاهل اهلِ طريقت جا منڪر آهن، سي ڪيس نٿا مڃين. جيڪو خدا جي ولين سان دشمني رکي ٿو اهو گويا الله تعاليٰ سان عداوت رکي ٿو."

شيخ جلال الدين سيوطيؒ لکي ٿو: "ابن العربي عارفن ۽ عاشقن جو مربي آهي ۽ تنزلات جو روح آهي ۽ حضورؐ جي قدم بقدم هلڻ وارو آهي."

هڪ حديث قدسي ۾ آهي تہ اِن تحت العرش کنز مفتاً حہا لسان الشعراءَ. يعني: الله تعاليٰ فرمائي ٿو تہ "هن عرش جي هيٺان، جيڪو منهنجو مخفي راز (خزانو) آهي، ان جي چاٻي انهن شاعرن جي زبان آهي، جيڪي منهنجي وڏائي، بزرگي، نعت شريف ۽ منهنجي پيارن جي ساراهہ بيان ڪن ٿا."

انهن پيارن برگزيده عاشقن، شاعرن، اهل دل عارفن، سچن سالڪن ۽ اوليائن ظاهري ۽ بشري ڪدورت کان صاف ٿي پاڻ ۾ حق جو جمال ۽ جلال ماڻيو. انهن ۾ ڪن تہ پنهنجي پاڻ ۾ حق کي ڏسي سڪر جي حالت ۾ بي ساختہ "اناالحق" جهڙا نعرا هنيا ۽ پنهنجي قول تي قائم پڻ رهيا.

حضرت ذوالنون مصريؒ صوفيءَ متعلق فرمايو تہ "صوفي جڏهن ڳالهہ ڪري تہ ان جو بيان سندس حال جي حقيقت هجي". وڌيڪ فرمايائين تہ "جڏهن خاموش رهي تہ ان جي خاموشي ۽ سلوڪ سندس حال کي ظاهر ڪري" مطلب تہ جيڪڏهن ڳالهائي تہ ان جي سڀ ڳالهہ حق هجي ۽ جي خاموش هجي تہ ان جو هر فعل فڪر هجي.

مٿئين سچي تمهيد مان اهو ثابت ٿئي ٿو تہ پاڪيزه اخلاق جو نالو تصوف آهي. جيتري قدر پاڪ اخلاق هوندا، اوتري قدر اهو صاف صوفي هوندو. پاڪيزه اخلاق جا ٻہ قسم آهن: (1) الله تعاليٰ سان گڏ (2) مخلوق سان گڏ. الله تعاليٰ سان اهي اخلاق آهن، جو الله تعاليٰ جي رضا خاطر قضا، رضا ۽ قدرت تي راضي رهڻ. خلق سان گڏ اهي اخلاق آهن جو الله تعاليٰ جي رضا خاطر مخلوق جي محبت جو بار برداشت ڪرڻ. اهل الله فرمائين ٿا تہ "جتي دل هجي اتي قدم هجي، جتي قدم هجي اتي دل هجي. صوفي اهو آهي جو سواءِ الله جي ذات جي ٻيو ڪجھہ نہ ڏسي."

حضرت پير سائين رشيد الدين شاهہ جي ملفوظات جي نقل 302 ۾ پنهنجي فرزند، حضرت پير سيد رشد الله شاهہ جن جي پڇڻ تي همہ اوست بابت وضاحت ڪيائون. فرمايائون تہ "رحمٰن ڪير آهي؟" مون چيو: "الله تعاليٰ" وري فرمايائون: "رزاق ڪير آهي؟" مون چيو: "الله تعاليٰ" وري فرمايائون: "ڪريم ڪير آهي؟" مون چيو: "الله تعاليٰ" فرمايائون: "مڙوئي الله تعاليٰ آهي". مون بہ چيو: "مڙوئي الله تعاليٰ آهي. پوءِ پاڻ حضرت رشيد الدين شاهہ (بيعت ڏٺي) جن فرمايو تہ "اسان ڪي همہ اوست جي معنيٰ اهائي سمجهائي اٿن، يعني مڙوئي الله تعاليٰ آهي." سندن ڪلام جو نمونو هيٺ ڏجي ٿو:

ث۔ ثابت سڪ جو، جڏهن راحم رکيو راز،
ارنيءَ جو عالم ۾، عام ٿيو آواز.

ق۔ وان من ڪل شيءِ الايسبح بحمده سَيت وڳو ساز،
پرتئون پڪواز، لڳو لَن ترانيءَ جو.

سورة بني اسرائيل جي آيت 44 ۾ فرمان الاهي آهي تہ "ڪابہ شيءِ سندس ساراهہ سان گڏ پاڪائي بيان ڪرڻ کانسواءِ نہ آهي."

هاڻي جي مٿيون فرمان لدني معنيٰ ۾ سمجهيو اهي چون ٿا تہ ڪنهن حمد ۽ ساراه ڪرائي ۽ اهو ساراهہ ڪندڙ ڪير آهي؟ حقيقت ۾ چوي بہ اُهو ٿو ۽ چوائي بہ اهو ٿو. ان جي حڪم کان سواءِ ڪک پن چري نٿو سگهي، ڇو تہ هو ڪُل شيءِ محيط آهي. هر شيءِ سندس قبضيءِ قدرت ۾ آهي. سائين اعجاز جن بہ هن رمز ڏانهن اشارو ڪندي فرمائين ٿا:

ڪونہ ٻانيو ٻيو ڪير، سڀ صورت ۾ ساڳيو آهيان.

پاڻ ڪي آئون پاڻ تو ڄاڻان، پاڻ ڄاتي ڪان کهڙا پڇاڻا،
پرجهي ڪٺي ڪو پير، سڀ صورت ۾ ساڳيو آهيان.

پرت ڪي پنهنجو پاڻ پسايم، ڏاهہ عقل ڪان ڏور ڏسايم،
سڪ آ منهنجو سير، سڀ صورت ۾ ساڳيو آهيان.

ساڳيو ئي ساڳيو سڀ هنڌ هوندس، ڪات ڪٽي تہ ڪٽي ڪنڌ هوندس،

**پُل نہ وجهي ڪو پير، سڀ صورت ۾ ساڳيو آهيان.**

**غير ’اعجاز‘ ڪي غير تو ڄاڻي، مام پروڙي تہ رمز پڇاڻي،**
**مون ۾ اصل نہ مير، سڀ صورت ۾ ساڳيو آهيان.**

وري ہي ڪافيءَ ۾ فرمايائين:

**اٿم اهو اختيار، حاڪم محڪوم ٻنجي سگهان ٿو.**

اهڙيءَ طرح تين ڪافيءَ ۾ همہء اوست کي ملاحظہ فرمايو:

**هر جاءِ جلوا مون ڪيا، غائب بہ ٿي، حاضر بہ ٿي،**
**اول بہ ٿي، آخر بہ ٿي، باطن بہ ٿي، ظاهر بہ ٿي.**

**العشق واري آتورسان، اعليٰ الولايون ڪيم،**
**آدم بہ ٿي، حوا بہ ٿي، شجر بہ ٿي، شرر بہ ٿي.**

**خوش خيال پنهنجي کي ڪيم، مسجد مندر مئخان ۾،**
**مئي ڪش بہ ٿي، موکي بہ ٿي، مومن بہ ٿي ڪافر بہ ٿي.**

**آڙهہ بہ ٿي، گلشن بہ ٿي، خليل بہ ٿي، آذر بہ ٿي،**
**ڪوهہ طور بہ ٿي، تجلو بہ ٿي، موسيٰ بہ ٿي، ساحر بہ ٿي.**

**ڪئين رئاڙيم، ڪئين ڪلايم، ڪئين پلايم ڪئين ملايم،**
**ظالم بہ ٿي، سالم بہ ٿي، رهزن بہ ٿي، رهبر بہ ٿي.**

**هر سن ۾، هر سُو هر طرح، هرڪا خبر هر هر ڏنيم،**
**انبياءُ بہ ٿي، اولياءُ بہ ٿي، سالڪ بہ ٿي، شاعر بہ ٿي.**

**’اعجاز‘ واري بيک ۾، پنهنجو پروڙيو پاڻ مون،**
**پاڳل بہ ٿي، سياڻو بہ ٿي، بازر بہ ٿي، بي زر بہ ٿي.**

حديث شريف ۾ آهي تہ **’من عرفہُ نفسہ فقد عرف ربّہ، لايتحرك شيءِ اِلا باذن الله‘**. سائين اعجاز فرمايو:

**جنهن ۾ پاڻ اچي تہ سمايو، تنهن کي چا ٿيون اوهين سمجهايو،**
**بي گماني هن تہ بوتي مان، الله پاڻ الايو،**
**تنهن کي چاٿيون اوهين سمجهايو.**

نفس (پاڻ) کي سڃاڻڻ کانسواءِ ڪڏهن بہ حق کي سڃاڻي نہ سگھبو ان جو مثال هيئن آهي تہ:

پاڻان وجي پراهون، الله کي وڙولڻ،
ڪل جهڙي ڳالهہ آهي، جيئن ڇوڪر ڪلهي ۾ ڳولڻ.

آدم جي نانءُ آيو، آدم ۾ پانءُ پانيو،
ڪنهن کي نہ ڏانءُ آيو، صوفيءُ جيئن راز کولڻ.

نہ ڪا عالمن خبر هيءَ، نڪا عاقلن خبر هيءَ،
ڪٿي عارفن خبر هيءَ، تہ تو مون مهانڊي ڍولڻ.

ووڙن وجود جيڪر، علم عقل جا پيڪر،
برحق چون پوءِ هر هر، 'اعجاز' وارو پولڻ.

عاشقن ۽ عارفن جي نظر ۾ نظارو صورت ئي آهي. اهي دل جي آئيني ۾ حق ۽ حقيقت جو مشاهدو ماڻي، هر دم ديدار ۾ محو هوندا آهن:

دم کي سڃاڻج دم بدم، هڪ دم لهي تو لک پدم،
ڪل شيءِ مٿي تنهنجو قدم، جي راهہ رنديءُ سان روين.

'اعجاز' چوي اعتراف سان، دائم رهج دل صاف سان،
لعلون نہ لهندين لاف سان، تون ڪرائين جيئن تو چوين.

آخر ۾ همہ اوست جي هن بحث کي، سائين اعجاز جي هنن بيتن سان اختتام پذير ڪريون ٿا:

انڌن ليکي آدمي، سڄن ليکي سائين،
آهي ڳالهہ هر ڪنهن جي، پنهنجي سمجهہ تائين،
سائينءُ کي جيئن پائين، آهي تيئن 'اعجاز' چئي.

انـــڌن ليــڪــي آدمــي، ســڄـــڻ ليـڪـي الله،
جنهن جو ڏسڻ جيترو، تيترو تنهن ويساهہ،
انڌن سڄن ۾ 'اعجاز' چئي، فرق اهو ئي آهہ،
هن مٿو ڪيو ساهہ، هنن لاٿو سانگو ساهہ جو.

## همہ اوست بابت معروف بزرگن جا چند قول

حضرت اويس ڪرنيؓ جن فرمايو: "جنهن وقت پورو ٿئي ٿو عيش ٻانهپ جو پوءِ عيش اُن (ٻانهن) جو عيش، الله تعاليٰ جو عيش آهي."

حضرت امام زين العابدينؓ جن کي ڪنهن چيو: "اوهان متڪبر ڇو آهيو؟ فرمايائون: "منهنجو تڪبر ۽ پندار هليو ويو ۽ ان جي جاءِ تي الله تعاليٰ جو تڪبر اچي ويو."

شيخ معروف ڪرخيؒ چيو: "وجود ۾ الله کان سواءِ ٻيو ڪوبہ نہ آهي."

حضرت عليؑ هڪ دفعو عروج، سڪر ۽ وحدت جي حالت ۾، هڪ خطبي ۾ فرمايو: "مان ئي اسم الله جي کان لفظ ڏنو ويو آهيان ۽ مان ئي الله جو جنب آهيان، جنهن ۾ توهان افراط تفريط ڪئي آهي ۽ مان ئي قلم آهيان. مان ئي لوح آهيان. مان ئي ست زمينون آهيان." پوءِ جڏهن اثناءِ خطبي ۾ عروج کان لهي نزول جي حالت ۾ آيا ۽ وحدت جي تجلي اٿي وئي تہ پوءِ پاڻ معذرت ڪرڻ لڳا ۽ پنهنجي عبديت ۽ عاجزيءَ جو اظهار ڪيائون.

## فنا في الله مان بقا باالله ٿيڻ

جيئن تہ سچن سالڪن، عارفن ۽ فقيرن جي آخري منزل بقابا الله هوندي آهي، ان مطابق پاڻ فنا ڪائڻ کان بعد هر چيز قربان ڪرڻ، باقي بيحد ۾ دم پرڻ ئي بقا باالله آهي.

جيئن تہ هر شاعر جو ڪلام، سندس شخصيت جو آئينو هوندو آهي. سائين اعجاز جي ڪلام پڙهڻ ۽ پروڙڻ کان پوءِ، اها حقيقت آشڪار ٿئي ٿي تہ سائين اعجاز شاهہ نہ فقط فنا في الله هو بلڪ بقا باالله جهڙي عظيم منصب تي فائز هو. پاڻ جڏهن هن دنيا جي آخري ساعتن ۾ سول اسپتال حيدرآباد، گردن جي وارڊ نمبر 1 ۾ 15 جون 1998ع مطابق 19 صفر المظفر 1419 هجري بروز سومر جي، پاڻ ٻہ ڪافيون چيائون، اسان مٿئين مضمون جي تصديق لاءِ انهن ئي ٻن ڪافين مان نمونو پيش ڪريون ٿا:

> ايهہ دنيا ساري ڪنمبہ الله دا، الله ٻچڙيوال وي لوگو، الله ٻچڙيوال،
> اپڻي ڪنمبي ڪون آپ هي پالي، آپ هِي هي جڳ پال وي لوگو، الله ٻچڙيوال.
>
> آدم اولي الله دا جيوڻ، آدم اولي الله دا ٿيوڻ،
> آدم اولي مرڪي جيوڻ، ويکو الله دي چال وي لوگو، الله ٻچڙيوال.
>
> لوڪي الله نون ڪيا ڪيا اهدي، لوڪي الله نون جيا جيا اهدي،
> لوڪي الله نون پيا پيا اهدي، 'اعجاز' آکي هر حال وي لوگو، الله ٻچڙيوال.

۾ سندن ہي آخري ڪافي هيءَ آهي:

**رند تا رهن ٿي ماورا، دنيا جي هر فڪرات کان،**
**دنيا جي هر فڪرات کان، عقبيٰ جي هر فڪرات کان.**

حضور اڪرمﷺ جن فرمايو: اَلخلق عيال الله. يعني "جيڪا بہ مخلوق آهي، اها سڀ جي سڀ الله رب العزت جو عيال آهي."

مخزن الاخلاق ۾ مولانا سبحاني لڌيانويءَ جن "ارشادات نبويﷺ" جي صفحي 18 ۾ لکيو آهي تہ "لوگ خدا کے عیال ہیں اور خدا کے نزدیک زیادہ پیارا اس کے عیال کو فائدہ پہنچانے والا ہے "

متئين ڪلام ۾ لفظ "الله" کي ڪثرت سان استعمال ڪيو ويو آهي ۽ لفظ "الله" جي حقيقت ڄاڻڻ لاءِ اسان ملفوظات "بيعت ڏٽي" مان نقل 28 هت پيش ڪريون ٿا. پاڻ فرمايائون تہ "اڄ اسان کي الله تعاليٰ طرفان هي القا ٿيو آهي، تہ ان جي معنيٰ "مستقر بلا واسطي" آهي. مفسر هيئن بہ لکن ٿا تہ "الله" جي معنيٰ "سڪون ۽ ثبات" يعني آرام وٺڻ ۽ قرار وٺڻ آهي. جيئن تہ قرآن پاڪ ۾ فرمان آهي:

اَلَا بِذِكْرِ اللّٰهِ تَطْمَئِنُّ الْقُلُوْبُ. (سورة رعد)

يعني "خبردار! صرف الله جي ياد سان دلين کي اطمينان ۽ آرام حاصل ٿئي ٿو."

تنهن ڪري اهو اسم شريف رکيو ويو." پاڻ وڌيڪ فرمايائون تہ "القا ٿيل معنيٰ جو اصل بہ اهو ئي آهي، ڇو تہ "مستقر بلا واسطي" جي معنيٰ اهو پنهنجي ذات ۽ صفات ۾ پاڻيهي پاڻ ثبات ۽ قرار وٺندڙ آهي ۽ ثابت ٿيندڙ آهي." اهڙي طرح اعجاز سائين جن پڻ ڪلام ۾ ثابت ڪيو تہ "حيّ القيوم" معنيٰ ابدً ابدا "هميشہ جيئرو" ۽ قائم ڪندڙ جهانن کي. الله لفظ ۽ حي القيوم ۾ فنا ٿيڻ، اها بقا باالله جي منزل آهي. سندن ڪجھ ڪلام جو حوالو ڏيون ٿا.

**نذر قبول پوي هي منهنجو، گهر، سر، مال، عيالڙو، مڃ سوالڙو.**
**ڪر عجز 'اعجازا' سِر نذر ڏيوان، چاسون، چاندي، زر زيور ڏيوان،**
**هر جاءِ اها خوش خبر ڏيوان، اسان ويکا اپڻي سهاري نون.**

**ڇا ڪريان قربان هن دم، ڇا ڪريان پيِ حاضري،**
**جو اڳڻ منهنجي الائي ڪيئن، ڪئين تو تشريف آوري.**

**حمد تسبيحون هزارين، لک دگانا اڄ ڪيان،**
**گهور سڀ ارض و سما، وارا خزانا اڄ ڪيان،**
**سِر، لڇون، قربان ۽ ڪون و مڪان ڪل شيءِ وري.**

بخت پنهنجي جي ڪيان، چو برتري آئون بيان،
اڄ نہ تيندا ڇا تيو، فردا ۾ تيندا بل عيان،
بخت منهنجي جا مدح خوان، مهر و ماهہ مشتري.

هن خاڪيءَ چنڙي چولي، هي ٻوليون ٿو ڪير ٻولي.
ڇا ٿو چوي ٻڌائي، ڪو گوش تہ ڪن لائي،
ڇا وڃنو آ وڃائي، ڪنهن کي پيو وڙ ولي، ٻوليون ٿو ڪير ٻولي.

’اعجاز‘ ۾ اهو ئي حق آ، سڻ سمجهہ تو سبق آ،
پيو ڪونہ ڪو ناطق آ، الله ريءَ تو اولي، ٻوليون ٿو پاڻ ٻولي.

ڪامل فقير اهو آهي جو ظاهر توڙي باطن ۾ صاحبِ خزانہ، صاحب تصور ۾ صاحب تصرف هجي. خدا جي خلقت کي نہ ستائي ۽ نہ ئي رنجائي. الله تعاليٰ جي مخلوق جو بار ۽ ملامت جو بار سر تي سهي. مال، ملڪيت ۽ زمين وغيره اعجاز سائينءَ مولىٰ پاڪ جي محبت ۾ لٽائي ڇڏيا. پاڻ الله تعاليٰ جي پيدا ڪيل هر شيءِ کي پيار ڏئي وڏو خلق ۽ اخلاق ڇڏي ويا آهن.

آخر ۾ هڪ حديث پاڪ توهان جي نظر ٿا ڪريون:

اِن اولياء الله لايموتون ولکن ينقلبون من دار الى دار.

يعني: ”بيشڪ الله تعاليٰ جا ٻانها (ولي) مرن ڪونہ ٿا پر هڪ جاءِ (در) کان ٻئي در ڏانهن اچن ٿا.“

ساڳئي حديث کي حضرت شاهہ عبداللطيف ڀٽائي شاعراڻي انداز ۾ هيئن بيان فرمايو:

مرڻا اڳي جي مُئا، سي مري ٿيا نہ مات،
هوندا سي حيات، جيئڻان، اڳي جيءَ جيا.

صوفي صابن فقير

# حرفِ تشڪر

سڀئي تعريفون تنهن سائينءَ کي سونهن، جنهن "ڪُن" چئي ڪائنات تخليق فرمائي، آسمان کي سج، چنڊ ۽ تارن سان روشن ڪيائين ۽ ڌرتيءَ کي خوبصورت گلن ٻوٽن سان سينگارياين ۽ لکين ڪروڙين درود سلام آقاءِ دو جهان ﷺ ۽ سندن آل پاڪ تي هجن.

الله پاڪ انسان کي علم جي دولت عطا ڪري 'اشرف' جو القاب بخشيو. اهو علم نبين ۽ آسماني ڪتابن ذريعي اسان جي رهنمائي ڪندو رهيو آهي. نبين کان سواءِ الله پاڪ، هر دور ۾ اهڙا پاڪ روح به پيدا ڪندو رهيو آهي، جن ڪارن قلبن کي معرفت جي نور سان منور فرمايو آهي. اهڙن عظيم انسانن مان مرشد ناحضرت محي الدين عرف سائين اعجاز شاهه به هڪ هو. پاڻ پنهنجي ڪلام ذريعي پٽڪيل انسانن کي حق جو رستو ڏسيو آهي.

الله تعاليٰ جا اسان تي تمام وڏا ڪرم آهن جو بابا سائين جن جو سچو ڪلام، اسان وٽ نه فقط محفوظ آهي، پر ڇپجي عوام الناس تائين به پهچي چڪو آهي. بابا سائين جن جي سموري ڪلام کي محترم استاد صاحب ڏني ميمڻ عرف صوفي صابن فقير، نهايت خوبصورتيءَ سان ترتيب ڏئي، 'سُخنِ اعجاز' جي صورت ۾ توهان تائين پهچايو. آئون دل جي گهراين سان سندس شڪر گذار آهيان، جو پاڻ هن نيڪ ڪم ۾ اسان جو هٿ ونڊايو. ان سان گڏوگڏ استاد محمد عالم لغاري ۽ نانا نظير احمد ميمڻ جا ٿورائتا آهيون، جن 'سُخن اعجاز' ۾ اسان سان سهڪار ڪيو.

الحمد لله 'سخنِ اعجاز' کي ڀرپور موٽ ملي ۽ ٿوري ئي عرصي ۾، رسالو اٽليپ ٿي ويو ۽ اها ضرورت گهڻي عرصي کان ئي محسوس ٿي رهي هئي ته سائين جن جي ڪلام کي وري نئين سر سهيڙي، منظر عام تي آڻجي خوش قسمتيءَ سان، سائين جن جي ڪلام کي نئين رنگ ۽ ڍنگ سان ٻن ڀاڱن ۾ عنايت انڙ سهيڙي ۽ سينگاري، نظرِ ثانيءَ لاءِ منهنجي حوالي ڪيو ۽ منهنجي بغور مطالعي کان پوءِ، ڇپجڻ لاءِ "روشني پبليڪيشن" جي حوالي ڪيو. آئون عنايت انڙ ۽ محترم علي نواز گهانگهرو صاحب جو نهايت ئي ٿورائتو آهيان، جنهن سائين جن جي ڪلام کي نهايت ئي وڻندڙ سرورق سان نه فقط ڇپايو بلڪ تمام قليل عرصي ۾، هن ڪم کي تڪميل تي پهچايو جنهن جو اجر، ڪيس ڏڻي تعاليٰ ضرور ڏيندو. ان کان علاوه صوفي امداد فقير لغاري ۽ سائين مريد علي شاهه صاحب جو به شڪرگذار آهيان، جن پنهنجو قيمتي وقت ڪڍي، نهايت ئي خوبصورت لفظن سان بابا سائين جن کي ڀيٽا ڏني اٿائون.

انشاء الله مرشد اعجاز سائين جن جي ڪلام جو ٻيو ڀاڱو به جلد از جلد توهان سڄڻن جي هٿن تائين پهچائينداسون، ٻئي ڀاڱي ۾ قرآن پاڪ جي آيتن، حديثن، تصوف جي اصطلاحن، بزرگن جي قولن ۽ ڏکين لفظن جون معنائون به ڏنيون وينديون ته جيئن سندن ڪلام جي فڪري پهلوءَ کان عام و خاص فيضياب ٿي سگهي.

فقط

احسان مند

**سيد سجاد الرسول شاهه راشدي**

4 جنوري 2012ع

نيو سعيد آباد

## بيت

(1)

اسم جن الله، اوريو ويهي اول ۾،
سڀ سٽائي تنهنجي ڪري، والي سو والله،
پالڻهار جهانن جو، هُو باري بيپرواهه،
ناقص ڪامل تنهنجي نظر ۾، راهي ۽ بيراهه،
تصرف هر تدبير تي، تنهن واحد سندو واهه،
رزق بہ تيئن ٿو ڏي وٺي، جيئن ڏي وٺي ٿو ساهه،
انسان تي 'اعجاز' چئي، تنهنجو توهه اَٿاهه،
تڏهن واجب آهه، ساراهه تنهن سبحان جي.

(2)

ساراهه تنهن سبحان ڪي، جنهنجو سڀ فام،
باري بَن بنايو، چئي قادر "ڪُن" ڪلام،
"لولاڪ لَمّا خَلقتُ الافلاَڪَ"، سيد لاءِ سر انجام،
هر دو جهان 'اعجاز' چئي، آڳي ڪيس انعام،
سو تارن ساڻ تمام، چٽو چوڏهينءَ چنڊ جيان.

(3)

وجي ويڙهي وحدۂ جي، نمي ٿي نزديڪ،
ڪلمون چئي ڪريم تي، چئو لاحد لاشريڪ،
تون سين جو تحريڪ، تنهنجو تحريڪ ناهه ڪو.

(4)

وجي ويڙهي وحدهٔ جي، ٿي سلميت سان ساجد،
مج محمد مير کي، مجيد ۽ ماجد،
وهاب ۽ واجد، ساڳيو ائي سو ڏٺي.

(5)

وجي ويڙهي وحدهٔ جي، چٽو چتئون چئہ،
تون احد احمد تون، لات اهائي لئہ،
پيش پرينءَ جي پئہ، عاشق ٿي 'اعجاز' چئي.

(6)

وجي ويڙهي وحدهٔ جي، سينو ساهڻ سَٽِ،
هنئون هيٺ لهي ڪري، ڪينو، ڪروڌ ڪَٽِ،
"اِني اَنا اَن اَن" جي، وائي پرينءَ وَٽِ،
تون ٿي گهٽ ۾ گهَٽ، تہ لڳئي رنگ 'راشدي' چوي.

(7)

وجي ويڙهي وحدهٔ، احدي ڪلمون پڙ،
"لا اِله اِلاَّ الله محمّد" چئي، چُپ چپاتي ڪر،
ڏڙئون ڏار ڏر، اُتي سر 'اعجاز' چئي.

(8)

وجي ويڙهي وحدهٔ جي، ڏنم ڪونہ پيو،
الله ٿي الله 'اعجاز' چئي، تنهن ريءَ ڪونہ پيو،
وهم گمان ويو، نفي ۽ اثبات سان.

(9)

اول آخر هُو، مالڪ آهه مِڙنِ جو،
وحدت واريءَ واٽ سان، بندا تي وَهُو،
اتئي جيسين 'اعجاز' چئي، جسم جان لهو،
تہ ويل نہ وسار هڪڙي، تون واسع وحده،
تي سالم ۽ سَهُو، حق ۾ هڪ الله جي.

(10)

حق ۾ هڪ الله جي، جائي پِي سڀ جوڙ،
تنهن جي هيڪڙائيءَ ۾، اوڙ نہ پِي ڪا اوڙ،
لهواري وهندڙي جيان، ڪر وحدهٔ ڏي ٻوڙ،
سُونهين ڪانہ صراط ۾، دليلاٽي دوڙ،
تون ڪر تيڏهن موڙ، آهي موڙ محمدؐ جنهن جي.

(11)

موڙ محمدؐ جنهن جي، محمدؐ جو سو سر،
لا اِلٰه ۾ لِڪو وَهي، اِلا الله جو جَرَ،
محمدؐ رسول الله چئي، هيڪڙائيءَ تي هِرَ،
ڪونهي تفاوت تِرَ، عبد ۽ معبود ۾.

(12)

سوئي بصير ياڻ ۽ تون، سوئي سِر سَميع،
سوئي عين تَعين آ، سوئي عين وَسيع،
سوئي قانع قنيع آ، سوئي صانع صنيع،
سوئي محّي مميت آ، سوئي متعالي مطيع،
سوئي جامع جميع، سوئي جوڙ جهان سان.

(13)

سوئي جوڙ جهان سان، سوئي سوڳاءِ،
رکي طلب توحيدي، تند هَڻ تنهين لاءِ،
توڪل توشو توڻ ڪر، مچي مچ مچاءِ،
اِلا اِللهُ جي اقرار سان، ويڇا سپ وڃاءِ،
جيءَ ۾ هڪ جِي جاءِ، گهٽي گهورو ڪيم ٿي.

(14)

گهٽن گهورو ڪيم ٿي، گهٽن گهورو هول،
ڏُئيءَ واري دائري ۾، اهو فعل قول،
آهين جنهن الله جو، تون تنهين کي ڳول،
انهيءَ لاءِ 'اعجاز' چئي، ڏس ٻُڌ ۽ ٻول،
ڪَنَ، اکيون، دل کول، تہ ماٽي ڪو مشاهدو.

(15)

جي ماٽي ڪو مشاهدو، تہ پيائي ڪڍ پاهر،
بحث بازي بند ڪري، هينئون ڪر حاضر،
باطن ۽ ظاهر، پوءِ ايندءِ هڪ نظر ۾.

(16)

جي ماٽين ڪو مشاهدو، تہ پيائي ڏي ڀَنِ،
سَڏون سپ نفس جون، پيري هڻ تون پَنِ،
هير هيڪڙائيءَ جي، وجهہ هينئين ۽ اکينِ،
مَديءَ کان موشو ڪري، چڱي رکج مَنِ،
تہ ظاهر ۽ باطِنِ، پوءِ ايندءِ هڪ نظر ۾.

(17)

اندر ٻاهر هڪڙو، ٻيائيءَ ٻولي وئي،
جانيءَ جيءَ اڪين ۾، جُڙي جاءِ ڪئي،
ڏسڻ پسڻ پرينءَ جي مان، پڪي سُڌ پئي،
چوان ڇا ڇئي، ڇٽو ڇوڙ نا ٿئي.

(18)

اندر ٻاهر هڪڙو، جانب جلوي دار،
عاشقن ’اعجاز‘ چئي، ڏٺو نِت نروار،
ڪري اَنا الحق اقرار، تن سوريءَ سر سنباهيا.

(19)

اندر ٻاهر هڪڙو، حاضر ناظر نُور،
هو ڏس جنهين جو ڏُور، سو ڏوري ڏٺئون ڏيل ۾.

(20)

اندر ٻاهر آهہ هُو، ٻيائيءَ ٻولي وئي،
عاشقن ’اعجاز‘ چئي، پڪي سُڌ پَئي،
اناالحق چئي، تن سوريءَ سِرَ سنباهيا.

(21)

پن پن منجهہ پرين، تن من ۾ سو نُور،
پلپل پسڻ تنهنجو، پلپل پنهنجو پُور،
هنڌ هنڌ حُسن حبيب جو، هنڌ هنڌ ظهور حضور،
دلبر ناهي دُور، دائم ڪِن ديدن ڪان.

(22)

پن پن منجهہ پرين، هنڌ هنڌ هوت حضور،
ڏُنديارن دُور، پاٽان ڇاتو پرينءَ ڪان.

(23)

پن پن منجهہ پرين، هنڌ هنڌ ياقي يار،
سڀ جاءِ جانب جلوو، سڀ جاءِ جانب جنسار،
هر رنگ هر هر وسي، هر رنگ وَسڻهار،
عشق پسايو 'اعجاز' چئي، نظارو نروار،
دلبر جو ديدار، دمدم آهي دائمي.

(24)

وحدت جي واڪاڻ ۾، تَڪڙ طمع ڇڏ،
سُرگُر سان گڏ، ڪري ڪينر ڪلهي ۾.

(25)

وحدت جي واڪاڻ ۾، وجهہ مَ وِتي وار،
گڏ سدائين گهار، سُر گُر سان سمجهہ تون.

(26)

وحدت جي واڪاڻ ۾، توڏ، تڪبر تَرڪ،
ايءُ محبتين مَرڪ، اصل آهہ 'اعجاز' چئي.

(27)

وحدت جي واڪاڻ ۾، اوڳو ٿي مَ اُجهہ،
ڪر سَوايو ڪُجهہ، سيني منجهان سُرَ ڪي.

(28)

وحدت جي واڪاڻ ۾، ڪيو جنين پاڻُ،
سچڻ تنين ساڻُ، هَڏ نہ هيڪاندو ٿئي.

(29)

وحدت جي واڪاڻ ۾، ڪيو جنين ڪينو،
صاف تنين سينو، اصل نہ هوندو 'اعجاز' چئي.

(30)

وحدت جي واڪاڻ ۾، وَڏ ڦُڙي جيئن وَسُ،
تِهان پوءِ تسڪين سان، لاهہ قلب تان ڪَسُ،
گُروءَ سندو گَسُ، اهو اٿئي 'اعجاز' چئي.

(31)

جيڏهن ڪيڏهن تونُ جاني آهين جڳ ۾،
"وَهُوَ اللّٰهُ فِي السَّمٰوَاتِ وَالاَرض"، پڙهي معلوميت مون،
سڀ ۾ تنهنجون سپرين، سهسين ٿيون صفتون،
آئون نہ چوان ڏون، آهين تون 'اعجاز' چئي.

(32)

ٿيڏ ڇڏين جي ٿيڏي، تہ هيءُ هُو اٿئي هيڪ،
"آالانسان سِري وَاناسِره"، نرت نظر ڪر نيڪ،
آهي اهوئي ايڪ، احديت ۾ 'اعجاز' چئي.

(33)

احديت ۾ 'اعجاز' چئي، هر جاءِ جاٽج حق،
رندي ريت رسم جو، ساري سک سبق،
اندر مان احمق، تڙي ڪڍ تحليل سان.

(34)

تڙي ڪڍ تحليل سان، آذر عزازيل،
تہ نيٽن ڪان نيڙو پسين، جت ڪٿ رب جليل،
قلب منجهہ قنديل، ڪر روشن ربوبيت جو.

(35)

حقيقت ۾ هيڪ ٿيو، مرشد ۽ مريد،
معنيٰ آهي مزيد، اُلٽي هن اسرار جي.

(36)

ڪر روشن ربوبيت جو، ڏيئو رات و ڏينهن،
هڻج نعرو حق جو، نرتئون منجهان نينهن،
گدڙ ۽ شينهن، حقيقت ۾ هيڪ ٿيا.

(37)

حقيقت ۾ هيڪ ٿيو، صياد ۽ صيد،
بي رنگ جي بازيءَ جو، باطن آهي ڀيد،
وَرُ نہ لهي ويد، اُلٽي هن اسرار جو.

(38)

حقيقت ۾ هيڪ ٿيو، محيّ ۽ مُميت،
"عَليٰ کُلِّ شيءٍ مُحِيُطٌ"، هادي آهي حق جو.

(39)

حقيقت ۾ هيڪ ٿيو، آدم ۽ اللهؔ،
"آنا احمد" بلا ميمي"، آهي پاڻ گواهہ،
ويچو وِٿي ناهہ، پورا پُلج ڪيم ڪي.

(40)

قُلۡ هُوَ اللّٰهُ اَحَدٌ اَللّٰهُ الصَّمَدُ سوئي،
لَمۡ يَلِدۡ وَلَم يُولَدِ، ڪونهي تنهن ريءَ ڪوئي،
وَلَم يَکُن لَّهٗ کُفَوًا اَحَدٌ، هادي هر دوئي،
دليئون دلجوئي، انهيءَ ڪئي 'اعجاز' چئي.

○

# ڪافيون

جو ”ليسَ ڪَمِثلِهٖ“ آهي، پرين سو آپڻ جهڙو،
بنا ڪنهن مرد ڪامل جي، نہ آ پئي ڪي ڏسڻ جهڙو.

چوان آئون ڪيئن آهي ڪهڙو، ڏنس جنهن جيئن تنهن سان تهڙو،
اصل ڪان ئي اصل اهڙو، دليون ڪلندي ڪسڻ جهڙو.

ڪٿي محبوب سو پيارو، ڪٿي عاشق آنا وارو،
ڪٿي نيڙو ڪٿي نيارو، ڪٿي گهرو گسڻ جهڙو.

سوئي مشرق سوئي مغرب، سوئي ”انحن اقرب“،
سوئي رهبر سندم سو رب، سوئي جت ڪٿ وسڻ جهڙو.

لالڻ جي لِڪ لقاء ڪي ڪو، ماڻيندو بن بقا ڪي ڪو،
’اعجاز‘ اِرتقا ڪي ڪو، رسي عاشق رسڻ جهڙو.

مالڪ مولىٰ هادي الله، پاڻ تو ڄاڻي پنهنجي قدرت.

ڄالاءِ تي آدم داڻو کاڌائين، ڄالاءِ تي يوسف آئينو ڏنائين،
ڄالاءِ تي موسىٰ وري بہ سکيائين، سبق خِضري صبر ساڄاهہ.

ابراهيم تي آڙاهہ تي آيو، عيسىٰ تي بي ولد ڄايو،
يونس تي شِڪم ماهي وسايو، ڪير هو مجرم ڪير گناهہ.

اَحد منجهان تي سڏيَئين احمد، بات اها آهي بالا بيحد،
پاڻ ٿي حميد هو، ڪيائين ڪنهنجو ٿي حمد، وَر رکيائين وڏو اِت واهہ.

'اعجاز' علي[ع] تي جلال وارو، مُلحدن تي ڪيائين مارو،
شاهہ حُسين[ع] تي سورهيہ سويارو، سجدي ۾ ڏنائين سِر ۽ ساهہ.

○

هم ساڳ آهي هر رنگ ۾ هُو، هِن سِر ۾ هُو، هن سُنگ ۾ هُو.

وحدت ۾ هو، ڪثرت ۾ هو، ماتم ۾ هو، مُسرت ۾ هو،
جوانن واري جنگ ۾ هو.

مومن ۾ هو، ڪافر ۾ هو، مسجد ۾ هو، مندر ۾ هو،
مُلين مشائخ ملنگ ۾ هو.

وڻ ٽڻ واهڻ واديءَ ۾ هو، شور شغل شمع شاديءَ ۾ هو،
روهہ جبل جهر جهنگ ۾ هو.

ساز آواز سرگم ۾ هو، تانُ تراني ترنم ۾ هو،
اُپنگ چنگ مِرڏنگ ۾ هو.

حُسن حسين حرڪت ۾ هو، ناز نياز نزاڪت ۾ هو،
زُلفن جي وَر ونگ ۾ هو.

اَحد منجهان ٿي احمد آيو، سِر 'اعجاز' ٿيس سجايو،
رنگ ۾ رهي بيرنگ ۾ هو.

○

هميشہ حمد ۾ هوندا، حقيقي حال جا طالب،
خُمر خاصي خُماريا سي، خُدائي خيال جا طالب.

نَفيءَ جي سير مان نڪري، ويا اِثبات ڏي اُسري،
نسنگ نروار ٿيا نِسري، عجب احوال جا طالب.

ڄاڻو سڀ ڄاڻ ڄاڻن ٿا، تندو پيو ڪين تاڻن ٿا،
عجب احوال آڻن ٿا، اَمر اعمال جا طالب.

برهہ جو بار چايو جَنِ، اَناالحق گيت ڳايو تنِ،
اُتاهون عشق آيو اَٽنِ، ناهِن اڄ ڪالهہ جا طالب.

مشاهدي واريءَ محفل جو، مزو ماڻيو مري جيءُ جَنِ،
مَهيسي مرد سي ماهر، نہ ٿيندا مال جا طالب.

مُلاقي روز محشر ۾، سيئي محبوب سان ٿيندا،
جيڪي هوندا محبت جي، ذري مثقال جا طالب.

گھُمي هِند سنڌ هر پارا، ڏٺم 'اعجاز' سڪ وارا،
وڏي هئا مرتبي وارا، عليؑ جي آل جا طالب.

○

هتي آئين پلي آئين، پلا چٹو چو لڪي آئين،
انهيءَ اسرار جي سُڌ ڏي، عدم ۾ ڪيئن ٽِڪي آئين.

غلاميءَ جي غلافن ۾، طبل شاهي طوافن ۾،
ڪشالن ڪوهه ڪافن ۾، ڪنهنجي ڪارڻ سڪي آئين.

ڇڏي تون تخت کي تُرتئون، پُڇائي رَنگپور پِرتئون،
نياز و ناز سان نِرتئون، ڪمڙي چاهئون چِڪي آئين.

ڪٽورا نيڻ ڪج ڪالا، اهي بٽچيون اهي پالا،
هٽي ڪيئن مست متوالا، عجب چالا سکي آئين.

مڄيو 'اعجاز' مڄڻ جي لاءِ، پر م جسمي پڄڻ جي لاءِ،
وري واپس وڃڻ جي لاءِ، ڪري ٻولي پڪي آئين.

○

اسين جهڙن گُذارن ۾، اسان جي تار تُون هين تُون،
خزائن ۾ بهارن ۾، اسان جي تار تون هين تون.

بحر، بر، بَن، بيابانن، خُلاصن خوش خيابانن،
اِرم جهڙن نظارن ۾، اسان جي تار تون هين تون.

حَسينن ڪي قبيحن ۾، حبيبن ڪي رقيبن ۾،
هجون جن جي پيارن ۾، اسان جي تار تون هين تون.

جيڪا موسم اچي سامهون، انهيءَ کي ڏيون ٿا هي نامون،
اُونهارن ۾ سيارن ۾، اسان جي تار تون هين تون.

اسين ڏک سک ۾ هڪ جهڙا، اسين اُج بک ۾ هڪ جهڙا،
ڏڪارن ۽ سُڪارن ۾، اسين جي تار تون ئي تون.

جُهڙن جهولن تتن ڪاڙهن، گهيڙن گهارن چڪڻ چاڙهن،
اُونَهن غارن انڌارن ۾، اسان جي تار تون هين تون.

اسان جو دم قدم آ شُد، اسان جي حال تي شاهد،
اورارن ۾ پرارن ۾، اسان جو تار تون هين تون.

روزن ۾ چئين جي عيدن ۾، غمن دردن شديدن ۾،
گلن چئين جي خارن ۾، اسان جي تار تون هين تون.

اسين توڙي خُمارن ۾، عجب عيشي قرارن ۾،
نگارن ماهہ پارن ۾، اسان جي تار تون هين تون.

اسان جي جهات هر خاني، خدا جي ذات هر خاني،
اسين دم دم ديدارن ۾، اسان جي تار تون هين تون.

ڪٿر ڪس جي خبر ڪانهي، انهيءَ پاسي نظر ڪانهي،
ڪٽڻ ڪاسن خرارن ۾، اسين جي تار تون هين تون.

وساريون يار کي ڪو دم، ڪفر ۾ غار ٿيون سو دم،
انهيءَ آهيون اوتارن ۾، اسان جي تار تون هين تون.

اسان جي تار اثباتي، چوي 'اعجاز' آ ذاتي،
مجيل منصور پارن ۾، اسان جي تار تون هين تون.

○

واهہ مولیٰ سائين، جيئن جنهن کي واهين، تيئن سو وهي ٿو.

ابتو واهين سبتو واهين، ڪُپتيو واهين سُپتيو واهين،
تنهنجي اڳيان نہ ڪنهن جي ناهہ، جيئن جنهن کي واهين، تيئن سو وهي ٿو.

اڪڙو واهين جي مڪڙو واهين، ڏيو واهين جي چڪڙو واهين،
توکي سُونهين تنهنجي صلاح، جيئن جنهن کي واهين، تيئن سو وهي ٿو.

اُڃ سان واهين جي بک سان واهين، اوسر لائي جي سُک سان واهين،
تو هٿ هادي سيئي ساهہ، جيئن جنهن کي واهين، تيئن سو وهي ٿو.

وَهو بہ واهين جَڙا بہ واهين، چوتا بہ واهين بڙا بہ واهين،
توکي آهي اها آگاهہ، جيئن جنهن کي واهين، تيئن سو وهي ٿوَ.

ڏائي بہ واهين سائي بہ واهين، تائي بہ واهين جي لائي بہ واهين،
ڪُل سُوڌي مٿي تنهنجي نگاهہ، جيئن جنهن کي واهين، تيئن سو وهي ٿو.

'اعجاز' چوي منهنجو وهڻ چاهي، آئون تہ وهان ٿو توکي نگاهي،
ڪيئن نہ چرخو چلائين ٿو هرگاهہ، جيئن جنهن کي واهين، تيئن سو وهي ٿو.

○

اول آخر نُور مُقرب، لَا اِله اِلّا هُو، ظاهر باطن ونحن اقرب، لا اِله اِلا هُو.

- غائب حاضر، قائم قادر، مشرق توڙي مغرب، لا اِله اِلا هُو.

- قانع مانع، ثاب صانع، نافع رافع هڪڙو ئي رب، لا اِله اِلا هُو.

- هر رنگ اولي، پوليون پولي، ڪڏهن مُلون ڪڏهن مُطرب، لا اِله اِلا هُو.

- هند، سنڌ، ايران، ڪابل، ڪنعان، يورپ، يونان، يثرب، لااِله اِلا هُو.

- هر راز، انهيءَ جو 'اعجاز'، انهيءَ، جو مئخارو رندي مشرب، لا اِله اِلا هُو.

O

ڪر خيال ختم ٻيا لِڪَ ۾ تون، وڃ پيهي الله آلڪَ ۾ تون.

ريءَ الله جي نا ڪجهہ ناهي، جيڪي آهي اُهوئي آهي،
پاءِ تنهن کي هر مک ۾ تون.

ڪام ڪروڌ ڪينو ڪتي ڇڏ، موهہ مَمت ڪان منهن مَٽي ڇڏ،
ٻَجهہ نہ ٻيائيءَ ۽ ٻَڪَ ۾ تون.

واندا اِلاهي عشق سان واڳجُ، جُڳ جُڳ جيئڻ لاءِ جاڳي جاڳجُ،
پئُہ نہ پرائي پرک ۾ تون.

لاءِ 'اعجاز' لاهوتي لولي، لا اِلٰه اِلا هُو هُو ٻولي،
نت سدا ڏک سک ۾ تون.

○

جيڪو دليون لُٽي ٿو لُٽير، ڪر تون صحي سو، پَرَ ۾ پهي سو.

نالو انهيءَ جو رنگي آهي، بي انت بازيگر انگي آهي، سڀ ۾ سندس سِر سير،
ڪر تون صحي سو، پر ۾ پهي سو.

جنهن جو مُلڪ مڪان نہ هڪڙو، پار پتو رند نيشان هڪڙو،
هڪڙو سندس منهن نہ پير، ڪر تون صحي سو، پر ۾ پهي سو.

لامڪاني لاريب سوئي، حاضر غائب بي عيب سوئي،
ڦند نہ وٽس ڪو ڦير، ڪر تون صحي سو، پر ۾ پهي سو.

ڏسڻ وارن ڏي هو بہ ڏسي پيو، حال محرم ٿيو خوب هسي پيو،
من جو مٿائي مير، ڪر تون صحي سو، پر ۾ پهي سو.

نڪ اکيون سِر صورت رکي ٿو، لوڪ اجان تنهن کي ڪين لکي ٿو،
اهو بہ 'اعجاز' ڏس انڌير، ڪرِ تون صحي سو، پر ۾ پهي سو.

○

# ڪافيون

اوهين ڪا نظر فرمايو، خُدارا خاتم الآنبياء،
خطائون درگُذر پانيو، خدارا خاتم الانبياء.

اوهان جو درخدا جو در، خدا جو در اوهان جو در،
بيگانہ در نہ تَڪرايو، خدارا خاتم الانبياء.

اگها عاصي اڙيا عاجز، ڏيهان تڙيل ڏکيا ڏُتڙيل،
پورا پُليل سڳر لايو، خدارا خاتم الانبياء.

نگاهِ ڪرم سان آقا، ڪريو آسان مشڪل سڀ،
اوسيئڙن ۾ نہ اُلجهايو، خدارا خاتم الانبياء.

مونجهارا غم زماني جا، توڙي دارالبقا وارا،
ميٽي ڪُل مُنهڙو مرڪايو، خدارا خاتم الانبياء.

اسان جو سوال نيارو آ، اسان مان ٿي اسان کي ڏيو،
سيني وارو تہ سرمايو، خدارا خاتم الانبياء.

گُناهن جي سياهيءَ کان، سچي دامن سياهہ آهي،
اُجاريون ڪيئن سو سمجهايو، خدارا خاتم الانبياء.

نِڪارن ناقصن جي هِت، اوهان ريءَ ڪا پوا ڪانهي،
اوهين سڏ تن جا اونايو، خدارا خاتم الانبياء.

نڪي زَر مال گهرجي سون، نہ ڪا ناداري گهرجي سون،
پنهي ذلتن کان ڇڏرايو، خدارا خاتم الانبياء.

اوهان جي پاسباني سان، اسان جي سنڌ سائي آ،
مٿان تنهن مهر برسايو، خدارا خاتم الانبياء.

وَ اَمَّا السّائِلَ فَلاَ تَنهَرُ، ڪيو هي قول قرآني،
نہ هن سائل تي ڌُرمايو، خدارا خاتم الانبياء.

اوهين مولئِ اوهين ملجا، اوهين مختار ڪُل آهيو،
اوهين 'اعجاز' برسايو، خدارا خاتم الانبياء.

○

مدينې جو منظر شهر اَللهَ اَللهَ، انهيءَ ملڪ جو هر بشر الله الله.

- اُتي واري هلچا جهُڪيل ڪنڌ نظرون، ذڪر هر زبان تي شڪر الله الله.
- اتي واريون شامون اتي واريون صُبحون، اتي واريون گهڙيون گذر الله الله.
- عطر اوتُون ڏي اُتِ اُبارا اچن ڪئين، حِنا مشڪ موتيو عَنبر الله الله.
- سي ماڙيون سي چاڙهيون گهٽيون چونڪ غُنچہ، سي شاخون شجر با ثمر الله الله.
- وٺي قلب اُتِ تو صفت بيخوديءَ جي، وڃي جَرس جيئن تو جِگر الله الله.
- ڪروڙن لکن جون وڃڻ سان، اتي سڀ خطائون تين درگذر الله الله.
- ماٺهون جِنّ ملائڪ چُمن مڙيو چاهئون، گُنبذ سبز اَطهر جو در الله الله.
- لڳو رنگ اُتي جو انهن عاشقن کي، عُمر پر ڪيو جن صبر الله الله.
- انهيءَ پار جي سِڪَ ۾ سعيو سجايو، انهيءَ پار وارو سفر الله الله.
- اُهي واديون نهرون اهي دشت صَحرا، اهي چشما پاٽي اوڪر الله الله.
- اُهي جبل جهرنا اهي غار جايون، اهي تاڪ بينڪ توهر الله الله.
- پسي اِيءَ نظارو مٿس رشڪ ڪن تا، مهرو ماهہ ڪامل بدر الله الله.
- سُنبل سَروُ نرگس صنوبر هزارا، نخل ناز کن ڪڍيو ڪر الله الله.
- حرم بيت حُجرا صحن صاف اُجرا، سونهن پيا سي سر بسر الله الله.
- مديني مڪي جا مُنور منارا، مٿان تن جي چانيل اَبَر الله الله.
- انهيءَ ڏيهہ پسڻ لاءِ تا هر سال ڪئين ڪن، صَدق ساهہ سِر زَر زيور الله الله.
- اگهن مَن ڪي 'اعجاز' منهنجون بہ آهون، پسان ملڪ سو در سڳر الله الله.

○

مٿي مُربي موهيو عربي، مُلڪ ملڪوت وارن ڪي،
عجب شعلا نظر آيا، اُتي جَبروت وارن ڪي.

گليون ديدار جون دريون، حُورون پريون ٿيون چريون،
تَجليون تاب تک پريون، لڳيون لاهوت وارن ڪي.

جنت فردوس جون جايون، گهمي محبوب سڀ گهايون،
حضوري حال جون لايون، هُونگون هاهوت وارن ڪي.

نعرا نينهن جا لڳا نيارا، عيان اسرار ٿيا سارا،
اُتان بخرا برهه وارا، مليا باهوت وارن ڪي.

ڪما حق سير قوسيني، ڪيو سردار ڪونيني،
رنديءَ جي راز رنگ ريني، نايو ناسوت وارن ڪي.

سيد سرتاج وحدت جو، صاحب ’اعجاز‘ صمديت جو،
لائي ٿو رنگ معرفت جو، صبر ثابوت وارن ڪي.

○

اچي آسان مُشڪل ڪر، حبيبِ ڪبريا هادي.

رحمت للعالمين سِر تون، نبي روح الاَمين سر تون،
شفيعُ المُذنبين سر تون، تُنهنجي هر ڪنهن تي امدادي.

ڪنا ڪوجها تُنهنجا آهيون، وجي ڀي در تتا دانهيون،
اُميدون ڪينڪي لاهيون، آهيون لڏ فيض فريادي.

برابر آهيون بي سمرا، ڏوهاري ڏاڍا ڏڏ ڏُڀرا،
اسان جا قلب ڪر اُجرا، وهائي نور جي وادي.

ڏي بيواهن کي پرواسو، دمادم داد دلاسو،
آهي 'اعجاز' اَرداسو، ٿين ويرانا آبادي.

○

قائم قُدسي ڪُلاھہ، سچڻ سِر ڪلنگي ڪلنگي،
لولاڪ لَما گواھہ، سچڻ سر ڪلنگي ڪلنگي.

اَنا احمد سمجھہ اِشارو، چئي ٿو آھيان الله،
سچڻ سر ڪلنگي ڪلنگي.

مُرصع جامون تاج مُبارڪ، وھوا جلوو جاھہ،
سچڻ سر ڪلنگي ڪلنگي.

لاتُدرِڪہُ اَل چئي تہ لڪو آ، صورت آدم ۾ واھہ،
سچڻ سر ڪلنگي ڪلنگي.

ڪين ڏسي اِھو ڪڏھن نظارو، ڪو نظر جو ڪوتاھہ،
سچڻ سر ڪلنگي ڪلنگي.

سير ڪرڻ لاءِ سھڻل سائين، ٿاھي آيو ڪھڙو ٿاھہ،
سچڻ سر ڪلنگي ڪلنگي.

حُسن جو ساٿس ھر ھميشه، سلح سامان سپاھہ،
سچڻ سر ڪلنگي ڪلنگي.

عشق 'اعجازا' عاشقن کي، ملي ڪيائين مُباح،
سچڻ سر ڪلنگي ڪلنگي.

○

مِنا محبوب موليٰ جا، اوهان کي هيءَ صدا آهي،
ناڪامن ناقصن تي نِتِ، ڪرم ڪامل ڪريو ڪاهي.

اوهين آهيو شاها شافي، اوهان جو اسم آ ڪافي،
اوهين هِتِ هُتِ ڏيندؤ معافي، اوهان ريءَ ڪا پوا ناهي.

اسان جا ڪئي ڪمائي آ، اوهان کي روشنائي آ،
عُمر گذري اجائي آ، گناهن ۾ گاهي گاهي.

ڪريو عاصين متي مروت، سڀاجها پاجهه ۽ شفقت،
هلايو اهڙي ڪا حڪمت، امارو نفس ساجاهي.

وٺي ”لاتقنطوا“ وارو، سهارو آسرو چارو،
سليو سون حال سڀ سارو، چڏيو رڻ ڪيم ڪِي راهي.

اِجابت ٿئي عنايت ٿئي، هدايت ٿئي حمايت ٿئي،
حاصل ڪو حال حق جو ٿئي، اِئين ’اعجاز‘ ٿو چاهي.

○

رسولُ الله جهڙو رهبر، نڪو پيو ٿيو نڪي ٿيندو،
سيد جو هم قدم همسر، نڪو پيو ٿيو نڪي ٿيندو.

شَفيعُ المذنبين ٿيندو، برابر ڏينهن محشر جي،
سوئي آ صاحبِ ڪوثر، نڪو پيو ٿيو نڪي ٿيندو.

اِمام المُرسلين آهي، مٺو مُربي اُمي عربي،
احمد ڄام جان اطهر، نڪو پيو ٿيو نڪي ٿيندو.

هلي جيئن هاشمي هر هر، لڏيون سارون سقيمن جون،
يتيمن جو ائين ياوَر، نڪو پيو ٿيو نڪي ٿيندو.

"لواءِ الحمد" جو حاصل، سدائين داد گر سڀ جو،
اهڙو عادل دنيا اندر، نڪو پيو ٿيو نڪي ٿيندو.

ڪلام الله نازل شُد، اُمر جي شان ۾ يارو،
وڏي اُن کان پلو برتر، نڪو پيو ٿيو نڪي ٿيندو.

لکين احسان لَک لائق، ڪيئين 'اعجاز' لاغر تي،
منهنجو محب سو منور، نڪو پيو ٿيو نڪي ٿيندو.

○

نظر آيون آيون هُو پاڪ نيلون، اگهيون در عجيبن آهون آپيلون.

اُڪنڊ سڪ کي آهي لکين ڪوهہ لحظو، جهوتي عشق سان پُڄي ڪو نہ پَهہ ڪو،
انهيءَ پور توڙيون، زنجيرون ڪٿين ڏِيلون.

لٿو پنڌ پيرن تان معافي منزلون ٿيون، مُرادون بہ پوريون من گهُريون ٿيون،
وِڪان ويجهيون پانيان، سهل سڀ سبيلون.

هِتي ڪولي هلندا جي دل واريون ديدون، هِتي تن لاءِ حج آ هُتي تن لاءِ عيدون،
مبارڪ جا مُستحق، اُهي بي دليلون

ڏسڻ هن اکين کي اهو نت ڏنائون، ڪرم پاجهہ 'اعجاز' ڪوجهن تي ڪيائون،
حاصل حال ٿيڙن چُٽيون قالون قِيلون.

○

وهوا عربي ربّي دا جلوا جهلک، جنهن دي کيتي تي ڳيا فرش فلک.

جڏان آدم ۾ وِچ اهو نور آيا، تڏان مَلکان تي سجدا اُمور آيا،
پِڇي هر جاءِ کريندا ظهور آيا، پاکي بُرقعا بشر دا پوش دَلق.

سِر ميم دا شَملا شاهہ پَڏا، لولاک لَما دا لقب لڌا،
کُل نبيان کنون دم قدم وِڌا، معراج کيتس هر پَلک پلک.

هي پاک سو پيارا سراپا حق، انوار اپارا سَراپا حق،
تنهن دا حُسن نظارا سراپا حق، قربان اُهين تون حور و مَلک.

لڳا عشق جِنهان کون عربي دا، مٺي مدني محمّد مُربي دا،
لٿا طعنا اُنهان تون بي قربي دا، آ کان مُقرب 'اعجازا' تنهان قيام تلک.

○

# بيت

(1)

صوفيءَ واري سُنگ جو، عليءَ پير امام،
هاديءَ حيدر شاهہ جو، گُودڙيو ڪُل غلام،
"مَن عرف نَفسهٗ فقد عرف ربَّهٗ" قائم قول ڪلام،
تسليم ڪيو طالبن، تنهن کي تر تمام،
سجدو ۽ سلام، سُونهي در سيد جي.

(2)

صوفين واري سُنگ جو، عليءَ پير اڳواڻ،
سلسلي صوفين جو، سيد آ سرواڻ،
پياريئين پرت وندن کي، مٿي سندو مهراڻ،
سلي سِر سلوني جو، پڌر ڪيائين پاڻ،
خاص اهو اُهڃاڻ، امامت جو 'اعجاز' چئي.

(3)

صوفين جي سُنگ جو، آقا عليءَ پير،
لائقِ ستائش سو، لائقِ توقير،
ڏنگ پياريو ڏرس ڪري، دليون دستگير
فائز تنهنجي فياضيءَ سان، فالم هي فقير،
"من طلب شيءً جد وَجد"، سخن سندس سُڌير،
سيد سندو سير، مدد محتاجن جي.

(4)

صوفين و/ري سُنگ جو، عليؑ پير آقا،
عشق جا 'اعجاز' چئي، ڏيکاريئين ڏاڪا،
فرض ڪيائين فقيرن تي، فقر ۽ فاقا،
"أنا مدينةُ العلم وَ عليٌ بابها"، چيو عربي پاڪ آ،
نانگا ملنگ نوازيئين، عارف عُشاقا،
نينهن سر ناڪا، تڏهن واجب ٿيا تنهن وير جا.

(5)

صوفين واري سُنگ جو، آ سرگروه عليؑ،
رهبر سو رحمان جي، راسخ راهه ڳلي،
تصوفيت جي تنهن وٽان، هر دم واٽ هلي،
لُدنيءَ جي لقاءَ جو، واقف وِيرُ ولي،
ڪونہ رهيو ڪو تنهن کان، راز خفي جلي،
انهيءَ در 'اعجاز' چئي، جهولي جنهن جهلي،
پُران پُر ملي، تنهن کي سا ترت ٿي.

(6)

اَجهي عليؑ شاهہ جي، عاجز جي آيا،
پـــڙ پــوٽــا انهــن جــا، ڊول پـريـن ڊايـا،
پـارس پهـرايـا، تـن کـي پـوٽ پـريـت جـا.

(7)

اَجهي عليؑ شاهہ جي، آءٌ تہ لهين مانُ،
جوئي مڱندين سوئي لهندين، دران تنهنجي دانُ،
عين اليقين 'اعجاز' چئي، سيد سِر سبحانُ،
اٿئي جي ايمانُ، تہ ديک نہ ٻيا در مڱڻا.

○

# ڪافيون

جن کي عشق آهي پنجتن پاڪ جو، تن کي خوف کھڙو قبر خاڪ جو،
اهو ڪيو اعتبار، انهيءَ در جا پينار، هوندا باغ بهار، ساري سپ چمار.

آدم صَفيُ الله، موسيٰ ڪَليمُ الله، ابراهيم خليل الله، عيسيٰ روحُ الله،
سانيڌي سوز صَاحب لولاڪَ جو، پاتئون انعام عبدي اِملاڪ جو.

عاشق عالم، سالڪ سالم، فاتح فالم، معارف مُعلم،
اتان سبق سکيا اخلاق جو، اعليٰ علم عقل ادراڪ جو.

عدني، عرفاتي، مصري، گجراتي، هندي، هِراتي، سنڌي، سواتي،
پڙهي پنو ڏسو الهاڪ جو، ڪم ناهي ڌاڙ ڀڻاڪ جو.

ڳاءِ 'اعجاز' ڳُڻَ پنجن جا، هر دم هر جاءِ تن هنجن جا،
اُهي ڪڪر آهن هن ڪاڪ جو، ڪندا غور سي سپ غمناڪ جو.

مولي تون مولي، تون مولي تون مولي،
علي[ع] نام تُنهنجو، لاهين تون اولا.

بشر جي اولي ۾ آئين برابر، مگر آهين سر تون اِلاهي سراسر،
سُجاڻي ويا توکي هي تنهنجا ثناگر، وهم غم وِيڙا ڀڳا ڀوَ ڀولا.

مُهر دار تنهنجا ملڪ جِنّ ماڻهو، ڳائيندا ويا ڪئين تنهنجا ڳُڻ ڳاڻو،
حقانو تون هادي، حاذق حال ڄاڻو، اسين آهيون تنهنجي گولن جا گولا.

پرِيندي ڏنو جن تنهنجو در اچي، پياريئي تني کي سڌي سُرڪ سچي،
مري ٿيا سي منصور مهل ۾ مچي، ڀِيَن قرب تنهنجي جا قابو ڪڙولا.

هلياسون هاهُوت ڏي حيدر جي حڪم سان، اٿئون عشق 'اعجازا' اُنهي جي اسم سان،
رنگي روح چڙهيئين رندي رِيت رسم سان، لنگهياسون لُڙ لهريون جهڪون جهُڙ جهولا.

○

هر هر گداگر آهيان، حيدر حُسينؑ جو،
پينو پياسي پينار، پڄري پاڪ چمڻ جو.

ڪنگڻ ڪولابو ڪنڌ ۾، ڪنتو ڪستو ڪين لاهيان،
هڪ عشق اندر ۾ انگ تي، اَلفي پرت منجهان پيو پايان،
شاهِ نجف ڏي ڪاهيان، اٿم تانگهو تنهن پيٽڻ جو.

گودڙيو آهين گولو تن جو، هل لانگوٽيا لاهوت،
تُرت طمع کي ترڪ ڏيئي، تون ڪر نفي نابود،
تنهنجو پنج ڪَٽي آ قوت، هاڻي هوڪو ڏي هلڻ جو.

حُر وانگر ٿي حُر حقيقي، ڪر ڪليجو قربان،
نانگو ٿي تون ڪڻ نقارو، چوڪِي ڏي تنهن چوگان،
'اعجاز' ! علي[۴] ڪان دان، گهُر تون محب ملڻ جو.

○

جنهنجو موليٰ عليؑ سان پيار نہ آ، تنهنجي ڪلمي تي اعتبار نہ آ.

عليؑ آهلِ خدا، عليؑ اهلِ شفا، عليؑ اهلِ سخا، عليؑ اهلِ وفا،
ڪئي جنهن بہ صدا، عليءَ در تي گدا، اهو خالي ڪڏهن ويو يار نہ آ.

جنهن کي پياس پنجن جي هوندي گهٽي، تنهن کي محشر ۾ مرهيندو ڏٽي،
جيڪو مُنڪر ٿيندو سمجهي سُٽي، سو چئبو حلالي ٻار نہ آ.

منهنجي شير جلي جهڙو پيو ڪو ڏس، اهڙو بانڪو بهادر ٿيو ڪو ڏس،
سواءِ حيدر خيبر ڪنهن ڪٽيو ڏس، جتي آهي عليؑ اُتي هار نہ آ.

جهلي دامن جنهن بہ حيدر جي اچي، رنگي رنگ ۾ ويو هِتِ هُتِ سو رچي،
اها ڳالهہ 'اعجازا' آهي سچي، هن ۾ ذات ذرو ڦير ڦار نہ آ.

○

يا عليؑ مُشڪل ڪُشائي ڪر اچي، رَهَه رُلين جي رهنمائي ڪر اچي،
حق رسيدا حق رسائي ڪر اچي، بيواهن جي واهه ڪائي ڪر اچي.

- حق ۽ باطل جي وچان، پئي سيّدا، صِف شِڪن تي سپ صفائي ڪر اچي.
- تون سلُوني سِر سليندڙ سر ربّي، فاش اڄ هي ڳُجهه ڳُجهائي ڪر اچي.
- تون وِلَهن جو واهرو مُلجا موليٰ، عاجزن اڙين جي آجائي ڪر اچي.
- تُنهنجا توکي ئي سڏيندا جابجا، سڏ سُڻي تن جي سڻائي ڪر اچي.
- نابرن جو تو متي آ ننگ ننگي، بد بُرن سان تون ڀلائي ڪر اچي.
- نام تُنهنجي سان اچان 'اعجاز' چئي، ڇو حسد آهي اڇائي ڪر اچي.

○

دل علي المُرتضيٰ جي ڳالھ ڪر، شهنشاھ شيرِ خدا جي ڳالھ ڪر،
هادي حيدر حق نما جي ڳالھ ڪر، مومن جي مھ لقا جي ڳالھ ڪر.

- صد سلامن ساڻ صلواتون پڙهي، پوءِ وصيءِ مُصطفيٰ جي ڳالھ ڪر.
- شان ۾ جنهن جي ٿي نازل هَل اَتيٰ، تنهن بهادر بي بها جي ڳالھ ڪر.
- پيا پين جي ڪن پلي پر تون سدا، ساقيءِ ڪوثر ڪَفيٰ جي ڳالھ ڪر.
- دم اٿئي جيسين تہ تيسين دمبدم، جابجا مشڪل ڪُشا جي ڳالھ ڪر.
- سڀ طريقن سِلسلن جي مور منڍ، پِر پُريائتي پيشوا جي ڳالھ ڪر.
- لافتيٰ اِلا عليؑ لاسيف چئي، فاتح خيبر فَتيٰ جي ڳالھ ڪر.
- مُشڪ عِطر سان ملي هر هر دهن، تون محمدؐ جي موليٰ جي ڳالھ ڪر.
- با ادب ٿي نياز نئڙت عجز سان، زُهرا جي شوهرِ باوفا جي ڳالھ ڪر.
- بوُالحسنؑ بابُ العِلم پدرِ حسينؑ، صف شِڪن صفدر صفا جي ڳالھ ڪر.
- نت نوازيا ناتوان 'اعجاز' جنهن، سربسر تنهنجي سخا جي ڳالھ ڪر.

O

اسان جو تہ ساقي عليؑ آ عليؑ آ،
ڏيندو پَٽ عُشاقي عليؑ آ عليؑ آ.

ڪلا دار ڪامل ڪما حق ڪلالي،
قائم سِر قدسي، ڪده ور ڪمالي،
موڪي مد ميثاقي عليؑ آ عليؑ آ.

سُهڻي سانگ سونهاري سبحاني سِر سان،
ببر خير پيالي فياضي نظر سان،
مٿيءَ تي مُلاقي عليؑ آ عليؑ آ.

سيد جي سَري وٽ مٿا مٽي ڪشن جا،
سوين سُنگ ميڙا سٿا مٽي ڪشن جا،
سندن يار ياقي عليؑ آ عليؑ آ.

رُومي، شمس، منصور، قلندر، بلاول،
بُلا شاهہ يٽائي سچل مصري بيدل،
سين وٽ اوطاقي عليؑ آ عليؑ آ.

دارون درماندن جو عليؑ دست در آ،
اهوئي 'اعجاز' قَسِيمُ الڪوثر آ،
بقا بِاالله باقي عليؑ آ عليؑ آ.

○

اسان جو شاهہ تان حيدر، سر سُبحان تي آيو،
سخا واري صفت ۾ سو، سُخن سلطان ٿي آيو.

شهنشاهہ شير شُجاعت لاءِ، اول آخر امامت لاءِ،
مُصافحہِ ميل محبت لاءِ، يَدِ يزدان ٿي آيو.

مُحقق مُک مُغان ماهر، طبعي فطري، تقي طاهر،
اصل باطن توڙي ظاهر، لالڻ لاثان ٿي آيو.

علي گُر پير مَلڪن جو، سونهون فرش فلڪن جو،
واقف سر سير و نحن جو، سگهر سرواڻ ٿي آيو.

چوڻ وارن چيو حق آ، شُبهہ تنهن ۾ نڪو شڪ آ،
محمد ص ۽ علي ع هڪ آ، نہ ٻي جِند جان ٿي آيو.

ڪعبي واري ولادت سان، سُجودِ حق شهادت سان،
عجائب ان عبادت سان، بَري بُرهان ٿي آيو.

’اعجازا‘ عاشِقن جي لاءِ، اوليائن عارفن جي لاءِ،
پنهنجي شَهہ شائقن جي لاءِ، بدل باران ٿي آيو.

○

هٿ حيدر جي دامن ۾ پاتو اسان،
صحي پنهنجو سهارو سُڃاتو اسان.

ڏِئوسون نہ ڏِسنداسون ٻي ڪنهن جو در،
آهي پاڻ شاهد عليؑ موليٰ سر،
جپيو نام تنهنجو ڏينهان راتو اسان.

جهڙا آهيون تهڙا وڃيو پيش پَئُون،
پايو پاند ڳچيءَ نَيو اُت نئون،
ڪري ڪعبو قبلو سو ڄاتو اسان.

ڏيندو ڏڏ ڏوهين کي مغان پِير معافي،
اسان ڪاڻ آهي سو ڪافي سو شافي،
تڏهن آهي تنهن کي تہ ڳاتو اسان.

آهي هو اسان جو اسين هُن جا آهيون،
چاهي هو اسان کي اسين هن کي چاهيون،
ائين نِتِ نباهيو آ ناتو اسان.

ڏني سُرڪ ساقيءَ سچائيءَ سندي،
وِرهہ عشق 'اعجاز' وفائيءَ سندي،
ورتو پِير پارس پُرياتو اسان.

○

يا عليؑ مُشڪل ڪُشا، هادي همت قوت ڏجان،
بينوا بدبخت تي، ڪامل ڪرم ڪاهي ڪجان.

هي رُليو رهدار روڳي، تُنهنجي آهي آسري،
آءُ اچي ڪو تنهن کي آجو، غير ٻيائي جي ٻجان.

رهنمائي ساڻ ڪريو، راھ آسان عشق جي،
پنڌ اَپر آ ڏور منزل، سيّدا ساٿي ٿجان.

جي اوهان جي ٿئي نظر تان، خاڪ ڪيميا ٿي پوي،
ديد لائي پيچ پائي، ناقصن کي هُتِ نِجان.

عين ڏوهي آهيان، ’اعجاز‘ چئي سُڻ ساقيا،
آئون سمر اڳئين سفر جو، ڪونہ ٿو سر ۾ سجهان.

○

حيدر پير، خيبر گير، وارث وير وسيلا،
واهر واهه، ٿي وي شاهَه، رهبر راهَه رسيلا.

چمنڊي چام، تون امام، تنهنجو نام عليؑ آ،
پاڪيزا پير، ٻبر شير، پري هير هلي آ،
پون تاب، هي شتاب، مهٽي هاب جا حيلا.

حاسد هور، ڪن ٽا شور، ڪُزاڪور ڪنورا،
ٽيا نفاق، منجهان عاق، آهن تاڪ اٺورا،
تون رسين، نڪ ڪپين، ڦڪا ٽِين ڦسيلا.

تُنهنجي پيش، نيهي نيش، ڪئين درويش ديوانا،
پِي پينار، ٽيا سرشار، پرت دار پيمانا،
سندءِ جُود، سڳر سُود، ڪيا خوشنود تسيلا.

جهڙو شان، اٽئي مان، تهڙو دان ڏي داتا،
آهيون ڏَڏ، ايري لڏ، هيٺا هڏ هيماتا،
توڪان راڄ، سريا ڪاڄ، ڏجائي ڏاڄ ڏڄيلا.

چئي 'اعجاز'، بُلند آواز، ڪوليو راز رَبّي تو،
آهين رند، اصلي چِند، تون دِلبند نبيءُ جو،
تنهنجو پُور ۽ حضور، پسن نورُ قليلا.

○

مولي نام تنهنجو، ڇڏائي ڇينَ ڪان،
هِتي جن هُتي جن، سمورن سِينَ ڪان.

تُنهنجي نام جي نِتِ، مُهابي آ معافي،
اڙيائتن عاصين لاءِ، آ ڪيڏو نہ ڪافي،
عفت مغفرت ۾، پيٽو آ پين ڪان.

مون هر حال رنگ ۾، ڏٺو اوري ڏوري،
مَٽئين من واري ڪي، هيٺو چوٽ چوري،
تڏهن ٿيو وتان آئون، ڪِيو وڏ ڪِينَ ڪان.

برهہ عشق وارو، اُولي باأثر آ،
بي پَرڪاڻ پَر آ، سِپر آ سمر آ،
اها پئي خبر آ، تہ جوڳين جِينَ ڪان.

ساراهيو سو 'اعجاز'، هر دم هِجي سان،
آهي آشڪارو، اڪر عين جي سان،
ڪري خاص واقف لقائي لِيَن ڪان.

○

عليؑ مرد ڪامل يگانو يگانو، ڳُجهي راز ڳُجهَہ جو خزانو خزانو.

خفي سو جَلي سو ولين وَلي سو، حقان حق ۾ حق جي آ رهبر ڳلي سو،
سوئي علم جو در سُهانو سُهانو.

هو شمعِ رسالت جو پهريون پتنگ آ، جوانن جي صِف جو پهريون جوان جنگ آ،
اصل چِند عاشق رِندانو رندانو.

دلين جو هُو داتا دليون هو سُجاڻي، اُين آسمانن جو هو حال ڄاڻي،
رکو خيال تنهن سان رُوحانو روحانو.

پنهنجا پاڻ پازي سچا مرد غازي، ببر خيز پياريو ڪري سرفرازي،
سخي اهڙو ساقي روزانو روزانو.

عليؑ جي نظر ۾ اشاري اثر ۾، ڏس 'اعجازا' احاطي اَمَرَ ۾،
قِبل حال ماضي زمانو زمانو.

○

اي امام العاشقين ساقي سير مُشڪل ڪُشا،
ڪر سوالين جون صدائون پوريون پر مشڪل ڪشا.

صُبح دم جي التجا آگا اُنائڻ تو ڪپي،
هر دو جڳ جاڏي سڏي، اڄ سڀ سمر مشڪل ڪشا.

شان تنهنجو هيئن نہ شاها، ڪيئن ايڏيون ديريون ڪرين،
بر مُرادون من جون ڪر، هي جهولي پر مشڪل ڪشا.

قافلن جا قافلا ڪئين، ڊول تو ڊائي ڊيا،
جابجاءِ تنهنجا وسن ٿا، نت ننگر مشڪل ڪشا.

”من طلب شيءِ“ چيو تو، قول پنهنجو پار تون،
ڪر ننگيٽا ڪا نظر، نر نامور مشڪل ڪشا.

مئي تنهنجي مئيخان جي ۽ پَٽ تنهنجا پٽدار يار،
جن پيتا سي مون ڏٺا، سُونهارا سِر مشڪل ڪشا.

درندا پرندا جِنّ ملڪ، جرجيت ۽ وڻ ٽِڻ جبل،
سڀ سلامي تو سندا، جڳ وڳ وڳر مشڪل ڪشا.

هڪل هيبت داب دڙڪي، تُنهنجي ڪيا پاهڻ پٽي،
تو ڪَنا ٿا ڪُل ڪنبن، ڪافر گبر مشڪل ڪشا.

عرض لڳ حسنين[ع] جي، ’اعجاز‘ جاسڻ يا علي[ع]،
مغفرت سان معاف ڪُل ڪر، ڏوهہ ڏمر مشڪل ڪشا.

○

دل تي چوي چوان چوان، دم دم عليؑ عليؑ،
لک لک دفعا لِکان لکان، دم دم عليؑ عليؑ.

جيڏهن ڏيان جي ڪن، تہ صدائي عليؑ هجي،
هِنَ هُنَ وٽا ٻُڌان ٻُڌان، دم دم عليؑ عليؑ.

جيڪا نظر ڪجي تہ، انهيءَ ذات تي پوي،
هِتِ هُتِ پسي پسان پسان، دم دم عليؑ عليؑ.

اثبات واري دم ۾ عقيدي ويساهہ سان،
الله جيئن مچان مچان، دم دم عليؑ عليؑ.

اي مُحتسب تون منعون، ڪندين مون کي ڪيتريون،
نڪريو وڃي چِتان چِتان، دم دم عليؑ عليؑ.

جنهن طرف جي وڃان تہ، ويسارو نہ تي وڃان،
چوندو اوڏهن وڃان وڃان، دم دم عليؑ عليؑ.

دنيا جا عجب عيش ۾ سُک مان سڀ ڇڏي،
منگتو ٿي نِت گهُران گهُران، دم دم عليؑ عليؑ.

آئون تہ ڪريان ماٺ ڪٿي، تُنهنجي چئي مگر،
ٻُڌندين اڙي جِتان ڪِتان، دم دم عليؑ عليؑ.

دل جي پٽيءَ تان غين اکر، ميٽي عين لِکُ،
ڪر پوءِ هِجي روان روان، دم دم عليؑ عليؑ.

’اعجاز‘ جو بہ سوئي، تہ استاد پِيرُ آ،
پوءِ چو نہ آئون پُڇان پُڇان، دم دم عليؑ عليؑ.

○

منهنجو آقا علي؏ علي؏، مولئِ مظهر العجائب.

اَسد الله سو، عين الله سو، وَجهُ الله سو، يَدُ الله سو،
جنبُ الله سو، جلي جلي، غير جي اک ۾ دل کان غائب.

ماسِوي الله ترڪ وارو، ساقئي ڪوثر سچارو،
واه وارث ولي ولي، وصي نبيؑ جو نيڪ نائِب.

شاهِ مردان شيرِ يزدان، مثل دل لاءِ آب حيوان،
هيؑ تہ وصف يلي يلي، آهي عجائب ۽ غرائب.

لافتئِ آ لاجوابي، باب علم جو بو تُرابي،
ڳول نہ ٻي ڪا ڳلي ڳلي، تي علي؏ در توبہ تائب.

آهي 'اعجازا' شاهہ حيدر، بيواهن جي واهہ حيدر،
آيو هڪل ۾ هلي هلي، ويو ميٽي مُشڪل مصائب.

○

مَن عَرف واري مام جو، مالڪ عليؑ عليؑ،
جوهر جلالي جام جو، مالڪ عليؑ عليؑ.

آ بي شُبهہ برابر، بانڪو ببر بري،
برسر بقا ۽ بام جو، مالڪ عليؑ عليؑ.

هر دم حضوري حال سان، هسوار هاشمي،
حملي حُسيني هام جو، مالڪ عليؑ عليؑ.

سَرخيل صوبو ثابت، صاحب صورت سندو،
صلواة ۽ صيام جو، مالڪ عليؑ عليؑ.

'اعجاز' سِر سلوني، مان معلوم ٿي ويو،
معنيٰ آ الف لام جو، مالڪ عليؑ عليؑ.

○

سُوجھہ وجي سنسار، جوڙ نہ ڏِسندين جڳ ۾ عليءَ[۴] جو.

دل ۾ دليري صبر سخا ۾، جنگ جدال ۾ جبر جفا ۾،
آھي عالم آشڪار، نالو نِمايان شير جليءَ جو.

يَدالله جِي يلغار جي آڏو، وِچ ڪان تکڙي وار جي آڏو،
ڪير ٽيندو تڪرار، جگر ٺي ناھي ڪنهن جنجليءَ جو.

جھڙپ ھڪ سان ھزارين جھُڪائين، پيل پربت بُونبَ پڇايئين،
دھُرين آ دھڪار، ببر بانڪي مرد ملھيءَ جو.

مک مغان ميخان مٽيءَ جو، ساقي موڪي ورھہ وٽيءَ جو،
قطرو ڏي تہ قرار، قلب وٺي ھر ڪنول ڪليءَ جو.

’اعجاز‘ عليءَ[۴] جو مقام اعليٰ، عُشاقن سندو سو امام اعليٰ،
مسند نشين مھندار، رھبر ربوبي راھہ ڳليءَ جو.

○

چاتيءَ جي چير چم چم سان، نچي جپ نام حيدر جو،
ثناگر تي گداگر تي، صبح ۽ شام حيدر جو.

چڏي غفلت ۽ گمراهي، ناچو تي نچ نانگا ناهي،
عجب تي پئہ تون آگاهي، تہ گام و گام حيدر جو.

ملنگ موليٰ عليؑ جو تي، شيدا شير جلي جو تي،
واصف وارث وليءَ جو تي، پائين انعام حيدر جو.

کسا ڪُوڙا ڪچا پيا ڪُل، دنيا ۾ رنگ اٿئي بلڪل،
پڪو پختو يانئج پلپل، فَقر فن فام حيدر جو.

حقيقن کي مجازين کي، غوغائن مرد غازين کي،
پلئہ پيو پتنگ پازين کي، پُران پُر جام حيدر جو.

اصل عرشن ۽ ڪُرشن تي، فلڪ فردوس فرشن تي،
جِنن ملڪن ۽ بُرجن تي، اٿئي اقدام حيدر جو.

بلاغت آ فصاحت آ، شجاعت آ سخاوت آ،
عنايت آ امامت آ، اُتم اسلام حيدر جو.

محبت عشق محڪم سان، مُدامي دل مُسلم سان،
صدق ۽ مج سِرخم سان، حڪم احڪام حيدر جو.

توتي 'اعجاز' هر گاهي، اهوئي فرض بس آهي،
ٺهي جيئن ٿو تون تيئن ٺاهي، ڏجان پيغام حيدر جو.

○

عليؑ جي نام اطهر کان، مُلان چو ٿو ڪرين موشو،
اتئي محشر سندو موڳا، اهو تحفو اهو توشو،

جي ڪلمي گو سڏائين ٿو، تہ پوءِ ڪيئن ٿو ڪرين پيائي،
محمد ڪير مولئِ ڪير، ڪري ڏِس غير کان گوشو.

بنا دروازي جي پورا، ڪتان ويندين شهر ۾ تون،
هَيا ڪجھ هوش ڪر هاڻي، نہ ٿي ايڏو تون بيهوشو.

جيڪو يَدالله آهي ۽ ڪري پيو ڪم الاهي نِتِ،
عنايت چاڻ سڀ اُن کان، ڦريل نا ٿي فراموشو.

ڪُزي ڪنٽور ڪافر لاءِ، اهو ٿي نام ڪافي آ،
اڳيان 'اعجاز' وٺ ان جي، جلالي ٿي تون سَر جوشو.

○

عليءَ مولي منهنجو مددگار آهي،
مون کي هاڻ ڪنهن جي ذرو ڪاڻ ناهي.

چوان آئون سچ ٿو، هو چاٽن نہ چاٽن،
ڏنا ڏک جي مون کي زماني جي ماڻهن،
سيد ساقي سڀ سي، ويو لِک ۾ لاهي.

عليءَ شاهہ جو آئون ٿو احسان مڃيان،
هي سِر ساهہ گهر تڙ نذر تنهن کي سڃيان،
ڇڏيئين حاسدن جا ڏيا ڏوهہَ ڏاهي.

مون اثبات دل سان ڪيو سِر عليءَ جو،
مُبّري مرد مانجهي مني مُنجليءَ جو،
وڏا فيض جا تنهن وِڏا واهہ واهي.

حيدر جي حڪم سان هنيم نينهن نعرو،
ڏَسيائين 'اعجازا' رندي راهہ چارو،
وٺيو سو وجان ٿو، عدم ڏانهن ڪاهي.

○

ايندو مرد مانجهي، جڏهن مولي علي[ع]،
ويندا دشمن دُزن جا، جگر جلي.....

جنهن جي هڪل هيبت کان ڪسري ڪنبن،
جنهن جي نعري کان ويري وَنڻُن تا وجن،
جنهن جي قدم قدم کان دُوار ڏُين،
اهڙو شيرِ خُدا آقي جوان جَلي.

جڏهن مولي جلال مان وار ڪندو،
ڪئين ڌڙ سِر چيري ڌار ڪندو،
پٽي ڪوٽ قلعا ڏُوپار ڪندو،
توڙي ڪٽڪ هجن ڪيڏا ڪُوپ پلي.

اي دل تون خدشو خيال نہ ڪر،
ڪنهن جي ظلم ستم جي ڳالهہ نہ ڪر،
حاضر حال جو ڪنهن سان حال نہ ڪر،
وٺي ويهہ صبر جي واڳ ڳلي.

جنهن جو حامي حيدر شاهہ ٿئي،
تنهنجي پڌرو پاسي الله ٿئي،
تنهن کي لهر لوڏو نہ ڪا لاهہ ٿئي،
اها پڪ آ 'اعجازا' ناهي ٿلهي.

○

اسين ڳالھ پنجن جي ڳائيندا سون، ڪو خوش رهي چاهي رنج رهي،
اسين حق کي ڪين ڇُپائيندا سون، ڪو خوش رهي چاهي رنج رهي.

اُهي کهڙا آهن، اهي ڪيئن آهن، اهي ڪنهن جا آهن،
اهي ڪنهن سان آهن، اهي پارن پتن سان سُڻائيندا سون، خوش رهي چاهي رنج رهي

هڪ خيرالوريٰ، ٻيو علي المرتضيٰ، ٽيون حسن المُجتبيٰ،
چوٿون شاهِ ڪربلا، پنج ئي پاڪن پاڪ پائيندا سون، ڪو خوش رهي چاهي رنج رهي.

اهي نُور اعليٰ نور پنجئي، اهي عشق وارن جا امام پنجئي،
اهي پنجئي اَمُل پُوئي ڳل پائيندا سون، ڪو خوش رهي چاهي رنج رهي.

جن جي حضور ۾ حاضر هردم خُدا، جِن حور و ملڪ ساجد سدا،
اسين سِر بہ انهيءَ در نائيندا سون، ڪو خوش رهي چاهي رنج رهي.

ان جو رب ربي رنگ راز سچو، ان جو عشق سچو 'اعجاز' سچو،
ان جو دين ملت چُمي چائيندا سون، ڪو خوش رهي چاهي رنج رهي.

○

اسان تي عشق محبت جي، عنايت ڪئي تہ حيدر ڪئي،
هيڻن سان حامي ٿي هر هر، حمايت ڪئي تہ حيدر ڪئي.

برابر ٿيو اڇي پيڙو، پڇي زندان باطل جا،
ڪري ڪاهن ڪفر پارا، ڪرامت ڪئي تہ حيدر ڪئي.

منهنجي مولا عَليءَ[ع] جي هيءَ، منادي ملڪ ۾ ڦيريو،
ماري ملعون مُلحد تي، ملامت ڪئي تہ حيدر ڪئي.

پڙهو صلوات لک واري، سنياري سڪ مان سيد تي،
هلي شاهِ نجف ڪان هِتِ، شفاعت ڪئي تہ حيدر ڪئي.

ڪڏي غفلت منجهان غازي، غضنفر ويو تہ غافل ڪي،
اول آخر 'اعجازا' ڏس، امامت ڪئي تہ حيدر ڪئي.

○

سين سائل جي سُڻ يا عليؑ،
سردار سخي لڄپال لکي، ڊامادِ مُحمدﷺ

شاهِ مردان تون شيرِ يزدان،
شانُ اعليٰ تنهنجو شيرِ جلي، سُڻ يا عليؑ.

هيڻن سان تون آهين حمايتي،
حامي ٿيندين هِتِ هُتِ هلي، سڻ يا عليؑ.

سُرڪَ سوائي پيار ساقي،
سيد سچي مون ڳالھ سلي، سڻ يا عليؑ.

عَدُون حاسدن آهيان ستايو،
دل جي ڪوما ئي تڏهن ڪلي، سڻ يا عليؑ.

ادب ايمان ڏي صبر صداقت،
جهولي 'اعجاز' تنهنجي در تي جهلي، سڻ يا عليؑ.

○

هنيون جن صدائون هلي دِر علي؏ جي،
پُران پُر ڪياسي پهت پَر علي؏ جي.

گهُريَئون جو ٿي واتئون، اُتئون سوئي پاتئون،
نہ پوءِ ڪنهن کي چاتئون، برابر علي؏ جي.

ملنگ مست نانگا، بيخود بِرَهي بانگا،
لنگهيا تار تانگها، ٿي آهر علي؏ جي.

سڪندر ڪي نادر، ڪي حاتم ڪي سنجر،
قنبر ڪي قلندر، پريا پر علي؏ جي.

ڪري سڪ مان سعيا، علي؏ در جي آيا،
سي ’اعجاز‘ ڏايا، سراسر علي؏ جي.

○

هٽي هام نانگا وينا در عليؑ جي،
پُران پُر تياسي آهر عليؑ جي.

موليٰ واري محبت، ناتي نينهن نسبت،
رتا راز رغبت، سراسر عليؑ جي.

عليؑ جو تا ڪائن، عليؑ کي تا ڳائن،
ڪنهن کي ڪين پائن، برابر عليؑ جي.

ڪئين قنبر قلندر، ڪئين حاتم ۽ سنجر،
ڪيا تار تونگر، پهت پَر عليؑ جي.

ملنگ مست نانگا، بيخود بِر هي بانگا،
لنگهيا ”لا“ جا لانگها، تہ آذر عليؑ جي.

’اعجاز‘ جهڙا عاصي، ڪئين مگّٽا ميراثي،
واسي ڪيڙا واسي، پرم پر عليؑ جي.

○

ڪر اهو ڪينو ڦِٽو ۽ پنهنجو تون ڪوڙو قصد،
حيدري بندن کي حاسد، ڇا ڪندو تنهنجو حسد.

هر گهڙيءَ جن جي حمايت آهي اسد الله ڪئي،
تن اڳيان ڪهڙو پڌين ٿو، ڪانئرا تون پنهنجو قد.

تون پارکو پورو نہ آهين، پٽ اکيون واري پرک،
بُوتُرابين سان نہ پيئج، بي بقا بنياد بد.

ريءَ سيد جي رهبري، ناهي روا ناهي روا،
رک نصيحت دِل تي تون، روڳي اجايو ڏي نہ ردُ.

در دامادِ مُرسل جو، آئون نہ ڇڏيان 'اعجاز' چئي،
ويو ۽ ويندو واٽ اِن سان، وِرهہ وارن جو وَفد.

○

هر سُو هَمه هُو هُو هُلي، هُو حق عليؑ هُو حق عليؑ،
جلوي نُما ٿيو جل جلي، هو حق عليؑ هو حق عليؑ.

مخفي متي اثبات جي، وجي مام معنيٰ اِت ملي،
مردن چيو مرڪي ملهي، هو حق عليؑ هو حق عليؑ.

سر سان سِري ساهئون پساهئون، سو صحي سوجهي لڌم،
سُڌِ سلوني تنهن سِلي، هو حق عليؑ هو حق عليؑ.

چشمان چشمي چاڙهہ چاڙهي، چوتان چوتي چٽ چڙهي،
چوطرف ڏس چوڪس چلي، هو حق عليؑ هو حق عليؑ.

وَجهُ الله وير وارث، وحدتي ويڙهي وندو،
واقف وسيلو ور ولي، هو حق عليؑ هو حق عليؑ.

عشق آر ڏي آر سان، ارشاد ڪيو اعتبار ڪر،
'اعجاز' اولي سِر عليؑ، هو حق عليؑ هو حق عليؑ.

○

آڻِي جي دل جگر ۾ دم، علي الله چٽو چئي ڏي،
انهيءَ دعويٰ ۾ رهہ محڪم، علي الله چٽو چئي ڏي.

زماني دهر هر ڪنهن ۾، بحر بر شهر هر ڪنهن ۾،
هميشہ هر گهڙي هر دم، علي الله چٽو چئي ڏي.

هُجين سيجهو اندر جو جي، هجين نِرتو نظر جو جي،
هجين جي نينهن ۾ ناظم، علي الله چٽو چئي ڏي.

عليءِ ۽ العليءِ کي، تو جي آ اڳ ۾ جدا ڄاتو،
تہ هاڻي بي ڏڙڪ همدم، علي الله چٽو چئي ڏي.

نڪي درمان پڇ دارون، نڪي ڪر ڪنهن ٻئي در ڪارُون،
سندءِ زخمن سندو مَرهم، علي الله چٽو چئي ڏي.

نہ جيسين صاحبِ دل تون، نہ تيسين مرد ڪامل تون،
اچي ٿي راز جو محرم، علي الله چٽو چئي ڏي.

ا

جي تون مطرب تہ ترنم سان، جي تون گويو تہ سرگم سان،
ڪري هٽ لَءِ تي لءِ ۾ گم، علي الله چٽو چئي ڏي.

نفي اثبات ڪر حق کي، وڃائي ڇڏ شُبھ شڪ کي،
ٿي صوفي بي سرو بالم، علي الله چٽو چئي ڏي.

اُهائي ذات آ ڪک ۾، اهائي ذات آ لک ۾،
اهائي ذات آ پيهم، علي الله چٽو چئي ڏي.

علي[۴] جو سِر آڳاهون آ، آڳاهون آ متانهون آ،
اوري آ ڏاڏهين آدم، علي الله چٽو چئي ڏي.

ڪيسين ڪذاب تي گهمندين، ڪيسين ڪنهن ڪان ڪنبي ڪنبدين،
ڪنبڻ نا عاشقن جو ڪم، علي الله چٽو چئي ڏي.

اجان واعظ تون بيچارو، پالين پيو نفس اُمارو،
اُٿائي عشق جو پرچم، علي الله چٽو چئي ڏي.

مخالف آسمان ٿي پئي، جي مارو جڳ جهان ٿي پئي،
چوي 'اعجاز' تون تاهم، علي الله چٽو چئي ڏي.

○

اٿئي جي دل جگر ۾ دم، علي الله چئي ڏي،
انهيءَ دعويٰ تي رهه محڪم، علي الله چئو چئي ڏي.

ڏسڻ حق جو ڏٺو جي ٿئي، مرشد ڪامل ڪٺو جي ٿئي،
نه سِر پنهنجو مِٺو جي ٿئي، علي الله چئو چئي ڏي.

مٺي پيءُ جي مَتل آهين، انهيءَ رنگ جي رتل آهين،
علي[۴] درجي کتل آهين، علي الله چئو چئي ڏي.

عجب تنهنجو عقل آهي، محُو خبرن تي ڪُل آهي،
اصل تو وٽ نقل آهي، علي الله چئو چئي ڏي.

جتي هن دم جا انڪاري، اٿئي سي عشق کان عاري،
اُتي عاشق ٿي اقراري، علي الله چئو چئي ڏي.

توکي ماڻهو ڪندا منعون، مگر تون ڪيمَ ٿج ملعون،
طبل تاڪيد سان بس تون، علي الله چئو چئي ڏي.

نالي خاطر نه ٿي نانگو، لنگهي وڃ "لا" جو لَڪ لانگهو،
هجي جي تار جي تانگهو، علي الله چئو چئي ڏي.

مَر چڙهه ميدان منصوري، اندر جي آس ڪر پوري،
سنباهي سِرَ مٿي سُوري، علي الله چئو چئي ڏي.

اُتي 'اعجاز' ٿي اظهر، هٽي نعرو اهو اڪبر،
ٽپي منصور کان دم پر، علي الله چئو چئي ڏي.

○

اسم پاک علي[ؑ] دا اعلیٰ، ذات صفت بي اَنت و اَنت،
دائم قائم شان مشرف، آن عزت بي اَنت و اَنت.

اول آخر ظاهر باطن، عشق ملت بي اَنت و اَنت،
جاهہ جلال کمال حُسن، حال همت بي اَنت و اَنت.

سِر سَلُوني والي سند، سُرت سامت بي اَنت و اَنت،
رمز رفعت رَوش رندي، راز رُجت بي اَنت و اَنت.

حُکم حقاني حيدر دا، جبر جُرائت بي اَنت و اَنت،
کفر اُتي ٿيا قادر موليٰ، وقت بہ وقت بي اَنت و اَنت.

لَعنت دا ڏيوو لعينا کُون، پُڳر پَهت بي اَنت و اَنت،
حاسد کريندي حُبداران تي، هلان هَلت بي اَنت و اَنت.

آپڻي عُشاقان نال علي[ؑ] دي، خاص خلعت بي اَنت و اَنت،
قرب کرم 'اعجاز' اُهين دا، عفو عِفت بي اَنت و اَنت.

مستو مست ملنگ اسان هُون، هادي حيدر پيردي،
مُلڪان مُلڪ بيان ڪريسون، فضائل خيبرگير دي.

اُحد بَدر خندق دا، فاتح پڌرا يا عليؑ،
اَيجهي شجاعت والي لڪين هِن، قصي ازده چير دي.

تنهن ديان وصفان صفتان ڳائيسون، پيريان چيريان وڃا ڪي،
نَچ نچ نعري مار ماريسون، مولي مرد امير دي.

عليؑ محمدؐ حسنؑ حسينؑ، پنجوان تَن بَتول هي،
اُنهان اُتي هي چادر آئي، نال اَمر تطهير دي.

مُنڪران دي مارڻ ڪيتي، ’اعجاز‘ عليؑ شاهہ آپ آيا،
وَل وَل ڳاوان ڳڻ اُهين، والي وارث وير دي.

○

علي[۴] هُڻ پي حاضر هي هر جاءِ، پيئا آپ ڪري ڳل دي پرجا،
نِرتان ڪنون مَستور نهين سو.

هِن تاري اکيان دي گڏجيوين، حُبداران ويکيا گڏ تيوين،
دل واليان ڪنون دم دور نهين سو.

جنهن ڪون ڏيکڻ آپ سو ڏِيندا، اُهو ڏ يک اُهين ڪون ويندا،
هر ڪنهين ڪون حاصل تنهن دا حضور نهين سو.

جنهن پيالا علي[۴] هتئون پيتا، تنهن ساهہ علي[۴] نال سِيتا،
تنهن ساقي جيها پيا ساقي مُور نهين سو.

'اعجاز' علي والي دردا، هي دلان بجا نئون بَردا،
مستو مست وسدا مهجور نهين سو.

○

نامئين شيعا سُني، نامئين وِچ دي مُني،
مئين هان مولي پير علي[ع] دا، مُطرب مست مُغني.

ميڏا مرشد رند رندانا، مُحقق مُطلق چند چندانا،
خُواجا خيبر گير خِندانا، گوهر گياني گُني.

ساقي سُرڪي سچ دي پِلائي، اُلٽي اکر دي رمز رَلائي،
عشق دي اَلفي اُهين پَوائي، ڪر پور ڪيني دي ڪُني.

وِرد ميڏا هي وڄا وڻ واڄي، ڇيريان تليان لاوڻ تاڄي،
ڏُڪڙ خنجريان ڏڄا وڻ ڏاڄي، ڏُومي ڏَمامي ڏُني.

پيٽڻ مڪ تيرٿ ڪيا هي، پنڊت مُلان دي ڪِيرت ڪيا هي،
’اعجاز‘ علي دي سيرت ڪيا هي، ڇوڙ ڏُوئي دشمني.

○

هشمت دراز هادي همارا حيدر صفدر حق وي حق،
برسر بندا بانکا بهادر شير ببر نرحق وي حق.

حملا پاوي عرش هلاوي، سيف چلاوي کفر.کنباوي،
ديوَ نساوي پوت پچاوي، غازي غضنفر حق وي حق.

پتنگ پياسي پيغمبر دا، مالک مصلي منبر دا،
قائم آقا قنبر دا، قاتل عنتر حق وي حق.

لحمک لحمي جسمک جسمي، روحک روحي دمک دمي،
ايوين آکيا ها عربي اُمي، ساقئي کوثر حق وي حق.

نبي[ص] دا پوش نقابا سوئي، حسن[ع] حسين[ع] دا بابا سوئي،
شاهہ 'اعجاز' دا کعبا سوئي، عين اطهر حق وي حق.

O

# سِي حرفي

## درشانِ حضرت علي عليه السلام

الف - اعليٰ سِر اِلاهي، آلاَصل اول علي؏،
ابتدا کان انتها تائين، افضل و اڪمل علي؏.

ب - برابر بُت شِڪن ۽ بر بري برسر ٻَبر،
بي بها بانڪو بهادر، بي ريا بلڪل علي؏.

ت - توحيد حق سندي، تحقيق تنهن تبليغ ڪئي،
تعريف لائق تاجدار و تخت جو تجمل علي؏.

ث - ثبوتن ساڻ ثابت، سڀ نبين ڪئي ثنا،
صاحب آهي ثقلين جو، آخر توڙي اول علي؏.

ج - جابر جُوان جنگي، جل جلالي جوش سان،
جابجا جلوه نُما، جاني جڏن پرجهل علي؏.

ح - حقاني حال سان، حاڪم حقيقي حق ڪندڙ،
حق حقيقت کي وٺي، ڪيو هر مسئلو حل علي؏.

خ- خلق جي خير وارو، خاص خاصو خوش خُلق،
خُود خدائي خصلتن سان، خُوبرُوَ كليل عليؑ.

د- دامادِ محمّد، دستگير و دست رس،
درد مندن جي تہ دل جو، دم بدم درمل عليؑ.

ذ- ذاتي ذكر ڏيندڙ، ذُوالذڪائي ذِي وقار،
ذُوالضيا زابر ذهين و ذُوالمَنن ضَو دل عليؑ.

ر- روحاني راست رهبر، راز محرم روز شب،
راشديءَ جي روح سان ٿيو، رمز ۾ رلمل عليؑ.

ز- زماني ۾ كان زياده، زور ۾ زوجہ بَتُول،
زنگ بازي زيادتي، زر مال ڪيو زائل عليؑ.

س- ساقي سو سدا، ڏي سُرت جو ساغر سڏي،
سونهن سيرت ۾ سرس، سڀ كان سندم سهٽل عليؑ.

ش- شاهي شان وارو، شافعي شفاعت جو ڏٽي،
شِرَ شيطانيءَ كان پلي، شام و سحر شاغل عليؑ.

ص- صاحب صاف دل، صوفي صفا صائم صَبور،
صبح و مسا سو ياد ڪر، سيني جي آ صيقل عليؑ.

ض- ضايع ڪيئين ذليلن كي، تہ ضربِ تيغ سان،
ضابطي سان ذبح ڪيا، بي پير ڪيئين پلپل عليؑ.

ط۔ طريقت دار طاهر، طالبن تي مهربان،
تن طمع کي ترڪ ڪَيَڙو، جن ڏٺو تَهدل عليؑ.

ظ۔ ظفر مند ڪيو ظهورو، ظلم ظالم ٿيو زَبون،
ظاهر ضعيفن جي مدد ۾، آهہ ڏس اڄ ڪلهہ عليؑ.

ع۔ عاشق عارف بالله ۽ عالي همت،
علم لَدنيءَ جو اَڪابر، عالم و عادل عليؑ.

غ۔ غازي غضنفر، غُندِن غدارن لءِ غضب،
غم زدن ۽ هِن غريبن جو سڄڻ گهربل عليؑ.

ف۔ فقير الحال فاقثي، مست فائز ذي فهم،
فوج فالم سان فتيءِ، فرمان روا فاضل عليؑ.

ق۔ قائم ڪُل متي، ڪُل جو قديمي ڪار ساز،
ڪُل ڪمائي ڪُل ڪيائين، ڪُل ڪَنان قابل عليؑ.

ڪ۔ ڪاشف ڪبريا، ڪاتب ڪلام الله جو،
ڪعبي کي ڪعبو تنهن ڪيو، ڪعبو چوان ڪامل عليؑ.

ل۔ لاثاني لقاءُ، آ لا فتح اِلا عليؑ،
لاطمع سو لاڏلو، لالچ ڪنان لڙيل عليؑ.

م۔ 'مُحيُّ الدين' جو مالڪ مُحافظ مختيار،
ميم جي معنيٰ جو ماهر، ميم ڏي مائل عليؑ.

ن- نوري سو نور پرور، نور جي وادي نَهر،
نور نالو نور نظرون، نور سو نرمل عليؑ.

و- والله واهه واهه، وَر وِلهن جو واهه واهه،
ورهه وارن کي وِکان، ويجهو آهي واصل عليؑ.

هه- حرامين ۾ حلالين جي هميشه ڪسوٽي،
هاشمي هادي اسان جو، آجڪو اجمل عليؑ.

ل- لاهي لـڳ لاڳاپا، لوچ اهڙو لعل تون،
قبر قيامت ۾ ڪَندُءِ، ميان معاف مشڪل عليؑ.

أ- ’اعجازا‘ انهيءَ کي، ڪونه هوندو ڪو احتياج،
ازل کان آ نام جنهن جي، قلب تي اُڪريل عليؑ.

ي- يگانو يار آهي، يار منهنجو يا عليؑ،
ياوريءَ لاءِ سو يقينًا، ياد ڪيم يڪدل عليؑ.

# بيت

(1)

عجب راز الله جا، عجب رضائون،
پنهنجي تي ڪاڙها ڪري، پراون تي چائنون،
قادر قضائون، ڪري ڪرڻ نه جهڙيون.

(2)

عهدًا امر الله جو، مڃيو امامن،
وعدو وساريو ڪين ڪي، وهوا وريامن،
آيا اجل سامهان، ساهي صمصامُن،
مخفي ڪن مامن، خون مٿي خوشنود ڪيا.

(3)

شوقئون شهادت جو، پيتو پيالو پياڪن،
اوّل آخر ’اعجاز‘ چئي، سَٽي سياڪن،
ڪُڏي قتل گاهه ۾، ڪئي عيد عشاقن،
لئون سندي لياڪن، خون مٿي خوشنود ٿيا.

(4)

پڙهيو مٿن پڙهه، درود قصيدا دل سان،
ڳوهيرن جي ڳالهين ۾، ڪين ’اعجازا‘ اڙ،
ولهن وڃايو وڙ، هو مڙئي شير شهيد ٿيا.

(5)

جي ڪُتا هلي حق تي، سي مُئل مور نہ ڄاڻ،
اُپتِ اکيون 'اعجاز' چئي، جِيءُ پنهنجو ڪر جاءِ،
في سبيل الله اموات، فائق ٿو فرماءِ،
وهم سڀ وڃاءِ، هو ٻئي جڳ آهن جيئرا.

(6)

هَيَن نہ ڄاتيو حق، عليؑ جي اولاد کي،
ناحقن ناحق، ڪيڏو نہ ڪيو 'اعجاز' چئي.

(7)

هر ماهہ محرم چاڻ تون، هر ڏينهن ڏهيڻ جو ڄاڻ،
ماتم غم حسينؑ جو، ڪندو ڪر هر جاءِ،
اندر جل 'اعجاز' چئي، واتان ڪر نہ واءِ واءِ،
سيني منجهہ سماءِ، سڪ سدائين سيد جي.

(8)

مڪ مديني شهر جو، شهزادو شاهن شاهہ،
بااهل 'اعجاز' چئي، نڪتو وقت بيگاهہ،
انڌن حق جي امام کي، رنجايو ريءَ گناهہ،
ڪاهي پهتا ڪربلا ۾، رهزن رُوءِ سياهہ،
ڏيئي سُنهَن ويساهہ، سامهون ٿيا سيد جي.

(9)

بيعت ڪارڻ بي ضمير، آيا ڦِري اهلبيت کي،
تڏهن تپي تاءُ مان، شاهه ڪنئي شمشير،
ڪاهي پيو ڪٽڪ ۾، سيد ڪري سير،
صفون چيري صاف ڪيو، ميدان سڄو ممير،
پر ٽري ڪيئن تقدير، جا لکي لوح قلم ۾.

(10)

جني ڪيون جي، عالم جي امام سان،
هِتِ هُتِ موتي منهن ۾، تن کي ايندين سي،
لَعنت ليبن تي، آهي نت 'اعجاز' چئي.

# ڪافيون

حضرت حسن حسينؑ ازل کان امام پئي،
اعليٰ نسل نسب سان عالي مقام پئي.

مهندار مُڪ مٿير، ڪلادار ڪاپڙي،
عاشق عجب اصيل، ڄائي ڄم کان ڄام پئي.

تطهير جا ڏٽي ۽ اُجارا توحيد جا،
مسند منبر جا مالڪ، حاڪم حُڪام پئي.

لختِ جگر بتول جا، نور چشم چشم،
موليٰ عليؑ نبيﷺ جا، پيارا تمام پئي.

شاڪر شهيد شاهد، شاها شجاع شير،
شمشير حق سان حاضر، سي صُبح و شام پئي.

ڪامل ڪلالي قاتل، مقتول پڻ اُهي،
مئي خاني مرد ماهر، مئي ڪش مُدام پئي.

جليل القدر جوان، جلالي جنگي جوڙا،
’اعجاز‘ جي اکين جا، سي آهن آرام پئي.

اُهو ڪهڙو ستمگر هو، ڪيو جنهن پڻ ستم هيڏو،
ڪُتائين ڪربلا ۾ ڪُل، هلائي ڪيئن حڪم هيڏو.

انهيءَ لاغرض لا غم جي، اڳيان ڇو ڪين ڪُڇيو ڪو،
سبب ڇا ماجرا ڇاهي، ڪٿي دوستي ۾ دم هيڏو.

ويا ڪيڏهن اُهي اُن دم، وڏو هو ڀروسو جن ۾،
حمايت ڪئي نہ تن ڇاڪان، ڏِٺئون ويٺي ظلم هيڏو.

اها قدرت قضا ڪهڙي، اها رمز و رضا ڪهڙي،
اهو انصاف حق ڪهڙو، قريبن سِر قدم هيڏو.

ويساهي سِر سندي سُنهن سان، ٻيٺو قاتل تي ٻئي مُنهن سان،
ڪري پوريون ڇڏيئين ڀِڙ تي، رکي ازلئون عزم هيڏو.

چوي 'اعجاز' عُشاق سان، جڏهن تڏهن ڪيئين اهڙيون،
ڪيڏو بي پير ظالم آ، مٿس ٿيو ڪو جرم هيڏو.

يا شهيدِ ڪربلا، يا شاهِ شاهان شهنشاهہ،
سيّدا مَن تون سُڻي، مون دردمندي جي صدا.

ﭘن پڳن سان تون پاڳارو، تون مٺيارو هاشمي،
تون ڏٽي تطهير جو، تون پاڪ پيارو هاشمي،
تون ﭘلارو تون سچارو، تون ﭘاجهارو هاشمي،
تون نيارو ناميارو، بُردبارو هاشمي،
تون بتولي لاڏلو، تون فرزندِ شيرِ خُدا.

آئون نِٻر ناقص نِڌر، عاجز نماڻو آهيان،
وِرهہ جو وِک وِک تي وڍيل، واءِ ويڳاڻو آهيان،
آلو ﭘولو سُڌ نہ ٻُڌ ڪا، ڇڻ غيباڻو آهيان،
سَتُ سڳر جو ناهہ مون ۾، ساڻو ساڻو آهيان،
اڄ ڏکويل ڏِيلَ کي ڪي، ڏُڏُ سُڌيرون ڏي ﭘلا.

دراصل ديوانگيءَ ڪان، در نهاريا مون گهڻا،
سڌ ۾ سڌ تي جن ڏنا، سي سڀ ﭘُڪاريا مون گهڻا،
جل هجر جي جوش ۾، ﭘئي جڳ جُهاريا مون گهڻا،
لال لاهوتين اڳيان ﭘڻ، لڙڪ هاريا مون گهڻا،
پر نہ پوري ڪنهن ڪئي، اي پير پارس من مُدعا.

○

برهہ ۾ ٿيو بي زبانو، تنھان تن ھڪ ھي مُنو،
تلخ طعنن جو نشانو، تنھا تن ھڪ ھي منو،
حال خستہ سان حيرانو، تنھا تن ھڪ ھي منو،
يار ڇاجو ڇا يارانو، تنھا تن ھڪ ھي منو،
دم نہ جاڻي ڪو سُجاڻي، ڳالھہ ماري تي اِھا.

لايَموتي ماڳ تنھنجو، تنھنجو ملڪُوتي مَقام،
تون ھڪيو حاضر ھميشہ، عشق وارن جو امام،
تو نوازيا ڪئين سڏي، راھب جھڙا پاڻيڻ دوام،
تون سُڌي ٿو ڪاڙون زارون، پنھنجي پارين جون تمام،
ڪر سندءِ 'اعجاز' سان گڏ، جو يار تي وِيڙس جُدا.

○

ڪربلا جي شاهہ لاءِ، پُون آسمان رُئندي ڏٺم،
چنڊ سج تارا نِواڙا، ڪهڪشان رئندي ڏٺم.

شاهہ مديني مان رميو، جا راهہ وٺي رنجور ٿي،
سا سونهاري راهہ ۾ سي، رَند نيشان رئندي ڏٺم.

ڏيهہ رُنا ڏونگر رُنا، وڻ ٽِڻ بحر بر ٿر رُنا،
گل رُنا گلشن رُنا، گهر در مڪان رئندي ڏٺم.

پئي پڳون جنهن تي هيون، سوئي سين مهندار هو،
تنهن ڪري هرڪو نبي، مُرسل ميان رئندي ڏٺم.

هڪ يزيدي طرفدارن، جي سواءِ پيا سڀ سدا،
جِنَ مَلڪَ حُورون ماڻهون، پرندا حيوان رئندي ڏٺم.

غم حسينيءَ کان متاثر ٿي، چيو ’اعجاز‘ سچ،
مُحتسب روئي نہ روئي، پر گهڻا رئندي ڏٺم.

○

ورهن قديمن کان اُجون هو، وِرهہ جي وڻ جو سلو،
اِبنِ علي[ع] لائق ڪري، لاتس اُجَ جو ڪَلو.

ميثاق کان هئس جان ۾، مُورهئون مرڻ جو ترتلو،
جڙ کان ڪيڻ لاءِ غير واقف، ڪيئن وينس هٽي وروَلو.

هر دو جهان مان ڪو نہ ٿيو، پيو عشق جو ڪو پرجهلو،
لوئي لُڙائي لک ويس، الٽو ڏيئي جيءَ ۾ جَلو.

رت ماهہ ماڻهوءَ جي تي، ٿيو ٿي سبز سائو سرهلو،
اها پالنا اوکي سُٽي، ڪنهن ڪين ڪيس حاضر گلو.

چوٽيءَ ۾ جيئن هو، تيئن هي ڪانهلو وڻ هيڪلو،
سيد سُجاڻڻ ساڻ پاتُس، ڇيهہ ياريءَ جو ڇَلو.

’اعجاز‘ مُشڪل ڪربلا ۾، آخري هُوس مرحلو،
پر شاهہ حسين[ع] جي سرپرستيءَ ۾ بِلو ٿيڙس پلو.

○

تنهنجو نينهن سيد پلي ناز ڪري، سر عشق جو وٺين سرفراز ڪري.

تنهنجي صبر ڪمال جو جواب نہ ڪو، تنهنجي جلال جمال جو حساب نہ ڪو،
تنهنجو همسر جوڙ جواب نہ ڪو، تُنهنجي عظمت جو ڪير انداز ڪري.

آئين ڪوڏئون ڪربلا منجهہ ڪُڏي، ڏِسي قرب ربوبي ڪات اَڏي،
هٽي هام وڏي ڪري منزل مڏي، ڪٽيئي ڏينهن ڏهئي ڪُٺِن ڪواز ڪري.

ٺئين عالم تي احسان بہ تون، ٺئين شانَ الاهي جو شانُ بہ تون،
ٺئين زنده ناطق قرآن بہ تون، سُبحانَ الذي اَسري آواز ڪري.

توکي ڪعبو قبلو امام چوان، توتي صلوات دُرود سلام چوان،
تنهنجو واجب سوڳ ماتام چوان، تُنهنجي سُوءِ ۾ شل دم پرواز ڪري.

تُنهنجي سرس سوائي خِلت رهي، تنهنجي مڙنئون نياري ملت رهي،
تنهنجي اڳين پوين تي حُجت رهي، تنهنجي صفت ثنا چا 'اعجاز' ڪري.

○

ڪمايو عشق حُسين؏ بهادر تي، غمِ ڪرب و بلا تي قادر تي.

- همت امام حسين؏ جِي، سورهيائي سان صادر تي.
- مُنهنَ مرڪايَئين سڀ نبين جا، نينهن ۾ نيارو نادر تي.
- دشتِ بلا جي دنگل ۾، ذات صفات مان ظاهر تي.
- پنهي جهانن جي رِهائيءَ لاءِ، رضا حسين؏ جي رهبر تي.
- حُريت حُسينيت واري معنيٰ، سمجهي مرد ڪو ماهر تي.
- سِرن وڍائڻ ڪان پوءِ خبر پئي، ڪيڏو فرض بچائڻ چادر تي.
- شهادت اها آ 'اعجاز' جيڪا، عام جي آڏو آخر تي.

○

حُر جي هزار بار، حُريت کي ڪر سلام،
هن شير دل شهيد جي همت کي ڪو سلام.

ملندو نہ اهڙو ڪٿ ڪو، حُريت سندو مثال،
مڃٽو پوي ٿو مرد جي جُرئت کي ڪر سلام.

سيد لاءِ سِر فدا ڪري، ڏنو حُر هي سبق،
سيد جي ذات نيات ۾ عظمت کي ڪر سلام.

حاضر کي حُرَ مڃيو چڻ غائب کي حُرَ مڃيو،
حُرَ جي ادب نگاھہ عقيدت کي ڪر سلام.

جنهن تي حسين[ع] آقا، پوي مهربان ٿي،
ان کي نوازي بخشي ٿو، حضرت کي ڪر سلام.

اڪبر، عباس، قاسم، اصغر جو ڀانهو حُرُ،
وهوا انهيءَ عباد جي، طاعت کي ڪر سلام.

جيئن پَت پَتائِي، حُرّ پئي پيش سيد جي،
تيئن جو پتائي پت، تہ اُن جي پَتِ کي ڪر سلام.

دولت کان دور ٿيو ۽ حڪمراني پُٺ ڇڏيئين،
اهڙي جوان جي تہ، جسارت کي ڪر سلام.

جانباز جان نثار، سپاهي حسين[ع] جا،
مڙني جي مشغل شوق، شهادت کي ڪر سلام.

پيو جي نہ ٿو پُڇئي، تہ پڇئي ايترو ضرور،
حق جي امام کي ۽ حقيقت کي ڪر سلام.

'اعجاز' حُب، آلِ محمد[ص] جي جو رکي،
اُن محب کي ۽ ان جي محبت کي ڪر سلام.

○

نينوا ننگري اندر، اُلٽو عجب اسرار ڏٺم،
جيءَ کي جهوريندڙ جاودان، جلوي پر جنسار ڏٺم.

وسري ويون سڀ حرفتون، حملو ڪيو جنهن دم حُسن،
ويس حال کان بي حال ٿي، اهڙو درس دم ديدار ڏٺم.

ٿيون دوبدو ديدون جڏهن، پوءِ تان هٽڻ دُشوار ٿيو،
ٿي عاشقن لاءِ عيد اُضحيٰ، اُت ڪوس قبولڻ ڪار ڏٺم.

تيغ اَبرو تير تِرڇا، هو تيز 'اعجازا' تجلو تجل،
پي ڪئي ڪشش ڪاري ڪجل، جنهن جي نيم نڪتل ڌار ڏٺم.

○

ٿي عيد قتل گاهہ ۾، مُڪمل حُسين جِي،
موليٰ سان هئي مُنهان منهن، محفل حسين جي.

پرور ٿو پاڻ چاڻي، انهيءَ راز رنگ کي،
نہ تہ ڇا مجال خلق ٿئي، قاتل حسين جي.

قرباني راهِ حق ۾، ويا ڪئين ڪري مگر،
قرباني آ ساراهہ جي، قابل حسين جي.

مردانگيءَ، دليريءَ، سچائيءَ جي پيٽ ۾،
انصاف واريءَ اک سان، ڏسو دل حسين جي.

انساني سِر سُبحانيءَ، اُتي ٿيو پڌر جڏهن،
نيزي سِرِي سُوار هئي، بسمل حسين جي.

'اعجاز' چئي گواهي، آهي عشق جي اها،
مڙنيڻون مٿي ڏسان ٿو، آئون منزل حسين جي.

○

ڏاڍا فراق آيا ندي فرات اُتي،
وُڙها خَنجر وچوڙي دا سادات اُتي.

هڪڙي عرب مصر ايران دي هن،
ٻي شامي شُومي شام دي هن،
ڪُل ڪلمي گو قاري قرآن دي هن،
ڪيتا حملا اُنهان حق دِي ذات اُتي.

جيوين ڪوس پووي تيوين شڪر ڪري،
سَه سختيان ساريان صبر ڪري،
ذوقئون ذاتِ الاهي دا ذڪر ڪري،
سيد صابر نيزي سانگ اُتي.

بي ديد پليد يزيد هويا،
ساڏا شاه حُسين شهيد هويا،
تَر تازا 'اعجازا' توحيد هويا،
جڏان عاشقان ڏِتا سِر صراط اُتي.

○

# ڪافيون

اڄ تہ عجيبن ويجهو ويهي، پاڻ پسائي پيارُ ڪيو.

- ههڙي حال خزان ۾ مون کي، بهار پرين جي بهارُ ڪيو.
- نيڻ نيڻن کي پِرتئون پسن پيا، آهين هاڻ قرارُ ڪيو.
- پيئي پليدن منهن ۾ ڇائي، دوڏ ڪري جن ڏارُ ڪيو.
- "بهلول" برابر منهنجي محبوبن، پرت نيائي پار ڪيو.



اُها رات متا ڪا رات هُئي، اُهين رات مُهٺي ملاقات هئي.

- نرت نياري، پرت پياري، جيءَ جياري جهات هئي.
- نيڻ نيڻن سان پيچ پيچن سان، دل جي دل سان بات هئي.
- حسن مشهودي ملڪ سُجودي، هِر دي هردي هُو هات هئي.
- 'اعجاز' عليؑ جي صورت مورت، هيٺ مٿي اثبات هئي.



سچڻ سانگ تنھنجو سراسر سبق آ،
سبق آ سو حق آ سو حق آ سو حق آ

ڏٺو جن ڏسڻ سان تنھنجو رنگ ربوبي،
بيٺا تنھنجي در تي ٿي بردا بخوبي،
توتان جان قربان، تن سِر صدق آ.

مطيع ملڪ تنھنجا مڙئي جڳ مدامي،
طلب ساڻ تھدل تابع ڪئين تمامي،
سلامي هرهڪ طرف هر طبق آ.

اسين سيڪڙو تنھنجا سائل بہ تنھنجا،
خصائل بہ ڳايون فضائل بہ تنھنجا،
وڏي وٿ اسان لءِ تنھنجو خُلق آ.

توسان سَرِ وسوسن سُنبل ڪيئن پيٽيان،
ڪيتڪ ڪيوڙو گل ڪنول ڪيئن پيٽيان،
توکان سھڻو چا ۾ زنگي ۾ زنبق آ.

عجب آهه شق القمر واري عبرت،
ڪري تو ڏيکاري اها عين قدرت،
شڪين واري شڪ کي ڪيو توئي شِق آ.

تنهنجو نام نعرو اُتاهون اُتاهون،
قدم دم مبارڪ مٿانهون مٿانهون،
فلڪ فرطِ اُلفت کان توتي عاشق آ.

دنيا هيءَ آ قائم تنهنجي داوريءَ سان،
تنهنجي رهبريءَ سان تنهنجي ياوريءَ سان،
تنهنجي دم سان 'اعجاز' چئي سڀ رونق آ.



يار منهنجو بي ميار، مون ڪميڻيءَ ڪين ڄاتو.

آئون اوائي اوڳڻي، بي انت بداگلي اپار،
مون تي ڳڻ احسان وڙ، تورا سڄڻ جا بار بار،
تن مان مون لاتو نہ ڳاتو.

ڇا سٽايان پاڻ پنهنجا، پاپ پهہ پرڪار پار،
حرف ڏوراپا حقي حق جا مٿم واجب ويچار،
ڏنڊ ڏمر ڏک ڏينهان راتو.

مون کي آيا منهنجا آڏو، ڏوهہ ٿي نت مثل مار،
تن ڏيکاريو ڏنگ هٽي، حاضر هتي دوزخ في النار،
ٿيو سڪر ۾ ساهہ آتو.

اصل کان 'اعجاز' چئي آ، ذات منهنجي عيبدار،
من نُطفه نسب نسبت، نام نيشاني نڪار،
پاڻ مون پنهنجو سڃاتو.

○

پرين جي پار جا ماڻهو، اڇا ڪارا بہ مون پيارا،
انهن جا ناز ماڻا ۽ انگل آرا بہ مون پيارا.

جڏهن ٿو آئون ڏسان جوئي، ڪڙو ناهي منجهن ڪوئي،
پيان هٿ پير سندن ڌوئي، مٺا ڪارا بہ مون پيارا.

سين سان دل منهنجي گهري، هجن مسلم توڙي دهري،
قياسي يا صفا قهري، ظلم وارا بہ مون پيارا.

پچي سيئي ستر سيلا، ڪندس آئون يار لءِ حيلا،
ڪپرڪڻ مار زهريلا، ڏنگڻ هارا بہ مون پيارا.

هجن توڙي تڪر توڙها، رچون رڻ ۽ روهن روڙها،
ڏنگا ڏوڙا سنها سوڙها، چڪڻ چارا بہ مون پيارا.

مٺا ماڪيءَ جهڙا مصري، ڏٺي جن ڏک وڃن وسري،
نئين سج سڪ نئين نسري، برهہ بارا بہ مون پيارا.

چوي 'اعجاز' ملي هيڪر، دوئي ڪيم دور جڏهن دلبر،
مون کي تڏهين لڳا هر هر، منهنجا مارا بہ مون پيارا.

○

هينئر هن زندگانيءَ جو، اجهو آڌار تون آهين،
دکن دردن جي ماريل جو، دلاسيدار تون آهين.

نظر پنهنجي نہ ڦيرج تون، خدا نالي مون ناقص تان،
اکين منهنجن جو آسابند، اکين جو ٺار تون آهين.

جدائي جا ڏيئي صدمان، جلائيندين تہ جلندس پيو،
جي مُورئون منهن مٺايئي تہ بہ، مٺو مٺار تون آهين.

سُوالي ڪونہ ويو خالي، ڪڏهن تنهنجي وري در تان،
شفا تو وٽ سخا تو وٽ، سدا ڏاتار تون آهين.

هميشہ تو ڪيون هيٺن سان، همراهيون هلي هرجاءِ،
ضعيفن ۽ نحيفن جو، صحيح غمخوار تون آهين.

گهڙي پل جا گهٽئي ٿيا هت، اڇي 'اعجاز' جا ساٿي،
مگر قيامت قبر تائين، حقيقي يار تون آهين.

○

هادي جا هروار، ڀال هزارين ڀورن تي.

ڳائي ڳائجن ڪهڙا ڪهڙا آهن ڳڻ اپار،
لک لک ٿورا ٿورن تي.

ڀوءِ ڀين جي ڀوءِ واري، پاڻ ڪيائين پنهنجي آچار،
اچي انهن جي اجهورن تي.

هاديءَ جي هٿ ساٿ ري، ڪل اڌوري ڪار،
ذرو نہ بنجي زورن تي.

جن ڪي چاهي تن سان لائي، لنڱڙي ليل نهار،
ڪانهي ڪارن گورن تي.

اول آخر 'اعجاز' اهوئي آهي سو آڌار،
ڇانوَ ڇپرڇت ڇورن تي.

○

سيّد ساقي ڪعبو قبلو، پريمي پٽ پياري ٿو،
ملايو مام مرداني، مُيون دليون جياري ٿو.

ويا جي در سندس هيڪر، سوالي ٿي تہ سُرڪيءَ جا،
تني ڪي دُڦگ مٺي داري، پياري ٿو سنياري ٿو.

نہ رهندو مير من دل تي، رتي رائي مُوافق ميان،
نيڻن ۾ نيڻ نت پائي، اندر سُوجهو اجاري ٿو.

سبحاني سر چوان سوئي، نہ تنهن ۾ ڀئو نڪي ڀولو،
ڏيو هٿ روز همت جا، اڙيا هن پر اُڪاري ٿو.

وڄي نوبت نغارو پيو، نيهي نَرَ نامياري جو،
نشانبر ٿي نسنگ هر جا، ڏسڻ جا ڏيهہ ڏيکاري ٿو.

شُبهہ شڪ جي سوا گم ٿي، صفا سر شاهِ مردان ۾،
’اعجازا‘ عشق حيدر جو، سبق رندي سيکاري ٿو.

○

آئون تہ سڄڻ سائين تنهنجي تاريءَ پٽي تڳان،
پيو اجهو نڪي اٿم آسرو، لاري ڪنهن جي لڳان.

اهڙو نہ هوندو نظر ڪنهن جو، سعيو سات سڳر ڪنهن جو،
پر نہ ڪندس هي سر پنهنجو، پريم تنهنجي پَڳان.

آئون نهايت نڀر نڪٽي، ڪم ڪميٽي ۽ ڪنيزڪ ڪٽي،
تنهن جي سونهن جي ساڙيل سڪٽي، تولءِ ويٺي ڏڳان.

تنهنجي توهن تاري آهيان، اوڙاهن مان اُڪاري آهيان،
توئي پاري سنياري آهيان، هيڏي ساري جڳان.

ڪامل ميتي ڪُل ڪچايون، 'اعجاز' پاران وجھ ڪي ڏايون،
همتون مَد تون پال پلايون، ڪر تہ ويرين وِچ وڳان.

○

جاٽي جاٽهار، آئون تہ سجڻ سائين تنهنجي آهيان،
در نہ ڇڏيندس دوست تنهنجو

سور سختيون سر تي سهنديس، قول ڪيل تي قابو رهنديس،
آهي اهو اقرار، آئون تہ سجڻ سائين تنهنجي آهيان.

توريءَ منهنجي واهہ نہ ڪائي، وار وصل جي سهڻا وائي،
جانب جيءَ جيار، آئون تہ سجڻ سائين تنهنجي آهيان.

توڙئون تنهنجي ڪنيزڪ آهيان، اڄڪلهہ جي آئون نوڪر ناهيان،
ڏولڻ ڪر اعتبار، آئون تہ سجڻ سائين تنهنجي آهيان.

عرض 'اعجاز' جو ساجن سڻ تون، رخ تان نقابو نازڪ کڻ تون،
صدق وڃان صدبار، آئون تہ سجڻ سائين تنهنجي آهيان.

○

سڄڻ سڀ حال ڄاڻين ٿو، ڪولي توکي سڻايان ڇا،
سڄوئي ڏوه آهيان آئون، واتئون پيو ڪي ورايان ڇا.

منهنجي توبه منهنجي زاري، منهنجي تقويٰ اطاعت واري،
منهنجي سڀ بندگي ساري، ڳڻي پئي ٿي ڳڻايان ڇا.

نه .مون ۾ ڪا پاڪائي آ، نه مون ڪي سا ڄڳائي آ،
اها هڪ تو سُونهائي آ، ڪلهو توساڻ لايان ڇا.

نظر جيئن ڪئي اتئي ڏُر ڪان، ازل جي ورز اطهر ڪان،
متان منهن موڙين تنهن پر ڪان، تنهنجو 'اعجاز' ناهيان ڇا.

○

توسان ڪانهي ڪچڻ جي يار ڳلي، جيئن ڪُهڻو هجئي تيئن ڪُهہ ٻيو ٻلي.

اي لولاڪ لما جا داتا ڏٽي، جيڪا توکي وٽي سا مون کي وٽي،
چو تہ دوستيءَ جو ويئس دم هٽي، هاڻي ڏينم همت ڪريان توڙ هلي.

ڪتي وصل جا واريو ونگ وجهين، ڪتي ورهہ وڇوڙي جا ڏنگ وجهين،
ڪتي نام سنڌءِ جا ننگ وجهين، ڪتي ابر سخا جو ٿي تون ٿو ڳلي.

تنهنجو درڙو ڇڏي ٻيا در چو سجان، اهو هوش حياءُ آهيم اجان،
تو مشڪل ڪُشا ريءَ ٻيو نہ مجان، اها آهي حقيقت دم دم دلي.

سڀ تون ٿو بنائين تون ٿو اُجاڙين، سڀ تون ٿو ڍڪائين تون ٿو اُگهاڙين،
سڀ تون ٿو کلائين تون ٿو رُئاڙين، حيران آهيان چئي 'اعجاز' علي.

○

هي عرضِ محبت بہ غور طلب آ، پڌڻ جيئن جي سُهڻا پڌڻ چاهين چاهين،
مُقدر سنورجي وڃي منهنجو بيشڪ، ملڻ جيئن جي سهڻا ملڻ چاهين چاهين.

رهيو آ سدائين اهو تنهنجو رويو، نڪي دل سان چاهين نڪي دل تان لاهين،
اها رمز ڪهڙي اهو راز ڏس تون، ڏسڻ جيئن جي سهڻا ڏسڻ چاهين چاهين.

مدتن کان آهي تقاضا اها ئي، تمنا اها ئي تہ دعويٰ اها ئي،
سواءِ تو نہ آيو پسند پيو ڪو مون کي، مڃڻ جيئن جي سهڻا مڃڻ چاهين چاهين.

هجان ياد توکي هميش هميش، ڪڏهن حال ڪنهن ۾ وڃئين ڪونہ وسري،
اکين سان تو اکڙيون هينئين سان تون هينئڙو، گڏڻ جيئن جي سهڻا گڏڻ چاهين چاهين.

سڪڻ سڪ جا سيني اندر سهسين خانا، خاني سڀ ۾ تنهنجا چڪن چاڪ سڀ پيا،
پسايم نہ ڪنهن کي پسايان سي توکي، پسڻ جيئن جي سهڻا پسڻ چاهين چاهين.

ڏسين مون ڏي ٿو پر ڏيڊيءَ ڏيڊيءَ اک سان، ڏيو پاند منهن تي ڏهاڙي ڏهاڙي،
حجابن مان نڪري اڄڻ منهنجي اڄ تون، اڄڻ جيئڻ جي سهڻا اڄڻ چاهين چاهين.

ڪجل بار اکيون عنبر بار ڪاڪل، گوهر بار گفتا شگفتہ شگفتہ،
وسائين سي جن تي وسن سي ويرانا، وسڻ جيئڻ جي سهڻا وسڻ چاهين چاهين.

ٿَهين ڪين مون سان ٿلها ڪيئي دلاسا، ٿتوليون تڏهن ڪن ٿا ماٺهو ٿَتوليا،
اجان وقت آهي ٿهي پئہ مگر تون، ٿهڻ جيئڻ جي سهڻا ٿهڻ چاهين چاهين.

رنگينا ڪريو لب رنگين راڄ ويٺو، رهيو باقي 'اعجاز' تنهن کي بہ رنگ تون،
پڪو رنگ تنهنجو ڦٽي ڪونہ ڪڏهن، رنگڻ جيئڻ جي سهڻا رنگڻ چاهين چاهين.



جهڙو سندءِ آ شانُ، تهڙو ڏي ڪو دان مون کي.

املهه ماڻڪ هيرا موتي، لعل تنهنجا لاثان،
پر نہ اهو خفتانُ مون کي.

گهوڙن هاٿين هنبارين تي، هرڪي ٿئي جو حيران،
پانءِ نہ اهڙو پانُ مونکي.

جيڪو ڇُپائي آيس من ۾، پورو اهو ارمان،
ڪر تہ ٿئي ايمانُ مون کي.

پُڇُ مَ مون کان پاڻ ٿي پروڙج، تند منهنجي جو تانُ،
چورڻي ناهي زبان مونکي.

’اعجاز‘ علي چوي آهين برابر، سخن جو سلطان،
ڏي مٺانهون مانُ مونکي.

○

ڪڏهن صبا بنجي، ڪڏهن گدا بنجي،
دلبر مٺا تو در سدا، ايندو ئي رهان ٿو.

سڪ ۾ تنهنجي هر طرح جا سور ڏئم،
ڪڏهن کهڙا ڪڏهن ڪهڙا تاب سئم،
تہ بہ دلربا تو تان فدا ٿيندو ئي رهان ٿو.

پيار پنهنجو بيگانن لاءِ وقف بنائيئي،
پٿر جهڙي منهن جي لاءِ دل نپايئي،
تنهنجي اها توکي گلا ڏيندو رهان ٿو.

عشق سوداءَ ڪان جهڙو ٿي ويس لامڪاني،
ڪٿ ان قرار ٽڪاءَ اچي چڙ آهيان سيلاني،
بُتخان چا مئيخان چا، ويندو ئي رهان ٿو.

ٿي نہ ڪا پي ٿيندي مون کان ڪرت ڪِمائي،
آهي تہ آهي 'اعجازا' چئي تات اهائي،
تنهنجو رضا تنهنجي وفا، ڳوليندو ئي رهان ٿو.

○

دردنہ اوهان جو چڙيان چڙيان، ڏينهن قيامت تائين دلبر.

اڄ آس اهائي من ۾، آمهون سامهون اڏيان اڏيان،
اپري سپري پونگي تو پَرِ.

ڏيو دلاسا ڏاڍا چڙيو، سينو ڪانہ تي تڏيان تڏيان،
نظر ڪريو ڪا ناز پرور.

دل اوهان سان سانول سائين، گولي ٿيو ٿي گڏيان گڏيان،
جِيئري هونديس جو دم جيتر.

’اعجاز‘ چوي ٿو آئون هتان شل، لات هن سان لڏيان لڏيان،
جا سيکاريوَ مون کي رهبر.

○

احوال اندر جو اوهان سان مٺا، ڪجھ اوريو اٿم ڪجھ اورينديس،
ڪري قرب وارا هتي ڪُلئي ڪٺا، ڪجھ گھوريو اٿم ڪجھ گھورينديس.

نسري زماني ناساز منجهان، مٿي محوس خاني مجاز منجهان،
حقي نينهن جو ناتو نياز منجهان، ڪجھ توڙيو اٿم ڪجھ توڙينديس.

ڇڏي مسجد مندر چارئي مُسلي، وٺي پنجن پارهن جا نام نِلا،
سڪ سوز سندو سڳو صَل علي، ڪجھ سوريو اٿم ڪجھ سورينديس.

سجي دِيد دوناليون آيو سهڻو صنم، ويو دلڙي ڦُري ڏئي درد و آلم،
تنهن جهوريءَ ۾ جيءَ جان جسم، ڪجھ جهوريو اٿم ڪجھ جهورينديس.

سسئي وانگي سراسر تو ڪو ڪري، هُجت هاري 'اعجاز' ڊُوئي دور ڪري،
ڏونگر هي ڏکن جو ڏسڪا پري، ڪجھ ڏوريو اٿم ڪجھ ڏورينديس.

○

ڳڻي نہ پُڄان سي ڳُڻ، مون تي ڪيا جي منهنجي سائِن.

ڳڻ سائِن جا شماران ٻاهر، منهنجي پچاران ٻڌاران ٻاهر،
اهڙا ٻاجهارا ڀڳڻ، ڏينهن رات ڳُڻِن جا مينهن وسائِن.

ٻچپڻ کان اڄ تائين منهنجا، مون تي مهربان سائين منهنجا،
منهنجي چُڪن جي چُڻ، ڪن پاڻ نڪي پر ڪان ڪرائِن.

جن جي ڏسڻ لاءِ ڏيهہ ماندا، مون سان پرين سي هڪ هيڪاندا،
سچا سندس سڀ ڳڻ، گهر ويٺي مون کي نِتِ پاڻ پسائِن.

ڏينهن ميثاق جي بخشي خطائون، ڪيئون جي عطائون تن لائق نہ آئون،
ڏُرڪئي ڏَٹين اها ڏُڻِ، پَيرَ پريت ۾ مون کي ٻرائِن.

منهنجي سائيُن جا ڪرم ڪوجهن تي، ڏت ڏُڏن تي جُود جڏن تي،
پيا ٻال لکين ٻالڻ، اوکيءَ سوکيءَ ۾ 'اعجاز' نبائِن.

○

تُنهنجو چڱي وجان در، مون کان نٿو پُڄي،
قدمين رکي ڪٽان سِرُ، مون کان نٿو پُڄي.

آئون ئي تنهنجو عاشق، اهڙو متي ڦريل،
امر و نهي اورانگهي، ڏٺم تنهنجو منهن اَملَ،
پوءِ بہ پوڄان ڪعبو مندر، مون کان نٿو پڄي.

استاد پير مون کي، سيکاريو نہ چنڻ نينهن،
سڀ ڏينهن ٺهڻ سڀ سان، سڀ ڏينهن ڳنڍڻ نينهن،
نينهن کي ڪو چندو ڪافر، مون کان نٿو پڄي.

توکان پرين پري رهان، اهڙي دعا نہ ڪر،
فُرقت جي ڳالهہ ۾ ڳهان، اهڙي دعا نہ ڪر،
ناحق ٿيان چو مضطر، مون کان نٿو پڄي.

هي پانهون آ ديوانو، مُنل عشق حُسن جو،
آ ڪلهہ بہ ڪنل اڄ بہ ڪنل، عشق حسن جو،
ريءَ عشق رهڻ ڪنهن پَرِ، مون کان نٿو پڄي.

محبوب توکي روبرو، سجدا ڪندو رهان،
قربت وصال درشن، سيوا ڪندو رهان،
غائب جو بنجان چاڪر، مون کان نٿو پڄي.

در گهر ديار تنهنجي جو، نقشو نظر اٿم،
'اعجاز' چئي اکين ۾ سو دل جي وندر اٿم،
هن دل اکين تي سنسر، مون کان نٿو پڄي.

○

پڪا پائي پائي پيچ، پرين پاتا اٿئي،
ڏاڍا لائق تورا، لڪ لاتا اٿئي.

رُخ پاڪ پيشاني پئي پياري لڳي، منجهس معصومي مند پئي موچاري لڳي،
نظر ناز واري نت نياري لڳي، هڪ لحظي اندر دُڪ لاتا اٿئي.

مُنهن مُصحفي ڏئم ويا ارمان لهي، درڪار ڪعبي جي ڪاڻ رهي،
سر تو ۾ ڏٺو مون سبحان صحي، هي وصف وسيع اسان سُڄاتا اٿئي.

اَلف ابرو عين عبارت آ، نُقطو نُون نِج نبارت آ،
اهي پيڪان پانيان ڪِ بشارت آ، ايڏيون تيغ تکيون ڏنيون داتا اٿئي.

جيئن هاڪ حسن جي هُوءِ ٻڌيم، تيئن تو مان خوش خُلقي خُوشبوءِ لڌيم،
لب لال رنگين ڳوڙهي رُوءِ ڏٺيم، اهڙا ’اعجاز‘ اکين جا ناتا اٿئي.

○

نام ننگيءَ جي ناتي، نينهن ۾ نشانبر ڪيڙس،
نجهرو نڏر جو نور ٿيو، جيڪس جُڳ جُڳ جِيئڙس.

نام جپيان ناٿ پسان، هڪ جيڏن منجھہ هسان،
واهي ويراڳي بنجي، ويڙهي ويڙهي وسان،
محبت واري مَحوِيَت ۾، مست و مست ٿيڙس.

نام حضوري نُوري، دم ۾ ڪيو دُک دوري،
قالئون ڪڍي حال ڏيئي، مام ملائي منصوري،
بحر برھہ جو پَلئہ پيو، لهر لقائيءَ نِيڙس.

نام سان ناتو نام جي معنيٰ، نام سُجاٽي ڪوڪو،
نام جي آجيان عزت ادب، ڄاٽو ڄاٽي ڪوڪو،
نام نهال سي ڪيڙا، جي نائي سِرُ سام پيڙس.

نام اسم اهو افضل، اڪمل عين عليؑ،
اوري 'اعجاز' اورج، دليئون دن رَين عليؑ،
انهيءَ نام يلي جي برڪت سان، لنگهي آئون پار پِيڙس.

○

# بيت

(1)

حاضر حال وصال جي، سمجهه روح رهاڻ،
جاري آهه ميثاق کان، جِيءَ جي جيءَ ساڻ،
مازاغَ البَصَر سان، معنيٰ صورت ماڻ،
فَکان قاب قوسَين، جاءِ ملڻ جي جاڻ،
اتي سونهن سُرهاڻ، اثباتي 'اعجاز' چئي.

(2)

حاضر حال وصال جي، ميثاقئون مقال،
اَلَسست بِرَبّکُمُ تي، وائي لاءِ وصال،
قالوٗابَليٰ قلبئون چئي، بندي هن بحال،
بيشڪ تي بحال، بازي بات برهه جي.

(3)

حاضر حال وصال جو، خوبان خوبي کيل،
نيڻن واري ناز سان، محبوباڻو ميل،
قتل ويل ڪُويل، سر سدائين سَٽ ۾.

(4)

حاضر حال وصال جا، آشنا عارف،
تنين جا تعارف، تن جي قول ڪلام ۾.

(5)

حاضر حال وصال جا، سِر عاشقن الهام،
عالم الغُيُوب جا، پهچائن پيغام،
مخفي سندين مام، آهي عجائب 'اعجاز' چئي.

(6)

حاضر حال وصال جا، متي عاشقن مچ،
سڙي پچي سوز ۾، سچن چيا سچ،
ڪڍيا تنين ڪچ، ڪوڙن جي قلب مان.

(7)

حاضر حال وصال جا، عاشق آگاهي،
آهن نازل انهن تي، احوال الواحي،
جن جو الله اصلاحي، سي ڪاڻ نہ ڪين ڪنهن جي.

(8)

حاضر حال وصال جو، سِر عاشقن ڪُلاهہ،
اَمر و نَهي جو، ان تي، ڪونهي گوڙ گناهہ،
سي عشق ۾ 'اعجاز' چئي، تين معاف مُباح،
جن جو اصلاحي الله، سي ڪاڻ نہ ڪين ڪنهن جي.

(9)

حاضر حال وصال جا، عاشق پاڻ ڪتاب،
اَمر و نَهي جو انهن تي، ڪونهي حق حساب،
سبق صُبوري تن جي، صورت سوال جواب،
الف لام مِيم جو، متن خود خطاب،
عشق جو اَرڪاب، اَسپ 'اعجاز' ان ڪي.

(10)

حاضر حال وصال جا، سِر عاشقن آرا،
پاڻ چيرائي پانهنجو، بــار ڪنيـئـون بارا،
تن نيهين جا نعرا، عــالــم ۾ اظهار ٿيا.

(11)

حاضر حال وصال سان، عاشق ٿيا اَمَر،
آيَن هٿ 'اعجاز' چئي، دمن وارو دُر،
سُرَ سان سَليئون سِر، ڪو سمجهي سُرَ انهن جو.

(12)

ڪو سمجهي سُرَ انهن جو، آڏي سِرُ آڏي،
ڪنڌ ڪپائي قريب ٿئي، دمدم دل وڏي،
ڪنا مال مڏي، پالهو ڪري پاڻ ڪي.

(13)

ڪو سمجهي سُرَ انهن جو، آڏيءَ سِرُ رکي،
ڪنڌ ڪپائي قريب ٿئي، بنجي لعل لکي،
ڳجهان ڳجهه پريم جي، ڏسي چاس چکي،
نہ تہ سمجهڻ ناهہ سُکِي، اها رمز 'اعجاز' چئي.

(14)

ڪو سمجهي سُرَ انهن جو، بي سرو بيباڪ،
سالڪ اُلٽي سلوڪ جو، واچين اُلٽو واڪ،
اُلٽو اَٽِن ٽاڪ، اُلٽي گام 'اعجاز' چئي.

(15)

اُلٽي گام 'اعجاز' چئي، اُلٽي رمز هٽن،
اُلٽي رمت انهن جي، اُلٽي ڪَهتِ ڪهن،

اُلٽي ريت پريت سان، الٽي جهات وجهڻ،
آلٽا دم جپڻ، اُلٽي چوٽ انهن جي.

(16)

اُلٽي چوٽ انهن جي، اُلٽي چاٽي چاش،
اُلٽي راهہ تلاش، اُلٽو آهين آئيو.

(17)

اُلٽو آهين آئيو، اُلٽو وري ويندين،
اُلٽ بنا اي اُلٽا، ٿانءِ نہ ڪٽ ٿيندين،
اُلٽو دم ڏيندين، اُلٽو وٺندين 'اعجاز' چئي.

(13)

اُلٽو آئين 'اعجاز' چئي، اُلٽ ڪمائي ڏس،
اُلٽو وڃي وس، اُلٽو پس پسڻ کي.

(19)

اُلٽو پس پسڻ کي، اُلٽو پسڻ آهہ،
اُلٽ ريءَ اونداهہ، اٿئي اُلٽي عالم ۾.

(20)

اڇي اُلٽي عالم ۾، اُلٽان اُلٽ آلاءِ،
اُلٽي مام ملاءِ، اُلٽ سماءِ اندر ۾.

(21)

اُلٽ سماءِ اندر ۾، اُلٽو جاڻ سُڄاڻ،
اُلٽو هيءُ اُهڃاڻ، سمجهہ صوفيءَ جي سِرَ جو.

(22)

سمجهہ صوفيءَ جي سِرَ کي، سِر الاهي صاف،
ناهي لاف گذاف، صوفي سمايو سڀ ۾.

(23)

صوفي سمايو سڀ ۾، صوفيءَ جي پس پريت،
ڪل شيءِ محيط، ٿيو توحيدي تصرف سان.

(24)

صوفي سمايو سڀ ۾، پس صوفيءَ جي پرتِ،
نينهن بنا ناهيس ڀي، سُرت نڪا نِرتِ،
قرب واري ڪِرت، اُتاهون ڪيس 'اعجاز' چئي.

(25)

صوفي سمايو سڀ ۾، پس صوفي جي حڪمتَ،
پاڻهي پنهنجو پاڻ ٿيو، قلم قضا قسمتَ،
اعليٰ اَتس عظمتَ، عجب ذات صفات سان.

(26)

صوفي سمايو سڀ ۾، پَسُ صوفيءَ جو پِرياڻُ،
پسڻ پسي پانهنجو، پورو لڌئين پاڻُ،
مٿاهون اَتس ماڻُ، بصيرت ۽ بينائيءَ سان.

(27)

صوفي سمايو سڀ ۾، پس صوفيءَ جو سياءُ،
پاڻ ئي ڪعبو قبلو آ، پاڻ ئي قبلي نماءُ،
پاڻ ئي آهہ هُماءُ، پاڻ ئي پاڃو پنهنجو.

(28)

صوفي سمايو سڀ ۾، هي صوفيءَ جو تصرف،
اناالحق حرف، پڙهي پڙهيائين عام کي.

(29)

صوفي سمايو سڀ ۾، صوفيءَ ۾ ڪو نہ سمايو،
ريءَ اسم ذاتيءَ جي، پيو نہ منجهس مايو،
صوفي سوايو، هر جاءِ هر ڪنهن کيل ۾.

(30)

صوفي سمايو سڀ ۾، بنجي سُور سُرور،
قدم ڏريئين قونين تي، دم انهيءَ کان دور،
پرکي ڪو پهہ پور، صوفيءَ سندي سِر جو.

(31)

صُوفي سمايو سڀ ۾، سُور سُرور جيئن،
انهيءَ ڪري 'اعجاز' چئي، ڪو ڪيئن پائيس ڪو ڪيئن،
بي مثل مثل سيئن، پاڻ وهيڻو پاڻ ٿيو.

(32)

صوفي سڀ طرح ٿئي، صوفي طرح نہ ڪوءِ،
اُهجاڻ اهوئي هوءِ، صوفيءَ سندي سِر جو.

(33)

صـوفيءَ سنـدي سِـر جو، بيحد آهہ بيان،
صـوفي سـر سبحان، اسـم واري اوٹ ۾.

(34)

صوفيءَ سندي سِر کي، صوفي سڃاڻي،
آئون جو نہ آڻي، اڳيان ڪڍهن ان جي.

(35)

صوفيءَ سندي سر جو، سمجهڻ سُر دقيق،
صوفي بحر عميق، گماني گرداب سان.

(34)

صوفي واري سُنگ ۾، اهل اٽڪل ناهہ،
رَوش رندي آهہ، ڪُپر واري ڪار سان.

(37)

صوفي واري سُنگ ۾، اهو ڪين اچي،
جو رواجي رسمون، رُوحئون ڪين رچي،
هت پچي پوءِ نچي، سو اچي پل 'اعجاز' چئي.

(38)

صوفيءَ واري سُنگ ۾، جيڪو پاڻ پچائي،
يارانو يڪتائيءَ سان، لائي نيائي،
سو پلي سڏائي، صوفي مر تصوف سان.

(39)

صوفيءَ واري سُنگ ۾، قائم هيءُ قانون،
لا مقصود في الدارين الاهو، ظاهر ڪي باطون،
مايا جي متاع جو، اوسيئڙو نہ اوُن،
مُحبتي مضمون، فهم سيڪاري فَذُڪرُ جو.

(40)

صوفيءَ واري سُنگ ۾، لُنگ بند بنجي آءُ،
تـہ چکين سوريءَ ساءُ، پسين مشاهدو پرينءَ جو.

(41)

صوفي سوئي چئجي، جنهن جو پيءُ نہ ماءُ،
لَمۡ يَلِدۡ وَلَمۡ يُولَدۡ، تنهنجي صفت ثناءُ،
تنهن کي ڪانهي ڪاءِ، احتياجي جوڙ جُفت جي.

(42)

صوفي سوئي چئجي، جنهن جو ماءُ نہ پيءُ،
لَمۡ يَلِدۡ وَلَمۡ يُولَدۡ، پاڻهي جيئرو جِيءُ،
تنهن سِر ڪونهي سيءُ، اجل جو 'اعجاز' چئي.

(43)

صوفي سوئي آهہ، امان ابو نہ جنهن جو،
لَمۡ يَلِدۡ وَلَمۡ يُولَدۡ جي، تنهن سِر سَرو پاهہ،
ننگ ناموس جي ناهہ، احتياجي تنهن 'اعجاز' چئي.

(44)

سو صوفي ناهي سچو، جنهن ڪئي نہ صفائي قلب جي،
ڪيني ساڻ ڪچو، ناقص آهہ 'اعجاز' چئي.

(45)

صوفي صرفو سِرَ جو، ڪڏهن ڪو نہ ڪري،
اَڏيءَ ڪاتَ ڪلال ڪان، پاسي ٿئي نہ پري،
سُرڪي سوز گُداز جي، پيو سُرت سَري،
مورهئون سو نہ مري، جنهن کي جام جياريو.

(46)

جنهن کي جام جياريو، جُڳ جُڳ سو جيئي،
وَر وَر ڏيو وِرهه جون، وٽيون پُرِ پيئي،
پاسي ڪيم ٽئي، سري ڪان سيد چئي.

(47)

سَرو پي سيد چئي، صوفي ٿيو صحي،
عجب رمز رهي، اُنهيءَ جي القاءِ جي.

(48)

پاڙهي وڏڻ پاڙ کي، صوفي سکيا جي،
آهي انهن کي، پورو پڻ پريت جو.

(49)

پاڙهي وڏڻ پاڙ کي، سندو سچن ڪم،
ناهي دعوي دم، اِتي ڪنهن جو 'اعجاز' چئي.

(50)

پاڙهي وڏڻ پاڙ کي، مشتاقن مرڪ،
تنهن کي ڪن ترڪ، جا سُکيو رکي ساهه کي.

(51)

حاضر حال وصال جا، عاشق آشنا،
انهن آمنا، مجي ڪانه مرڻ جي.

(52)

مجي ڪانه مرڻ جي، تن ڳالهه ڪڏهن ڪائي،
هم مري ته گرو مري، آتن خُوءِ اهائي،
جهليئون جوءِ جائي، اَڪالي 'اعجاز' چئي.

(53)

مجين ڪونہ مرڻ ڪي، ڪيئون سر صحي،
ٿيا گم گروءَ ۾، ڪاپڙي ڪهي،
رَمزن منجھہ رهي، مارا ٿيا موت جا.

(54)

مجيِن ڪونہ مرڻ ڪي، مردن اِيءَ مٽيا،
سُبۡحَانَ الَّذِیۡ أَسۡرَیٰ، باقي ذات ٻٽيا،
واحد ڪي وٽيا، ڪونهي ڪالُ انهن تي.

(55)

مارا ٿيا موت جا، حال وندا هر جاءِ،
ڪال نہ اچي ڪڏهين، تن جُنگِن سندي جاءِ،
اُهي قائم پانءِ، دائم دُر 'اعجاز' چئي.

(56)

دائم دُر 'اعجاز' چئي، ڪَل جُڳ ۾ ڪامل،
شفقتون ڪن سڀ تي، سڀ سان ٿي شامل،
سي ناميارا نامِل، هادي هر دوجهان ۾.

(57)

هادي هر دوجهان ۾، هيٺن سان حامي،
پاجهون پاجهارن جون، محڪم مدامي،
غم جي غمامي، لاهيو وڃن لِڪ ۾.

(58)

هادي هر دوجهان ۾، هيڻن جا همراهہ،
ناقـص نـوازڻـا، پَسـتـن پُـشـتِ پـنـاهہ،
بي واهن جا واهہ، آڏر اڙين 'اعجاز' چئي.

(59)

هادي هر دو جهان ۾، حامي هيڻن ساڻ،
آهن اهي 'اعجاز' چئي، هر مُندا مهراڻ،
تني ڪنان چاڻ، آبادي ڪل عالم جي.

(60)

هادي هر دوجهان ۾، آمون ۽ اڪسير،
آهن خود 'اعجاز' چئي، قدرت ۽ تقدير،
تن اڳيان تدبير، هلائج ڪانہ هڏهين.

(61)

هادي هر دوجهان ۾، پار وڏي سان پرَ،
سبحان سِر انهن جو، هو سبحاني سِر،
ڪن عطائون ڪُل تي، ڪُل متي قادر،
محبتي ماهر، معرفت واري ملڪ جا.

(62)

نہ مون جمال نہ ڪمال ڪو، نہ مون حال نہ خيال،
ڪهڙي پر سان پاڻ کي، آئون سڏايان، لال،
جي پلو ڪري پال، تہ آچارو ثيان 'اعجاز' چئي.

(43)

نہ مون جمال نہ ڪمال ڪو، نہ مون حال نہ هوش،
کھڙي پر سان پاڻ کي، سڏايان سبڪدوش،
تنهن ڪري آهيان خاموش، اڳيان هر ڪنهن ’اعجاز‘ چئي.

(64)

نہ مون جمال نہ ڪمال ڪو، نہ مون حال حريفائي،
آهيان نسورو ’اعجاز‘ چئي، جاهل غافل جائي،
اصل مت نہ آئي، مون کي ماڻ ڪرڻ جي.

(65)

نہ مون جمال نہ ڪمال ڪو، نہ مون خوف نہ خوشي،
اچيو خوشامدڙيا ’اعجاز‘ چئي، هر هر ڏينِ هُشي،
تن جي دَؤنس دُسي، مون کي ڪندي ڪانہ ڪا.

(66)

نہ مون جمال نہ ڪمال ڪو، نہ مون حال نہ هيچ،
تون ڏاتر تي ڪي ڏيچ، تہ مرڪايان منهن ’اعجاز‘ چئي.

(67)

نقش ڪنهن نيهيءَ جو، شوقئون ڪر شامل،
بندو بردو برهہ جو، تي عابد ۽ ڪامل،
عشق جني ڪامل، سي ڪنهن کان ڪنبن ڪين ڪي.

(68)

مورت پير محقق جي، صورت سيني سماءِ،
ڪري تسليم تنهن کي، حاضر روُءِ رهاءِ،
انهيءَ سان ’اعجاز‘ چئي، روح رهاڻي لاءِ،
پرت ساڻ پچاءِ، نقش نظارو حق جو.

(69)

هو جوڳيئڙا جامع، هئا هيراڪ حق جا،
رهيا شامل شريعت سان، طريقت تابع،
هينئڙا تن جا حقيقت تي، روح رب ڏي راجع،
من انهن جا واسع، ڪيا مام معرفت جي.

(70)

جڏهن هيڪائي هيڪ هئي، نہ هو ويچو وار،
اهو تڏهن 'اعجاز' چئي، ڪٿي هو تڪرار،
جيڪو هاڻي بار بار، واريو وجهين وچ ۾.

(71)

جڏهن هيڪائي هيڪ هُئي، نہ هو ويچو وِچور،
اهو تڏهن 'اعجاز' چئي، فتنو نہ هو فتور،
جيڪو هاڻي ضرور، آڻيو وجهين وچ ۾.

(72)

جڏهن هيڪائي هيڪ هئي، نہ هئي وار جدائي،
اها تڏهن 'اعجاز' چئي، هُئي ڪٿي پيائي،
جو هاڻ مٿايو وائي، ٿو وڏين اندر ويڙهن سان.

(73)

دل جي رمز رفتار ڪي، حاصل ڪُل ڪمال،
جتـي پيـر نہ پـڄڻا، اُت مـاڻـي دل وصـال،
بيـشـڪ آهہ بحـال، ميـلـو معـراج دل سـان.

(74)

دل جي رمز رفتار ڪي، سمجھ بُراق بجاءِ،
ذرو گھٽ نہ ڀانءِ، دل جي وڃڻ ورڻ جو.

(75)

دل جي رمز رفتار ڪي، ريلون ڪين رسن،
ڪوھہ ڪروڙين پل ۾، دليون ڪن ملن،
ڳالھہ عجب 'اعجاز' چئي، پوءِ جيڪي جيئن سمجھن،
حضور بہ حاصل تن، جن دل هلائي دلبر ڏي.

(76)

جي دل نہ هلي دلبر ڏي، تہ پيرن ڪھڙو وس،
وِک نہ ڪڇندي هڪڙي، توڙي گھاڙو هجي گس،
عضوا سڀ اَوس، آهن بردا دل جا.

(77)

دل جي حال خيال جي، دل وارن آگاھہ،
دل بہ مانند ماڻھو جي، ٿي رکي شڪل شباھہ،
ڪَن اکيون 'اعجاز' تنهن کي، سر منهن ساھہ پساھہ،
اسم جسم لھو لحم، ۽ رنگ سفيد سياھہ،
دل سان ملي دل کي ٿو، علم عشق اٿاھہ،
آهيان آئون بہ گواھہ، دل جي دم درجات جو.

(78)

تجلو تاريڪيءَ ۾، احمدي اهڃاڻ،
سونهن سھائو سوجھرو، سالڪ سمجھ سڃاڻ،
آهي پاڻ 'اعجاز' چئي، پيو مور نہ ڇاڻ،
ماٺ صبر سان ماڻ، پر ۾ مشاهدو پرين جو.

(79)

قلب قنديل جن جو، چت چراغ مثل،
نورُ عليٰ نور جو، تن ۾ تيل تجل،
انهن کان ’اعجاز‘ چئي، پرين پري نه پل،
تني متي تِل، حرف نه هوتاڻن جو.

(80)

قلب قنديل جن جو، ڏيئي مثل ڏِيل،
اندر ٻاهر اُن جي، جملي نور جميل،
آڻيو ڪيم ’اعجاز‘ چئي، تن ۾ شڪ دليل،
ڪوهياري ڪيچ ڏٺيءَ جو، سوجهيو وطن سبيل،
آرياڻي اصيل، لڪو نه لوچيندن ڪان.

(81)

هينئون هلي جن جو، سي پيرين پنڌ نه ڪن،
ٻي پا هليو برهه سان، پل ۾ ڪيچ پڄن،
ڪوهه ڪشالا ڪرڻ جي، ناهي مهم مٿن،
سي جيڏهن اک ڪڻن، تيڏهن پسن پنهون کي.

(82)

هينئون هلي جن جو، سي پيرين ڪن نه پنڌ،
هلي ڪارڻ هوت جي، ڪونه پڇن ڪو هنڌ،
جيڏهن ڦيرين ڪنڌ، تيڏهن پسن پنهونءَ کي.

(83)

هينئون هلي جن جو، تن جي پيرن تان پنڌ معاف،
اصل ناهه انهن تي، ڪوهه ڪشالو ڪاف،
ائين ’اعجاز‘ تو چوي، صاف صفا مصحاف،
آهي سڀ انصاف، دل جي رمز رفتار کي.

(84)

هينئون هلي جن جو، تن وِڪان ويجهو ڪيچ،
پير نہ پڇن پنڌ کي، نڪي پيو پهہ پيچ،
اشارو هي 'اعجاز' چئي، سمجهي ٿي سرويچ،
منجهئون وڃي ميچ، هينئڙو هوت پنهونءَ سان.

(85)

هينئون هلي جن جو، تن وِڪان ويجهو هوت،
هاڙهي حَب هلڻ جو، ان تي ڏمر نہ ڏوت،
نڪي مٿنِ موت، نڪي قيد قبر جو.

(86)

هينئون هلي جن جو، تن وڪان ويجهو وَرُ،
بي پا لنگهي بَرُ، پسن سي پرينءَ کي.

(87)

هينئون هلي جن جو، سي سدا حضوري،
ناهي دم دوري، آرياڻيءَ جي ان ڪان.

(88)

هلڻ هينئين سان هوت ڏي، هاريون حق ٿيو،
جڏهن هينئڙو هلي پيو، تڏهن لٿو پنڌ پيرن تان.

(89)

ڏوريو ڏوريو ڏونگر کي، جيئن وريو ڏوريان،
تہ بہ اُهائي ڳالهہ 'اعجاز' چئي، آئون نہ ٿي اوريان،
ڪهڙي منهن چوريان، ڳجهي ڳوڙهي ڳجهہ کي.

(90)

ڏوريو ڏوريو ڏونگر ڪي، وريو ڏوريان جيئن،
تہ بہ ڳالھ اهائي ’اعجاز‘ چئي، تهڙي آهي تيئن،
ڪهڙي منهن سان ڪيئن، ڪريان پڌري پاڻ لاءِ.

(91)

ڏوريو ڏوريو ڏونگر ڪي، ڏوريان وريو وريو،
تہ بہ ڳالھ اهائي ’اعجاز‘ چئي، نڪري سيني مان سُريو،
جيڪي مون مَن گهريو، سو مون ئي من مون ڪي گهري.

(92)

هينئون هلي جن جو، سي پير نہ پٽ پائين،
نڪي ڏورن ڏونگر ڪي، ڪيچ نہ پڇائين،
وِڪان ويجهو پائئين، وصل وراڪو پنهونءَ سان.

(93)

جنهن جو مثل نہ مثال ڪو، نڪو آر نہ پار،
اتي جو ’اعجاز‘ چئي، ديکيندي ديدار،
پيا ويسر وِماس ۾، پائي حيرت هار،
تن ڪان ڪال قهار، ڏوران ئي ڏور پڄي.

(94)

جنهن جو مثل نہ مثال ڪو، صفت نا صفات،
اسم جسم ٿيو اورتي، تون اڳتي ڪر اثبات،
پاءِ حقاني حق ۾، جهاتيءَ منجهان جهات،
تہ بقا واري بات، اچئي هٿ ’اعجاز‘ چئي.

(95)

جنهن جو مثل نہ مثال ڪو، نڪا موت مقال،
اتان جا ’اعجاز‘ چئي، پيا جني ڪي جال،
تني جيءَ سنپال، حاصل مون ڪي حال ٿيو.

(96)

جنهن جو مثل نہ مثال ڪو، تنهنجو مزو ماڻِ،
عقل ۽ دليل کان، اڳتي ڄاڻ اُماڻِ،
اُتانهين ڪا آڻِ، اونهي خبر ’اعجاز‘ چئي.

(97)

جنهن جو مثل نہ مثال ڪو، تنهنجا ماڻ مزا،
سزا ۽ جزا، اُتي آهي ڪانہ ڪا.

(98)

جنهن جو مثل نہ مثال ڪو، نڪي روپ نہ رنگ،
آديسي ويا اوڏهين، منجهئون ڪري منگهہ
هتي پَرُ نہ ڦنگهہ، لڳــي لاهــوتين جو.

(99)

جنهن جو مثل نہ مثال ڪو، نڪو رنگ روپ،
نڪا چانوَ چِتِ ڪا، نڪا اُسَ نہ ڌوپ،
ڪو قلندر ڪُوپ، ويندو اُتِ ’اعجاز‘ چئي.

(100)

جتي آهہ نہ ناهہ ڪا، اُتي لَڏَ مَ لاهِہ،
اڳيرو ’اعجاز‘ چئي، تا هلي ڪو ٿاهِہ،
رک اها ساڃاهہ، جنهن سان پسين پرينءَ کي.

(101)

انڌن ليکي آدمي، سڄڻ ليکي سائين،
آهي ڳالھ سڀ ڪنهن جي، پنهنجي سمجھ تائين،
سائينءَ کي جيئن پائين، آهي تيئن ’اعجاز‘ چئي.

(102)

انڌن ليکي آدمي، سڄڻ ليکي الله،
جنهنجو ڏسڻ جيترو، تيترو تنهن ويساھ،
انڌن سڄن ۾ ’اعجاز‘ چئي، فرق اهو ئي آھ،
هِن منڻو ڪيو ساھ، هُنَ لاٿو سانگو ساھ جو.

(103)

اَکين سچا ڪوڙئين، قلب سچا قليلَ،
اها جوڙ ’اعجاز‘ چئي، جوڙي رب جليلَ،
ڪجي ڪٿ اپيلَ، قلب سڄن جي قحط جي.

(104)

هڙ حقيقي حال جي، ڪنهن ڏني ڪٿان آئي،
جا پاڙهي پيدا ٿي پئي، سا ڪنهن جي جاڻان جائي،
ڪانهي پرائي، آهي پنهنجي ’اعجاز‘ چئي.

(105)

هڙ حقيقي حال جي، جن پاڻ منجهان پاتي،
انهن سِر ’اعجاز‘ چئي، ڪُرن ڪُر ڪُر لاتي،
ڪو آهي پڙ پاتي، جو چوي سچ سڙين کي.

(106)

هڙ حقيقي حال جي، جنهن منجهئون منجهہ لڌي،
اچي تنهن تي ’اعجاز‘ چئي، گُر گن گهوپي پڌي،
سچي ڳالهہ سِڌي، چئي ڪير ڪُزنِ ڪي.

(107)

هڙ حقيقي حال جي، جڏهن لڌي جَنِ،
تڏهن منجهان تَنِ، ملي بشارت حق جي.

(108)

هڙ حقيقي حال جي، جن جڏهن لڌي جيئن،
تن تڏهن ڏني تيئن، هرڪا گواهي حق جي.

(109)

الله وڏو طامع، جنهن جڳ جوڙيا پاڻ لئہ،
اٿس سدائين اک ۾، جهان جملي جامع،
مٿس ڪو مانع، اسان نہ ڏٺو ’اعجاز‘ چئي.

(110)

الله وڏو آئو، جنهن پئي جڳ جوڙيا پاڻ لئہ،
ڪونہ ٿئي ڪو تر جيترو، تنهن منجهہ طامائو،
جو ٿيندو تاڪائو، تنهن کي سائين سهندو ڪين ڪي.

(111)

مگڻي دران نہ مگ، مگ دران ڏاتار جي،
اهڙو ٿي آهہ ’اعجاز‘ چئي، لائي ڏسي نہ لنگُ،
راول دران رڱ، جــن لڳو سي لعل ٿيا.

(112)

نڪو شِر شيطان ڪو، نڪو سحر وري،
نڪو جن نہ ڀوت ڪو، نڪو ديو پَري،
هري رام هري، همہ آ 'اعجاز' چئي.

(113)

ڪنڌ ڏيئي ڪات کي، ڪنڌ تي پيو ڪات،
سچي آهہ 'اعجاز' چئي، بيشڪ اها بات،
سمجهي اي سُخنات، ڪو صاحب سورهہ دل جو.

(114)

جيئن هرڻ هلاڪ ٿئي، برپٽ سمجهي آبُ،
تيئن بندي بي بصيرت جو، آهي هوش حسابُ،
جو منجهس سرساب، سو مور نہ پسي "محي الدين" چئي.

(115)

ڪڏهن دل درياءِ جان، ڪڏهن ڪسيءَ ڪان بہ ڪَسي،
ڪڏهن تاروتار هي، ڪڏهن آهہ تسي،
ڪڏهن رهي رَسي، ڪڏهن اَرسي 'اعجاز' چئي.

(116)

ڪڏهن منهن پون، ڪڏهن پردا ڪن پريت لاءِ،
اکر ٻئي 'اعجاز' چئي، وِٺيا مون کي سندن،
جيڪا چال چلن، سا مُباح محبوبن کي.

(117)

دلبر واري دل لاءِ، تيءَ پئہ سچو دل،
تہ دلبر تو تان دل، اصل نہ لاهي 'اعجاز' چئي.

(116)

جيڏهن گهٽي گهُرَ، وچڻ واجب اوڏهين،
اڻ گهُريا 'اعجاز' چئي، ڪا نہ لهندا ڪُرَ،
ڪري پڪيءَ جا پَرَ، اُڏر انهيءَ پار ڏي.

(117)

پارس ۾ پوتر، پرکڻ ناهن سُترا
آهن لکل 'اعجاز' چئي، اُملھ سچا گوهر،
ڪو در سچاڻن دُر، ڪانهي چاڻ پين کي.

(118)

عجب خودي عشق جي، عجب خوءِ خيال،
عجب حال چال سان، عجب بات بحال،
عجب جوش جلال، عجب عجز 'اعجاز' چئي.

(119)

نينهن جنهين جو نام، سو نفعو پُڇي ڪينڪي،
اُلٽي چال عشق جي، الٽو سندس ڪام،
گهانگهي گلا گوڙ سان، تنهنجو سير تمام،
عجب آھ 'اعجاز' چئي، مون کي هي مدام،
تہ صبح توڙي شام، نينهن چڪي پيو ناھ ڏي.

(120)

پيتيون جن پُرِ ڪري، وتيون ڪيف ڪڪوھ جون،
اندر آڳ عشق جي، تن ٻارهيو ٺي ٻري،
سوريءَ ريءَ نہ سري، انهن جي 'اعجاز' چئي.

(121)

جي نہ سُڪائيي ساھہ کي، جيتَ ڪوريئڙي جيئن،
تہ اونھيءَ مان 'اعجاز' چئي، مچ مارينديں ڪيئن،
سُرتِ سالڪيءَ سينءَ، پيھي وڃ پاتار ۾.

(122)

جو لائق ڪيئي لائق ڏٽي، تنھن لائق نہ آئون لائق،
ادني آئون 'اعجاز' چئي، تون فيض ڀريو فائق،
شاھا ھي شائق، تنھن جي ڳُڻن ڳٽائيو.

(123)

ھُو آ منھنجو حال، آئون پڻ حال ان جو،
ھو خود خيال ھن جو، ھي آ ھُنَ جو خيال،
خيال ملي ويو خيال ۾، ميسر ٿيو وصال،
ڪندو ڇا مون ڪال، اچي ھاڻ 'اعجاز' چئي.

○

(1)

نامون نيهي يار جــو، بسم الله سان آيو،
اُلحَمْدُ لِلهِ  اظهار ڪري، هيئن سچڻ سمجهايو،
اِيَّاكَ نَعْبُدُ وَاِيَّاكَ نَسْتَعِينُ، چئي ويچو وڃايو،
ڏيئي ٻَن ٻيائي ڪي، حق هيڪڙائي پايو،
ٿي سُونهون سونهايو، سِر صِرَاطَ الَّذِينَ  جو.

(2)

نامون نيهي يار جو، پَنو سو پُرنور،
سُبحان الذِي اَسري بِعَيدهِ، منجهس سير سُرور،
اِنَّ قُرْآنَ الْفَجْرِ كَانَ مَشْهُودًا، سچو سندس مذڪور،
ٿئي پڙهندي تنهن منجهان، حاصل حال حضور،
پسڻ تنهنجو پور، ڪُنجي آهي قلب جي.

(3)

نامون نيهي يار جو، پنو پاڪن پاڪ،
بسم جي بيان سان، آهي عبرت ناڪ،
دڙڪو دلاسو تنهن ۾، وحدانيت جو واڪ،
ٿو پڙهندي ڪري چاڪ، پردا جي ظلمات جا.

(4)

نامون نيهي يار جو، پنو پُراسرار،
ريءَ ڏيان دل جي، سمجهڻ سو دشوار،
منجهس هر مفهوم جي، معنيٰ مام بسيار،
جن جو ساڻس پيار، تن تي پاڻ عيان ٿئي.

(5)

نامون نيهي يار جو، پنو آ پُر سوز،
تنهن جي رمزن روز، منهنجو من مستان ڪيو.

(4)

نامون نيهي يار جو، قدرت عين ڪمال،
ماضي حال قبل جو، منجهس جواب سوال،
عجب تنهن ۾ 'اعجاز' چئي، خبر خوب خيال،
محبت ريءَ محال، پڙهڻ پروڙڻ تنهنجو.

(7)

نامون نيهي يار جو، لاثاني لاريب،
بليغ فصيح بديع سو، بسيط وسيع بي عيب،
الــواحــي احــوالــن ســان، آهــي عـلـم الغيـب،
توحيدي تلقين سان، تنهن جي سڀ تاديب،
عالم شاعر اديب، خط پريان جي خُماريا.

(8)

جتي اکر الف جو، اتي اکر ميم،
انهيءَ معنيٰ مام کي، ڪو سمجهي قلب سليم،
آهي راز عظيم، اولي ۾ 'اعجاز' چئي.

(9)

بي انت بي پايان، دائرو آهي دل جو،
پن ترن جيئن تنهن ۾، ڏٺم ٻئي جهان،
ڪونهي ملڪ مڪان، ايڏو پيو ’اعجاز‘ چئي.

(10)

تڙي ڪڍ تحليل سان، منجهان خر خناس،
يُوَسْوِسُ فِي صُدُورِ النَّاسِ جي، بُوءِ نہ رهي بانس،
اندر ڪي ’اعجاز‘ چئي، چڱيءَ ريت چڪاسِ،
تہ وحدتي واس، پيهي وڻندين پاڻ ۾.

○

(1)

جيئن ڪپر ڪڻ تي چنڙا، حُسن وند هزار،
تيئن زيب دنيا ڪي، ظاهري آهي ’اعجازا‘ يار،
پلجي متان آر، اتي لائين اکين جا.

(2)

جيئن ڪا چنيل ڪنوار، هجي شاديءَ رات جي،
آهي تيئن ’اعجاز‘ چئي، دنيا دلبيدار،
متان ڪو آڻي يار، انهيءَ نپٽيءَ کي نڪاح ۾.

(3)

نسبت هن جهان جي، فاني ڙي فاني،
آهي باقي ’اعجاز‘ چئي، رغبت رحماني،
ڪري من ماني، متان رنجائين رب کي.

(6)

جلوو هن جهان جو، حُباب جيئن هم،
آهي سو ’اعجاز‘ چئي، لحظو ڪي لمحہ،
تنهن منجهہ تون طمع، رکين هميشہ رهڻ جي.

(5)

جلوو هن جهان جو، حُباب آيا خواب،
اهو ڪو اعتبار تون، ننڊ ۾ آهين نواب،
جاڳڻ بعد ساڳيو، پسندين آب نہ تاب،
شرم منجهہ شتاب، پوندين پوءِ ’اعجاز‘ چئي.

(6)

جلوو هن جهان جو، حلم النائم جاڻ،
فائق جي فرمان تي، عين اليقين آڻ،
متان پوءِ صبحاڻ، هٽين هٿ 'اعجاز' چئي.

(7)

جلوو هن جهان جو، آهي پهر ڪي پلَ،
جو في ڪاڻ نہ جلَ، ڪر انديشو 'اعجاز' چئي.

(8)

جڏهن پيم پڇاڻَ، پوري پنهنجي پنڌ جي،
تہ ويم ڇڏائي آڻ، عبديت جي 'اعجاز' چئي.

(9)

نفل ۽ نماز ڪي، پڙهان ڪنهن جي ڪاڻ،
هُتي ڪانهي ڪاڻ، عبادت جي 'اعجاز' چئي.

(10)

نفل ۽ نماز ڪي، ڪريان ڪچاڙو،
پرينِ سين پاڙو، مون تہ چنو ئي ڪينڪي.

(11)

نماز آهي نينهن سان، نينهن نہ آ نماز،
اگهي ڪو نہ 'اعجاز'، سڪڻ ريءَ ڪو سجدو.

(12)

پِتِ چِتِ جي چانوَ ۾، نيتي جن نماز،
سي عورت جي آچار ٿيا، ڏاران راز نياز،
جيڪي مرد 'اعجاز'، سي پاچا پُڇِن ڪينڪي.

(13)

پِتِ چِتِ جي چانوَ ۾، نماز نيتي جنِ،
ڪهڙي خبر تنِ، قوسيني ڪواز جي.

(14)

جنهن ۾ عدد نہ انداز ڪو، وهم نہ ويسارو،
نيت اهائي نماز تون، نر هٽي نعرو،
اداڪر 'اعجاز' چئي، فرض فنا وارو،
تہ ابدي اوتارو، آچينئي انعام ۾.

(15)

جنهن ۾ عدد نہ انداز ڪو، نڪو قيام قعود،
نڪو سُور سَهو جو، نڪو بيڪ نہ بُود،
سڪيو سو سجود، عاشقن 'اعجاز' چئي.

(16)

جنهن ۾ عدد نہ انداز ڪو، نڪو ريائي رياض،
نيت اهائي نماز تون، ڇڏي لوڪ لحاظ،
قوسيني ڪواز، مرڪ مانجهيئڙن جو.

(17)

جنهن ۾ عدد نہ انداز ڪو، وهم نہ ويساهين،
نيت اُهائي نماز تون، پاڻ ڇڏي پاهين،
لائق پوءِ آهين، جَنات عدني سندو.

(18)

جنهن ۾ عدد نہ انداز ڪو، نڪو ساھ سلام،
نيت اھا ئي نماز تون، ڪري عشق امام،
نم سدائين ناٿ ڪي، طمع ريءَ تمام،
تہ محمودي مقام، ماڻين ”محي الدين“ چئي.

(19)

ڪي پنجاھ وقت نماز جا، ڪي پورا پنج پڙهن،
ڪي عدد ۽ انداز ريءَ، رُڪوع منجھ رهن،
عجز سان ’اعجاز‘ چئي، عاشق ائين ڪن،
عَليٰ صلاتهم دائمون، ويساهين نہ وجهن،
نميو تا نمن، سنياسي سبحان ڪي.

(20)

جيئن ٿو ڏوئين جسم ڪي، تيئن جي ڏوئين دل،
تہ هر جاءِ تو حاصل، حضوري حال ٿئي.



(1)

جا ڏئين سُرت پوءِ تون، سا پهرين ڏيج ڪٿان،
تہ هادي مون هٿان، ڪو نہ ڏکوئجي ڪڏهن.

(2)

جا ڏئين سُرت پوءِ تون، سا پهرين مون کي ڏي،
تہ هادي هٿان منهنجي، ٿئي ڪچي ڪام 'اعجاز' چئي.

(3)

جا ڏئين سُرت پوءِ تون، سا پهرين مون کي ڏَس،
انهيءَ سان اَوس، ويهان آئون واڳجي.

(4)

جا ڏئين سُرت پوءِ تون، سا پهرين مون کي ڏيج،
سائين تون سٽيج، ستت منهنجا سڏڙا.

(5)

جا ڏيئن سُرت پوءِ تون، سا ڏي مون کي هاڻ،
تہ هادي مون هٿان، نہ پئي خطا اڄ سياڻ،
قادر اها ڪاڻ، اچي لاهہ 'اعجاز' چئي.

(6)

جا نہ سهين تون سِر، سا نہ ڪر پين سان،
گُروءَ جي اِن گس تي، آءٌ تہ پهچين ڏر،
نہ تہ تون ڪنهن پَرِ، ڪو نہ رسندين ڪنهن حال کي.

(7)

جا نہ سهين تون پاڻ، سا نہ ڪر پين سان،
گروءَ جي ان گس تي، آءُ تون هاڻ جو هاڻ،
تہ ڪاتي ڇڏئي ڪاڻ، هوند رَسين پوءِ حال کي.

(8)

جا نہ سهين تون جند، سا نہ ڪر پين سان،
آکيو آديسين جـــو، اٿئي پوري پند،
ويهہ انهيءَ سان واڳجي، تند نہ ٽيندئي بند،
نہ تہ فقيري قند، اوکو آ 'اعجاز' چئي.

(9)

جا نہ سهين تون يار، سا نہ ڪر پين سان،
گروءَ سندي گفتار، هنڌائج هينئين سان.

(10)

ماڻڪ موتي لعل جي، سجاڻڻ سُترا هجن،
تہ هوند ڇو ڀڄن، هاريا وڃي حِمار کي.

(11)

جواهر سندي جوت کي، جواهري ڄاڻن،
اُملهہ سي 'اعجاز' چئي، مٺا ڏيو ماڻن،
جي مور نہ سڃاڻن، ڇچ قيمت قدر نہ تن ڪان.

(12)

مَٺا جيئن موتيئڙا، ججهو تيئن جرڪن،
ماڻڪ ميرا مُنهن ۾، مَٺ نہ تني مِن،
انهن کي 'اعجاز' چئي، ڪي پارکو پرکن،
سيئي نہ سڃاڻن، جواهر سندي جوت کي.

(13)

سيني سڏايو صراف، سون سُجاتئون ڪينڪي،
سمجهہ اها تون ڳالهڙي، انهيءَ مان ٿي صاف،
تہ وڏي قيمت ڪميني جي، گهٽجي ويو اشراف،
حيف 'اعجاز' ان ڪي، انڌن ڇڏيو انصاف،
ڪٽي سر مصحاف، ڪوڙ ڪمائي هليا.

(14)

سڀ نہ سچا صراف ڪي، سڀ نہ سچا موتي،
ڪنهن ڪنهن ۾ جوتي، آ اصليت جي 'اعجاز' چئي.

(15)

جي نہ سُڃاڻي سگهين، تہ اچي سڃاڻ سک،
ڪسوٽي جا قلب جي، سا ماڃي مَلي رک،
پوءِ ويٺو پرک، سچي ڪوڙي سڀ ڪي.

(16)

وڏا پسار وڏن جا، وڏا وکر تنين تي،
ڪچن قڪن ڪوهرن جا، مون وٽ ڪٽا ڪي،
سي قبوليو جي، تہ آهن حاضر 'اعجاز' چئي.

(17)

وڏا پَسار وڏن جا، وکر اُتي خاص،
ڪچن قڪن ڪوهرن جي، مون اڳيئي ڪئي ارداس،
سي ڪريو جي پاس، تہ آهن حاضر 'اعجاز' چئي.

(18)

سوجهي سوديو جن، وکر وحدانيت جو،
آگهہ واري اُن، دور انديشي دور ڪئي.

(1)

جو سينن ۾ سمايل، سو ڪونهي ڪتابن ۾،
درس خانن ڪي در ڏيئي، ٿي محبتن مائل،
اونهون راز ’اعجاز‘ چئي، آ دليئون دل ۾ آيل،
جو ڇاتي ڇپايل، سو ڇاتيءَ ريءَ نہ ڇپجي.

(2)

جو سيني بہ سيني آيو، سو ڪونهي ڪتابن ۾،
علم ادب عشق جو، صحي سرمايو،
اتوَ ائين ’اعجاز‘ چئي، سچ پانيو نہ پانيو،
جو ڇاتين ڇپايو، سو وسيع آهي ورقن کان.

(3)

جو سيني بَہ سيني ملي، سو ڪونهي ڪتابن ۾،
ڳوڙهو ڳجهو ڳجهاندرو، ٿو پرت وندن وٽ پلي،
پالين سي پلي، جي واچن ٿا ڪنهن ور سان.

(4)

جو سيني بہ سيني پُجي، سو ڪونهي ڪتابن ۾،
امانت طور ’اعجاز‘ چئي، ٿو منجهان منجهہ ڪڇي،
سو ڪنهن ڪامل وٽ سُجي، پڇ نہ اڌوري مرد کان.

(5)

جو سيني بہ سيني ڏينِ، سو ڪونهي ڪتابن ۾،
محقق ڪامل مرشد تا، ڳوڙها ڳُجهہ تين،
تنئون طالبن ڪي، نظر پايو نِينِ،
پيروڪار انهن جا، جيئري مريو جينِ،
سي پَٽ حضورئون پِينِ، هٿو هٿ 'اعجاز' چئي.

(6)

جو سيني بہ سيني سَليئون، سو ڪونهي ڪتابن ۾،
عجب پيد 'اعجاز' چئي، پائي پيچ رَليئون،
رَلي پوءِ جهليئون، اورڻ تنهنجو عام سان:

○

# ڪافيون

بَن صُورت وارو بنايئي چو، انهيءَ رُوپ ۾ پاڻ ڇُپايئي جو.

مت ملڪن واري نِڪار ڪري، پنهنجي خيال جو خاڪو تيار ڪري،
اولو آدم جو اختيار ڪري، هُلُ عبديت وارو هُلايئي چو.

هڪ جاءِ هُئين هڪ پاڻ هُئين، سڀ طرح سُکيو سک سان هُنئين،
اڻجاڻ نہ هئين تون سُڃاڻ هنئين، پوءِ داڻي سان دل لايئي چو.

ڇڏي وحدت واريءَ واديءَ کي، ويءُ جُوءِ وسيع ڪُشاديءَ کي،
ڇئي الوداع آزاديءَ کي، ڪُنجُ قَفسَ ۾ قيد ڪمايئي چو.

پنهنجي نقش جو پاڻ نگارو تون، متان تنهنجي جان نثارو تون،
وري نيٺ بہ تنهن لاءِ مارو تون، ٿلهو نِڪر اَجل تي پَجايئي چو.

'اعجاز' چوي، چوان ڇا آئون ڏٺي، تنهنجي دانائيءَ جي آهي ڳالهہ گهٽي،
هُتي نعرو اِني اَنا الله هٽي، هِتي احمد نام سڏايئي چو.

جاڳي جاڳي جاڳ ڙي،
او ڀوري وريو اَتئي ڀاڳ ڙي.

اسم رب جي اُٿ سويرو،
ڀَل ڀليرو ڀيرج ڀيرو،
تان لهين ڪو لاڳ ڙي.

ڪُوڙي دنيا جي ڪوڙي گشي ڪي،
ڪُوڙي ننڊ ۾ ڪوڙي نشي ڪي،
ڇڏ تہ ماڻين سُهاڳ ڙي.

پرين آڏو پاڻ نہ آڻج،
چاڻ تون پنهنجو اوري ڇاڻج،
اٿئي منت جو ماڳ ڙي.

ساٿي سنگتي سڏي صلاحي،
سپ سمورا ساز سنباهي،
ڪو روحاني راڳ، ڙي.

عشق 'اعجازا' آيو الاهي،
مُرشد هاديءَ ڪئي همراهي،
ويهہ وٺي ويراڳ ڙي.

○

هستي مستي موج مري وئي، آهيون هِت ويچارا،
بيحد بيڪس بيڪارا.

هر ڪنهن آڏو نياز اسان جو، سڀ ڪنهن سان سچائي،
محبت من ۾ دغا نہ دل ۾، گِلا نہ ڪنهن جي ڪائي،
قسمت قدرت ڏني آ غُربت، سور سيئي سارا.

ساٿي هئا پر ساٿ ڇنائون، ڪونهي حال ڪو پائي،
خفا ٿيا پر وفا نہ ڪيائون، جفا ڏيئي ويا جُدائي،
درد جا دفتر کوليان ڇا هر هر، ٿيندا بنديون ڪاغذ ڪارا.

حسرت دل جي دل ۾ رهي، ناڪام عمر ٿي اجائي،
'اعجاز' جني سان ناز هئا، پرواز ڪري ويا جائي،
موٽي نہ ملندءِ تولاءِ نہ ڪجندءِ، ڪٽي ساهہ ڏِئين سو وارا.

○

منصب منصوريءَ ڏاران، نعرو، اناالحق ماري ڪير؟
مام مسيحي جيسين مخفي، مٺا جسم وري جياري ڪير؟

وِرد وظيفا نفل نمازون، زهد عبادت جي ڪٽي تين،
توڏ تڪبر سينا تاني، ترڪ ڪري سِر واري ڪير؟

ظاهر باطن سمجهه سريءَ ۾، اُوتي العلم اشارو يار،
قالو بليٰ جي قول ڪيل ڪي، مردن ريءَ پيو پاري ڪير؟

سيل صبر سڻ مردن وارو، سوليءَ سِرَ ڪيئن ساهيئون ٿي،
’اعجاز‘ حقاني هوڪو حق جو، سيد ريءَ سيڪاري ڪير؟

○

حقيقت جي آئيني ۾، سچو اسرار تونِ آهين،
نظر کان پاڪ جو آهي، اُهو ابرار تون آهين.

خزانو سو خُوديءَ وارو، بحر معنيٰ جو بسيارو،
ڪُنت ڪُنزا اِنهان نيارو، رُخِ انوار تون آهين.

بشر جي بيڪ بازيءَ جو، ڪُلئي ڪم ڪار سازيءَ جو،
حقيقيءَ ۽ مجازيءَ جو، اصل معمار تون آهين.

شاهد مشهود سِرُ تنهنجو، عابد معبود سِرُ تنهنجو،
سدا موجود سِرُ تنهنجو، سُوري هَسوار تون آهين.

پنهنجي پاپن جو گهر در تون، پنهنجي نيڪين جو پرور تون،
پنهنجي هر ڪم تي قادر تون، ڀلو بدڪار تون آهين.

گگن گلزار گُلَ قلَ سان، شمع پروان بُلبلَ سان،
هَمہ هروار هُل غُل سان، بِرهہ بردار تون آهين.

دوزخ جنت جو جوڙيندڙ، خيمون هرجاءِ کوڙيندڙ،
تاريندڙ پاڻ ٻوڙيندڙ، ڪپر پاتار تون آهين.

هٺي 'اعجاز' منجهہ جهاتي، حقيقت جو تہ ڏس هاتي،
توسان تنهنجو سچڻ ساٿي، نہ هڏ ٻي يار تون آهين.

○

ماڻهن ۾ آ موليٰ پڙرو، ائين ڪو تہ اثبات ڪري.

- مَن عَرف واري مام معنيٰ سان، پِير علي؏ ٿو بات ڪري.
- نُورُ اعليٰ نور نيارو، تن من ۾ تجلات ڪري.
- صاف وهابي صوفي ٿي سڀ، صورت ۾ ڏِس جهات ڪري.
- وهڪري وحدت واري مان ٿو، عشق عطا هر ڏات ڪري.
- 'اعجاز' علي؏ جو سِر سڄاڻو، ٿي ظاهر ذات کي ذات ڪري.



شل خوش وسين سندي سانگ، ڪانهي ڪاڻ ملڻ جِي اسان کي.

- چور نہ مون سان ڳالهہ اِهائي، ڪهڙي سُٺايئين ڪانگ.
- نڪي آئون تولاءِ تانگهيان، نڪي تون مون لاءِ تانگهہ.
- ڪروڙين ڪوهہ پري هجون، نا واقفن وانگ.
- 'اعجاز' جدائي قبول ڪئي، توکي ڏسي بي دانگ.



دردمندن کان پڇو، ڪيئن ٿا گُذارن ڏينهڙا،
مُنهن پايو مُونن ۾، ويٺا وسائين مينهڙا.

سور جو ساٿو هڻن، سودو نہ ڪن سُکَ جو ڪڏهن،
اِي سُکيا ساوا انهن جا، سڻ اهي تون سَنيهڙا.

نِتِ پيارن ۽ پِيَڻ تا، پُرِ پيالا پِرتِ جا،
اِئين نباهيو تا وجن، نيهي هتان ڏِس نينهڙا.

موت کان اڳ ۾ مري، مُوتُو قبل جيڪي ٿيا،
ڇا ڪندا تن کي پلا هي، شاهي شوريل شينهڙا.

عشق ۾ 'اعجاز' چئي، وڏ ماڻهپي کان ٿيا پري،
حال هيٺي تي سدا، هيري چڙيا تن هينئڙا.

○

جيئن تقويٰ رکي اٿئي، تيئن توڙ نِباءِ،
نہ تہ ناٿن سان ويهي، نينهن نہ لاءِ.

توڙي ڪيڏو هجين تونگر يلي،
تہ بہ سڪ سچيءَ سواءِ نہ صحبت ملي،
جُهدئون جِيءَ کي جفا ڏي تہ مُحب ملي،
نہ تہ سدَڙيو تي نہ سائل سڏاءِ.

ڪِرت ڪاپڙين آ، قرب ۾ ڪُسڻ،
نڪي ڪرت ڪات اڳيان، وري ڪا ڪُرِڪ ڪرڻ،
نڪي ڏڙڪ رکڻ، نڪي چرڪ پرڻ،
انهيءَ اُهجاڻي پوءِ عارف چواءِ.

ڏِسي وَضُحيٰ وَ لَيۡلَ کي، ڪر ويچار ويهي،
تو ڪلت عَلَي الله جي چا صفت آ صحي،
جنهن اِيّاڪ نَعۡبُدُ وَ اِيّاڪَ چئي،
اهو سبق سِکي پنهنجو پاڻ پچاءِ.

عجب 'اعجاز' زماني ۾ رنگ راز ڏِنئي،
گهڙي دم جو سوز گداز ڏنئي،
مارڻ مين ڪان سواءِ پيو ڪوڙ ڪُلئي،
نِئڙت نياز ۾ پيو سِرڙو نماءِ.

○

مچي ميدان ۾ بيهڻ، مانجهي مردان جو ڪم آ،
جلڻ منجهہ عشق جي ڇيري، جلالي جوان جو ڪم آ.

اچڻ پؤنري مِثل بُلبل، پسڻ حاضر حُسن گُل قل،
پچڻ پروان جيئن پلپل، موهيل مستان جو ڪم آ.

تيرن جي تاب ۾ ترسڻ، وٺي وَندَ ورهہ جا وَرسڻ،
بنا مُندَ اوچتو برسڻ، بدل باران جو ڪم آ.

نڪي ڀالا نڪي نشتر، نڪي هاٿي نڪي اُشتر،
ٿِيڻُ فتحيابُ بِن لشڪر، سورهہ سلطان جو ڪم آ.

ڦٽي 'اعجاز' ڪر آزي، گهاٽي سِرُ ڏي تہ تين غازي،
لڳائڻ جان جي بازي، قوي ايمان جو ڪم آ.

○

ياد جي جن کي ڪندا، ڪندا ياد سي تن کي سدا،
دم ويسارو ناھ جن وٽ، ڪير چئي تن کي جُدا.

سارِ دل جي سارَ سان، پھ عاشقاڻي پار سان،
ويا ملي ائين يار سان، ڪئين سوز ساڙيل سڪ وندا.

جن وسان ڪيون ويسريون ۽ غافلايون گيسريون،
نيڻان تنين جي نيسريون، ارمان جون وھنديون آدا.

فَاَذْكُرُوْنِيْ جي فھم، اوڏا ڪيا ساھئون صنم،
اڪڙين ڏٺا ويا غم وھم، تن من ڪريان تن تان فدا.

ھِتِ جون سارون ھُتِ سُڄڻ، ھي ڪارون زارون ھُتِ سُڄڻ،
پيون سپ پچارون ھُتِ سُڄڻ، اھڙا پرين اٿم سُنھن خُدا.

ڳالھيون تہ پيون افراديون، ’اعجاز‘ بي بُنياديون،
ياد ڪر سي ياديون، جِنِ سان ڳلن در آنحدا.

○

جَنِ يار نہ ڪيو، تَن جِي چا ڪيو؟
يار سواءِ پيار سوا، هن دنيا ۾ تن تي چا ڪيو؟

پيار ۾ اُتجي پيار ۾ ويهجي، پيار جو صدمون پيار ۾ سهجي،
پيار ۾ سر ڏيئي پيارل پسجي، پيار سواءِ سر ڏيئي چا ڪيو؟

مئيخوار اچي مئيخان اندر، مئي جام پين تا شام و سحر،
سهڻي صورت وند ساقي بِگر، تن مئي جو پيالو پِي چا ڪيو؟

مر تہ 'اعجاز' اَمر محبت ۾، غم غربت ۾ سڪ صُحبت ۾،
نہ تہ تاب طبل سان تُربت ۾، پُڇندا توکان تو هي چا ڪيو؟



آهي راز الاهي سِر آدم ۾، هي بيرنگ بيک ڪيو اٿئي هن عالم ۾.

هي اَرض و سموات تو ٺاهيو آ، هي وليل وَالضحيٰ تو بنايو آ،
تو شمس قمر ۾ نُور پايو آ، تُنهنجو تجلو آهي صورت سالم ۾.

لِڪ ڪربل ۾ ڪٺي ڪيڏي ڪَيئي، اُتي پاڻ بيٺي، پنهنجو پاڻ ڪُٺئي،
سِر عاشق تيو ڏاڍا ڏک تي ڏِٺئي، ڳُجها راز تيئي اِسم اعظم ۾.

ڪنهن کي عشق لايو اڪسير ڪرين، ڪنهن سان واءُ وصاليءَ جي وِير ڪرين،
ڪٿي سمنڊ درياهان پيو سير ڪرين، ڪٿ 'اعجاز' وِڌئي غمن آگم ۾.



جيڪو غير ڪي سمائي، اهو خيال ڪيئن ڪمايان!
ڇڏي حال جي حقيقت، وري قال ڪيئن ڪمايان!

مون گُذاري عمر سڀ آ، پنهنجو پاڻ نِتِ ڪهائي،
جو ڪُهي ڪُهائي پين ڪي، سو ڪمال ڪيئن ڪمايان!

منهنجي دل جي ڏس تہ چاهت، منهنجي دل جو ٻُڌ تہ رايو،
جو مثال تئي نہ جڳ لاءِ، سو وصال ڪيئن ڪمايان!

ٻُڌي قال واريون دانهون، اجوڪن تہ عاشقن جون،
پنهنجو عشق آئون بہ تن جان، تي ٻَتال ڪيئن ڪمايان!

پيڙهي خُون هر بشر جو، ڪري قطرو قطرو ميڙيان،
اچي پوءِ ڪم پونين ڪي، اهڙو مال ڪيئن ڪمايان!

نہ خوشيءَ ۾ پائيداري، نہ جتاءُ غمن ۾ يارو،
تہ خوشي ملهايان ڪهڙي، ۽ ملالُ ڪيئن ڪمايان!

جڏهن ڏسي ڪسي دل، جڏهن ڪِلي تہ موهي،
'اعجاز' سامهون ان جي، پوءِ جلال ڪيئن ڪمايان!

○

سُور ۾ رهہ تان سور سُجاڻي، سور جي صورت سور اٿئي،
سمجھہ اهو سچ سالڪ چئي ويا، سورن کان پوءِ سُرور اٿئي.

جيئري وچ هي جهان ڇڏي، پلا شرط اهو منظور اٿئي،
پڪ سان پسندين پوءِ پرين جي، پِرت سندو پھہ پُور اٿئي.

دلبر جو ديدار ۽ درشن، دل کان نہ هرگز دُور اٿئي،
درد مندن جو سُڻ اي سڏڙيا، دائم اهو دستور اٿئي.

ڪوهہ تو گنگا جمنا ڪاهين، ڪھڙو مڪي ڏي ضرور اٿئي،
تو ۾ ڪاشي تو ۾ تيرٿ، تو ۾ تجلو طُور اٿئي.

نرمل وارو نقش نظارو، نظر اڳيان سو نُور اٿئي،
هٿ ڪر حال خيال 'اعجازا'، هِردي منجھہ حُضور اٿئي.

○

نڪي آيم هَتِ الله ميان، نڪي دور دنيا جو چاهہ ميان،
غمزي حسن جي اهڙو ڪَيَڙم، گهائي گهُتي گمراهہ ميان.

نَڪِي شُمار آهيان شاهوڪارن ۾، نَڪِي زُهد عبادت ڪارن ۾،
نَڪِي چورن ۾ نہ چڪارن ۾، آهيان برزخ ۾ بيراهہ ميان.

نَڪِي ڪنهن سان ٺهي ڪو ٺاهہ ڪيم، نَڪِي ڪنهن سان گهي ڪو ڪاهہ ڪيم،
نڪي دل گهريو ڪو گناهہ ڪيم، ارمان اِهوئي آهہ ميان.

هر دوجهانئون عاري ٿِيڙس، عيش آرامئون بيزاري ٿيڙس،
هڪ جيڏن ۾ مياري ٿيڙس، تُون مُون تي ويئي تباهہ ميان.

حُسن سواءِ هاٺي هلي نہ چاڻان، حسن جي ڪاڻ ٿيا حال نماڻا،
حسن جا آرا ناز ۽ ماڻان، چايم سِر تي ڏيئي ساهہ ميان.

ڪُل شيءِ محيط جو ڏس مليو، پلي هيئن وتان شَل عمر پُليو،
رُلين پُلين سان رهي هو تو رَليو، اهو وار 'اعجاز' ويساهہ ميان.

○

ڪو نہ پيو تو سُجهي، سڀ سان آهي صاحب ساٿي.

مَن عرف جي معنيٰ ڪئي سُون، پڪي پيرائتي سُڌ پئي سون،
لوڪ هُونئين پيو مُنجهي، سالڪ ڏيئي ويا سڀ سمجهاٽي.

خلق آدم عليٰ صُورته، موڳا يانئن هيءَ مُورت ٻي،
عشق نہ اِئين اُجهي، رمز انهيءَ کي پِرتِ رساٽي.

گهٽ اندر ۾ هيءَ گهوڙا گهوڙا، ڪين ٻڌين تو ڪوهہ تون ٻوڙا،
ٻول هيءَ جيڪو ٻُجهي، سُرت رکي سو پاڻ سُڃاٽي.

ڪي چون ڪيئن ڪي چون ڪيئن، عاشق چون تا هر گهڙي هينئن،
ڳُجهہ پرينءَ جي ڳُجهي، پس 'اعجازا' ڪئي پُڄاٽي.



آهي يار اسان جي اولي، اسين وياسون ڳولي ڳولي.

- ڪير نہ سگهندو هاڻ اسان کي، بيشڪ پولي پولي.
- آنا احمد بلا ميمي، ٻَهڳڻ ٻولي ٻولي.
- مليو ماهي مُزمل مون سان، گهونگهٽ کولي کولي.
- راڄ چِڏيا هِن رَندن تي، اِنهن مُلن رولي رولي.
- ڪڏهن عاشقن ڪڏهن حَسينن، جي آ تولي تولي.
- 'اعجاز' يلا چو چَپر ڏونگر، ناحق چولي چولي.



مرد ٿي منصور مانند، مام سمجهي مَن عَرف،
پڙهہ اَناالحق جي پَٽي، ڪر ترڪ تون نَحو و صَرف.

خُود خُدائي خيال پس، دُوئي وارو تہ دجال دَس،
پِي جلالي جام رَس، حق ڄاڻ حاضر هر طَرف.

ٿو وسي تو ۾ بہ رب، اِن ڳالهہ ۾ ڪونهي عجب،
ڇڏ لذت لَهو وَ لَعب، شاهي چون تُنهنجو شرف.

ٿي تون پيوند پاڻ سان، مخڪم مَتي مٺي ماڻ سان،
ڪر نہ ڇتڪي ڄاڻ سان، ڪنهن قول ۽ ڪنهن تي حرف.

سڀ 'اعجازا' ٿول تون، بردو ناهين ڇڏ پول تون،
در دلين جا ڪول تون، تو وٺ ڪُنجي تو وٺ ڪُرفُ.

○

مُنهنجي جاءِ نہ توسان جائي، او هرجائي،
تُنهنجو عشق نٿو مون کان پاليو پُڄي.

- بيکي بَسني بهانا تُنهنجا، ڏاڍو آهين دَلبائي، اوهر جائي.
- هڪ نہ نالو هڪ نہ صورت، تو هڪ نہ پولي پُڌائي، اوهر جائي.
- ڪڏهن موالي ڪڏهن قوالي، ڪڏهن مُلون مَسلائي، اوهر جائي.
- ڪنهن دَم سائل ڪنهن دم سخي، ڪنهن دم ڪنجوسائي، او هرجائي.
- تون ئي چور تہ تون ئي پاڳيو، تون ئي پيري وَڙولائي، او هرجائي.
- هيڏهن هوڏهن پُورو آهين، واهہ تُنهنجي هيڪڙائي، او هرجائي.
- پنهنجي مرضي مطابق هر هنڌ، تو آ وَسائي ٿو ڦٽائي، اوهرجائي.
- سالم سياڻو توکي سمجهان، ڪي سمجهان توکي سودائي، او هرجائي.
- توکي ڪانهي تہ اسان کي بہ ڪانهي، ڪاڻ 'اعجازا' ڪائي، او هرجائي،
تُنهنجو عشق نٿو مون کان پاليو پُڄي!!!

○

اسين واقف تُنهنجا آهيون، ڏِسون تنهنجي اِلاهيت چا،
خُدا ڪونهي پيو ڪون تہ، ليڪيون تنهنجي لِلاهيت چا؟

حوا آدم مٽي چا لاءِ، ڌَريُئي الزام داڻي جو،
سندءِ اهڙي عجب جهڙي، نٽا سمجهون سياست چا؟

راڄن جا راڄ تو روليا، خالي دڙڪن دلاسن سان،
ڪروڙين ويا ڪندا دانهون، اِها آهي ڪماليت چا؟

صبر ۽ ماٺ ڏي مون کي، اجان نہ تہ آئون پڌر پوندس،
سڏايئي پاڻ کي چا چا، ڪرين پيو ڏِس عنايت چا؟

خُدايا خير ۽ شِر جو، ڪونهي خالق پيو تو ريءَ،
چوي 'اعجاز' مون ڪئي، پوءِ خطا ڪهڙي خيانت چا؟

○

تُون تہ مُلڪ وحدت جو مالڪ آهين،
تون دين ڌرم کي ڇا ڪندين؟

عاشق اُتي اختيار تون، وجي پس نہ ٻئي ڪنهن پار تون،
آهين سڀ جو اسرار تون، ديرو حرم کي ڇا ڪندين؟

تولاءِ سڪي لالا سمن، توکي سدا نرگس نمن،
تنهنجو بدن آهي چمن، باغِ ارم کي ڇا ڪندين؟

خالي نہ رهہ پنهنجي خيال کان، هِنَ عشق جي احوال کان،
واقف ناهي جو هن حال کان، تنهن بي شرم کي ڇا ڪندين؟

هڻ 'اعجاز' نعرو هَمه، پروانو تون تُون ئي شمع،
تون لامڪاني لاطمع، تون ڄم ڄرم کي ڇا ڪندين؟

○

هينئون حاضر ڪري هِتِ تون، ڪولي نظرو نظارو ڪر،
باطل حق تي پڌر پوندو، مُلڪ هٿ ماٿ وارو ڪر.

حُضوري دل قلب واري، ڪندو حاصل وجي ڪو ڪو،
اجان چاڙهي آتئي چڙهڻي، چڙهي پنهنجو ڪو چارو ڪر.

مُوتُو قبلل وارو لانگهو، لنگهي مُشتاق تي مُحڪم،
اجل سامهون اُوچي سِرِ آچُ، عدم آسڻ اوتارو ڪر.

متان هِتِ غير ڪو پانئين، ناهي ڪو غير هِتِ هرگز،
ڏسڻ سان ڏِسَ هَمہ حق آ، گُمان گُم تي گذارو ڪر.

هينئون حاضر ناهي جن جو، جيئڻ تن جو اجايو آ،
سچا سالڪ ويا سچ چئي، سندي سر جو سنيارو ڪر.

پيرِ مُغان محقق جِي، صورت آ هوبهو ربي،
ائين 'اعجاز' چئي سمجهي، هُو هُو وارو اشارو ڪر.

○

خُود دار ٿي ڳولج خود کي تون، سوجهه سنديءَ سُڌ ٻُڌ کي تون.

تنهنجي اولي تنهنجي چولي، ڪير ٻڌي توڪير ٿو پولي،
سمجهه پنهنجي سُر شد کي تون.

اوري واريون اوريَن اوريون، حد اندر تن ڏسيون ڏوريون،
لوچ ”لا“ سان لاحد کي تون.

مسجد ڪعبي مئيخان مندر ۾، اندر ٻاهر ڪوجهي سُندر ۾،
ڪر اثباب اَحد کي تون.

گم ٿي ’اعجاز‘ اگرَ ۾ گم ٿي، حق حقيقت سان همدم ٿي،
پس فهم فِي ڪبَد کي تون.

O

اسم ذاتي اور، عين عبادت آهي اِهائي.

- وَهُوَ مَعَكُم وعدا ڪيائين، گُرَ مٿان سِر گهور.
- ٻَن ڏيئي ٻيا ناتا سيئي، ناتو حقيقي ٽور.
- من عرف جي مام پروڙي، ڏِيل پنهنجي ۾ ڏور.
- ڏينهن سمهڻ جا پوءِ ڏاڍا ايندءِ، دل ۾ اِهو ڪو دور.
- هُو اَڻ گهُريو ۽ اڻ ڳٽ ڏي پيو، تڪ مَر ڪِي تون تور.
- اٽڪل واري عبادت ڇڏ تون، مَن جو مٽيون سور.
- ڪوڏئون قرب ڪمائي قُدسي، ڪينو قلب تان ڪور.
- 'اعجاز' چوي ڳالهه پرين جِي، ويٺو چور پَچَور.

○

ائين پُڇندي اسان کان هرگز ڪانہ، جيئن سائين تو پاڙيو آ پينگ تي.

سيجون سُک ۾ ڪاچ سلُوٽا، طعام طلبين تان نَہ،
وتين چو سينو ساڙيو پينگ تي.

جُڳ ٽِپئي انهيءَ حال سان، پاڻ بکيو پيا سلطان،
ڪيئن تو چِت ڪٽي چاڙهيو پينگ تي.

جيڪي ڏنئي سو تہ گھوريو، پر ويتر ڪسيو سک مان،
پُڏيو چيو وجين لاڙيو پينگ تي.

مسجد مندر بہ گھَر ميان تنهنجو، تنهن ۾ ڪهڙو اٿئي سامان،
ويٺو آهين ولر واڙيو پينگ تي.

معاف گستاخي 'اعجاز' چئي، نانءُ وڏو شهر ويران،
اَٿئي مون بہ ڦڪڙ ڦاڙيو پينگ تي.

○

وٺ واٽ بصيرت وارن جِي، حق ساڻ هِڪان هڪ پارن جي.

ان واٽ سواءِ ٻيون واٽون وِنگيون، اٿپوريون اڌوريون ڪوڪيون ڪنگهيون،
ڪِن تي ٿڳ ٺڳيون ۽ چوڪيون چُنگيون، ڪِن تي دعويٰ دڙ دُز دارن جي.

جا واٽ وَما تغيٰ واري آ، سا نيارين ڪان بہ نياري آ،
اها جُڳ جُڳ جاري ساري آ، اها وٽيل آ وِينجهارن جي.

جيڪا نِرتن سُرتن صراط چئي، وجي طالبن سائي تلاش ڪئي،
وٺي ويا سا صورت جي سام پئي، چڏي چِنتا ٻين سڀ چارن جي.

جن بينا بصيرت واري ملي، تن اڳيان حقيقت ساري کُلي،
حق آهي خفي حق آهي جلي، هجي نظر ڪا آهلِ نظارن جي.

هِنَ راهَہ جا راهي رِند ڏٺم، 'اعجاز' اهي ديدمند ڏٺم،
سردار بہ سي خُورسند ڏٺم، اها پرک اٿئي پِرتيارن جي.

○

جي پاڻ سُجاڻي تہ اُهو پاڻ آهين تون،
حيران پريشان جنهن جي ڪاڻ آهين تون.

وحدت جي وچي ووڙ، نہ ڪر جهنگ جبل ۾،
جيءُ جان جلائين ڇو، عبث جِهلَ جنجل ۾،
پنهنجي ئي حقيقت جو، پِرياڻ آهين تون.

وهمن جي وَهيو وَهہ ۾، وتين پاڻ وِساريو،
ناهي ڪو جتاءُ جن ۾، نشا پين سي پيٽاريو،
مڻ جنهن ۾ مئي مستيءَ جا، سو ماڻ آهين تون.

لشڪر ڪِي خزاني جو، توکي خيال فڪر ڇو،
تلوار ڪپي تير توکي، ڍال سِپرَ ڇو،
سامان سلح ساري سمر، ساڻ آهين تون.

معمار مڪاني ۽ مڪان لامڪاني تون،
مستان گگن مينگهہ اَبر آسماني تون،
معنيٰ واري موتين جو بہ مهراڻ آهين تون.

'اعجاز' چوي عشق ڪي، استاد اچي ڪر،
اَلمست عُشاقن سان، اتحاد اچي ڪر،
سڀ سُخن وارن جو پوءِ، سرواڻ آهين تون.

○

هِن خاڪي ڇنڙي ڇولي، هي ٻوليون ٿو ڪير ٻولي.

ٻوليون صحي ۽ ساڪي، منڙيون مثال ماڪي،
لاريب روحي، راڪي، باطوني بغر ٻولي.

ڇا ٿو ڇوي ٻُڌائي، ڪو گوش ڪن تہ لائي،
ڇا وينو آ وِڃائي، ۽ ڪنهن کي پيو وَڙولي.

هٽي عاشقي جو نعرو، ڪنيائين برهہ جو بارو،
سرمست ٿي سچارو، خبرون خفي جون کولي.

’اعجاز‘ اهوئي حق آ، سُڻ سمجهہ تو سبق آ،
پيو ڪونہ ناطق آ، الله رِيءَ ڪو تو اولي.

○

پنهنجي ظهوري ڪاڻ، پاڻ کي آدم پاڻ چيائين.

معنيٰ سان معبود ٿي وينو، مَلڪن جو مسجود ٿي وينو،
لائي عجب لالاڻ، ٻهڳڻ ٿي ٻنگ ٻاڻ هنيائين.

شاهہ گدا ٿي گشت ڪرڻ لاءِ، ڏکن سکن جي لذت وٺڻ لاءِ،
اصلئون توڙي هاڻ، پسند رنگي، پهراڻ ڪيائين.

هر سُو همہ ٿيو هڪڙو هادي، حاضر غائب تنهن جي مَنادي،
طرف وحدت جي تاڻ، سمنڊ درياءِ هڪ ماڻ مَيائين.

صفت ۾ پنهنجي ذات ڇُپائي، اسم 'اعجازا' آيو مَٽائي،
وهم گمان نہ آڻ، عشق حُسن ٻئي ساڻ ڪنيائين.

○

انسان سِر اِلاهي، اسرار سڀ اِنهيءَ ۾،
دل ڪش حُسن نظارو، ديدار سڀ انهيءَ ۾.

انسان آهي اَڪمل، اعليٰ عجيب اَجمل،
ذاتي صفاتي تجمل، جنسار سڀ انهيءَ ۾.

بشري بناءُ بهانو، بيحد آ بي گمانو،
خفي خيال جو خزانو، خمار سڀ انهيءَ ۾.

عُشاقي آر آگم، ترنگي ترانو ترنم،
سُر ساز سوز سرگم، گُرتار سڀ انهيءَ ۾.

نيشان سان ناميارو، ناطق سو نور نيارو،
راسخ ربوبي وارو، رنگ پار سڀ انهيءَ ۾.

'اعجاز' واري اولي، ڀڄڻ ٿو پاڻ ٻولي،
ڳُجهه ۾ ڏٺوسون ڳولي، اعتبار سڀ انهيءَ ۾.

○

آڏيءَ ۾ ڪاتَ جي سڏ تي، ايندا ڪي مرد مردانا،
محبت ۾ مُوتوُا قِبللِ، ٿيندا ڪي مرد مردانا.

سرو ساغر صُراحي مئي، تِڪي آ تيغ هٿ جنهن جي،
زخم تنهن جا کِلي هر هر، کيندا ڪي مرد مردانا.

موکي مغان جي محفل جِتِ، وهن اُتِ ڪوس جا واهڙ،
متا تنهن پٽ پڌر پِڙَ تي، ڏيندا ڪي مرد مردانا.

وڍائي سِرَ جي عاشق ٿيا، اُنهن اهڙيون ڪيون خبرون،
ڪچن جي جاءِ ناهي هِت، ويندا ڪي مرد مردانا.

اجان 'اعجاز' چئي آهين، رڳو ڳالهين ڳگاٽيو تون،
نباهي نينهن جو ناتو، نِيندا ڪي مرد مردانا.

○

پاڻ کي ڪِينَ سُجاتئي ڪڏهين، رب جي سڃاتئي تہ ڇيهہ ٿي پيو،
جاڻڻ جهڙو جاڻ نہ جاتئي، جاڻ پيو جاتئي تہ ڇيهہ ٿي پيو.

جُڳت نہ جاتئي ڀڳتِ نہ جاتئي، سُبتِ نہ جاتئي اُبتِ نہ جاتئي،
شيخيءَ بُزرگيءَ وارو بُتَ تي، خرقو پاتئي تہ ڇيهہ ٿي پيو.

صورت ۾ سڀ سير الاهي، صورت سڀ کي ساجد ٿي،
صورت اڳيان ڪنڌ نہ نائي، ڪعبي نائي تہ ڇيهہ ٿي پيو.

رنگ رِندانو دل اندر کي، لايو ويٺو لاءِ سدا،
گيرو گُلابي ڪارو سائو، ڪپڙين لائي تہ ڇيهہ ٿي ڇيو.

پَرِ ۾ پنهنجن جون پاڙون ڪوٽين، سُوٽو مُوٽو بہ تن سان وٽين،
پنهنجي ياتيءَ کي پنهنجو نہ ياتئي، پَرِ کي سڃاتئي تہ ڇيهہ ٿي پيو.

دم ڪمائڻ دم دمائڻ، دم سُڃاڻڻ دم کي ماڻڻ،
دم نہ سڃاتئي تہ ڪجھہ نہ سڃاتئي، دم جي چاتئي تہ ڇيهہ ٿي پيو.

وار نہ هڪڙو واقف تون، 'اعجاز' جي حال حقيقت کان،
وات پٽيا پوءِ وائڙو ٿي، جي واقيئي واتئي تہ ڇيهہ ٿي پيو.

○

پاڻان وجي پراهون، الله کي وڙولڻ،
ڪِلَ جهڙي ڳالهہ آهي، چوڪر ڪُلهي ۾ ڳولڻ.

نڪا عالمن خبر هُئي، نڪا عاقلن خبر هئي،
ڪئي عارفن خبر هئي، تو مُون مهانڊي ڍولڻ.

خُود پاڻ کي وسارڻ، جڳ وجي جُهارڻ،
ڳڻ ۾ نہ پاڻ سارڻ، وڻ وڻ ناحق ڏنڏولڻ.

سُڌ جا سچن سُڻائي، ڪنهن ڪنهن هينئين ڪَنائي،
اَن اَن پولي اَنائي، پولڻ تہ سِر بہ گهولڻ.

اڪئين ڏنو چڏائن، رَندن تي نيو رُلائن،
پولا وجهن پُلائن، ڪم آ مُلن جو پولڻ.

آدم جي نانءُ آيو، آدم ۾ تانءُ پانيو،
ڪنهن کي نہ ڏانءُ آيو، صُوفيءَ جان راز کولڻ.

ووڙن وجود جيڪو، علم و عقل جا پيڪر،
برحق چون پوءِ هر هر، 'اعجاز' وارو پولڻ.

○

تُنهنجو ”پاڻ“ تولاءِ وڏي پِتِ آ، نہ تہ يار توسان تنهنجو نِتِ آ.

مَتِ سالڪن واري مج تون، پيو نہ ڪيڏهن ووڙڻ وچ تون،
يَتِ پاڻ واري پوري پج تون، پاڻهي پاڻ چوندين هُو هِتِ آ.

وَ في اَنفُسِكُمۡ فرمائڻ، جهاتي جِيءَ اندر پارائڻ،
پنهنجي پاڻ کي پاڻُ پَسائڻ، اها محبوبن جي گتِ آ.

تنهنجو يار جدا توکان ڪونهي، تون نمار جدا توکان ڪونهي،
وِٿي وار جدا توکان ڪونهي، ڪر چڪاس تہ تنهنجي چِتِ آ.

اَلانسانُ سِرِيۡ سِرُ سارو، اَٿئي خاص خُدا جو اُتارو،
اوڙي پاڙي لاءِ ٿي نہ آزارو، جِتِ پيو تنهنجا پرين تِتِ آ.

اکيون پيائيءَ ۾ جن پوڙيون، وچان ڏئيون تن ڪئين وِچوڙيون،
آتِن تذهن جدايون لوڙيون، کهڙي چاڻ اها کهڙي مَتِ آ.

توکي اسم جسم جو آ پولو، آهي اسم جسم ئي اولو،
اهو اولو آ راجن رولو، ’اعجاز‘ ڪيو ثابت آ.

○

# بيت

(1)

منهنجي اکين رات، پياريو آب ابرين،
رعد رمز پسي ڪري، برسيو لاءِ برسات،
ڪنوٽيون ڪنوڻ لڳيون، ڪُل مٿي ڪائنات،
عام تہ اها 'اعجاز' چئي، ڪين وسهندو بات،
ڪُل ۾ ئي ذات صفات، مون ۾ ئي موجود آ.

(2)

منهنجي اکين پس، پياريو آب ابرين،
اوتي جر جگر مان، ڪَيئون وسڻ ڪارڻ وس،
هن اکين کي جس، جو عالم آسودو رکيئون.

(3)

منهنجي اکين مڄ، پياريو آب ابرين،
پئي ڪنهن وهم گمان کي، هڏ نہ ويجهو وڄ،
ڀڳڻ ڪندا ڀاڄهہ سان، جن اکين ڏي سَڄَ،
سي چو نہ لاهيندين اُڄَ، عالم سندي 'اعجاز' چئي.

(4)

عشق ڏنو سبق، عجب منهنجي اکين کي،
پورئي بہ پسو حق کي، پٽئي بہ پسو حق،
طور اهو تعلق، قائم رهندو قيام سين۔

(5)

عشق ڏنو ڏس، عجب منهنجي اکين کي،
اندر ٻاهر هڪڙو، اتوَ عين عڪس،
پسو تنهن کي پسڻ سان، ور ور ڪري وس،
جي پُورجن پٽجن پرينءَ لاءِ، جُڙي تن کي جس،
گهاڙو اهو گس، قائم رهندو قيام سين.

(6)

عشق ڏني هيءَ مَتِ، عجب منهنجي اکين کي،
ڳُلي ڳُلي هر جاءِ تي، حق پسيو هر گهٽ،
ڇپر نہ ڇُهي ڇپر کي، اهو چوڻ رکو چت،
رِنـــدي آهہ رَمـــــتِ، مــــازاغ البصر ســـــان.

(7)

عشق ڏنو هي اَٽُ، عجب منهنجي اکين کي،
پُور جو پٽجو پرينءَ لءِ، اهڙو پڌو سَت،
ڪونهي مانع ڪَت، حدبنديءَ جي حُبَ جو.

(8)

عشق ڏيکاريو ڏيهہ، عجب منهنجي اکين کي،
پُورئي پٽئي ساٽيهہ، اهوئي پسڻ 'اعجاز' چئي.

(9)

نازڪ نيڻ سجڻ جا، نازڪ مٿن نقاب،
جي گلن خو خُماريا، تہ نرگس نہ سهن تاب،
جي نهارين ناز ڪري، تہ نميو پون نواب،
جي چڙهن قوس قهر تي، تہ جڳن کي جواب،
جي اچن مهر معافيءَ تي، تہ ڇا جا ڏوهہ ثواب،
اهڙو حُسن حساب، آهي منجهن 'اعجاز' چئي.

(10)

ڪري عشق دلال، اکيون مليون محبوبن سان،
اکيون عاشقن جون، مُڙن هاڻ محال،
مُيسر آهہ ’اعجاز‘ چئي، ور ور جن کي وصال،
هلي سي هر حال، سڏ پرينديون سوريءَ جا.

(11)

اکيون اڙيون اکين سان، عشق ڪري اڳواڻ،
ڪير تيرن جي تاءِ کان، مٿو موڙي هاڻ،
پُرزا ٿي پِڙ مٿي، ملهائينديون پاڻ،
ڪانہ ڪينديون ڪاڻ، اجل جي ’اعجاز‘ چئي.

(12)

اکيون اڙيون اکين سان، لاهي لوڪ حجاب،
شرم ۽ شَرع جو، وسرين باب عتاب،
قاضي ڪرين تن سان، کهڙي حد حساب،
ڪٿ ڪو خير ثواب، پَلِ نہ مُنين کي پسڻ کان.

(13)

لڳي لال گلاب، ٿيون اکيون عاشقن جون،
پسن پيييون پرينءَ جو، صبح شام شباب،
اڇي سِڪَ سڪڻ جو، انهن کان آداب،
جن نظاري جو تاب، آهي هر هر سَنو ’اعجاز‘ چئي.

(14)

اکين ملي اکين سان، خوب رچايو رنگ،
نعرو هڻي نينهن جو، نِسري ٿيون نسنگ
عشق سندو ’اعجاز‘ چئي، سِر سَنئون آڙنگ،

پڇي اتان پارس ٿيون، جِت مس پُڳو ڪو پتنگ،
پاڻ تني جو ڀنگ، ڪڏهن ڳُسي ٿو ڪونہ ڪو.

(15)

اکين ملي اکين سان، ڳجهو ڳالهايو،
اَلست فرمايو هُنن، تہ قالو هنن وَرجايو،
اهڙي پيت 'اعجاز' چئي، رکيئون راز رايو،
ملڻ تن ملهايو، جِتِ ڪِٿِ آهن جوڙ سي.

(16)

اکين ساڻ اکين جي، ازل کان ئي آهي،
دل واري دوستي، محبت ڳاهي ڳاهي،
اڄڪلهہ جي ناهي، جو چئن گهڙين لاءِ چَٽُ ٿئي.

(17)

عجيب تنهنجي اکين ۾، ڪو تہ آهي اسرار،
ڪيئن وڃائي ڪيترا، ويٺا قلب قرار،
جن ڏٺيون تن ڪيون، سِريون سوريءَ سوار،
آئون چوان ڇا 'اعجاز' چئِي، ڪو نهيم چوڻ جو اختيار،
لالڻ ليل نهار، آهن اکيون تنهنجون عبرتي.

(18)

عجيب تنهنجي اکين ۾، جادو ڪي ڪيڏ ڀيو،
جن جي پسڻ سان پرين، منهنجو عقل هوش ويو،
اڇي روح 'اعجاز' چئي، ٿيان ٿيان ۾ پيو،
ٿميو ڪونہ ٿيو، عجب راز اکين جو.

(19)

عجيب تنهنجي اکين کي، ڏيئا چوڻ ڏوھ،
جن جي پسڻ ساڻ ٿو، سون ٿئي پتل ٽوڙي لوھ،
مون کي تن جو موھ، ٿو ادب سيکاري 'اعجاز' چئي.

(20)

عجيب تنهنجي اکين کي، گلاب چوڻ گناھ،
جن جي پسڻ ساڻ پرين ٿو، ساھ ۾ پئي ساھ،
تشبيهن سان اداھ، ڳالھ نہ کندس اکين جي.



(21)

عجيب تنهنجي اکين کي، چقمق چوان تہ ٿيان چور،
آئون انهن تان گھور، کيان مُلڪ مقناطيس جو.

○

# ڪافيون

اک ۾ ڪاني عشق جي ڪر، پاڻ سينگارڻ ڪان پوءِ،
ڏرسني دل واري ڏس تون، ديد دل ڏارڻ ڪان پوءِ.

ڪنهن بہ عاشق ڪانہ ڪئي آ، ڪڏهن آزادي قبول،
زلف جي ڪاري ڪمند بند ۾، گهڙي گهارڻ ڪان پوءِ.

ناز برداريءَ ۾ آهي، قيس مجني جو ڪمال،
باغ تي برسر بَهاريو، بر ۾ بيهارڻ ڪان پوءِ.

دل پسند ڪو هڪ ڏُٺي، دلبر پلي پنهنجو بناءِ،
ڪر نہ ڪنهن جي ڪا شڪايت، تنهن جي آزارڻ ڪان پوءِ.

سُو بَسُو سنسار سڀ، تنهنجو ڪندا سَر سَر سلام،
واعدي قالو بليٰ تي، ساهہ سِر وارڻ ڪان پوءِ.

معرفت واري ٿا ماڻن، موج مَت عارف عُشاق،
مُوتوا قِبلل اَنت مُوتو، پَرِ انهيءَ پارڻ ڪان پوءِ.

پاڻ سينگارڻ سنوارڻ، مَرڪ مشتاقن جو ناهه،
سُونهي سُهڻن کي سجاوٽ، سا بہ سڪ ڏارڻ ڪان پوءِ.

منهنجي خطا سَهوَ غلطي، ڪابہ ساقي ڪيم ليک،
پنهنجي پِڪ پيالي ۾ پائي، پيالي تنهن پيارڻ ڪان پوءِ.

بارُ آ آزاد آ، بيڪار آ 'اعجاز' هاڻ،
جان ۾ جِند جي ڳڻ ۾ ڳڻتي جان، جِند ڳارڻ ڪان پوءِ.



اسين يار سڄڻ جي اکڙين لاءِ، آهيون کيل تماشو ذري،
پريو ڏناليون ديدن واريون، ڇڪي ٿو ماشو ذري.

شوق سڄڻ جو شاهه شاهاڻو، حُسن جو هٽ ۾ ملڪ ۾ ماڻو،
برهه وارن لاءِ وتي بيراڻو، بڇي ٿو باشو ذري.

ڪُوپا ڪونڌر تڪي تاڙي، بانڪا بهادر ونگي واڙي،
سُوريءَ چاڙهي گهاٽي چاڙهي، رَت تلاشو ذري.

ڪڏهن ڦهرجو ڪجل اکين ۾، ڪڏهن سحر جو ڪنول اکين ۾،
ڪڏهن مهر جو مشعل اکين ۾، خوب ۾ خاشو ذري.

برهه جون باهيون لالڻ لايون، واءِ 'اعجاز' ٽيون وِلليُون وايون،
جان جسم کان جُدا تا پانيون، بُتُ ٿيو لاشو ذري.

○

تنهنجي اکين جا تير، نيٹ چڑهي پيا جاني جگر ۾.

وهوا نازڪ تنهنجو نهارڻ، مُرڪي اُمالڪ گَزڙو مارڻ،
سيگهہ ڪري وجهہ سِير، ڦٽڪي لُڇي پيو ساسي پٽر ۾.

نالي خُدا جي يار پيارا، ڦَتي ڦُري دل ڪر نہ ڪنارا،
سُرت اٿم نہ سُڌير، پريشان آهيان فراق فڪر ۾.

سُرمون پائي سهٹين اکين ۾، ڪٹين تہ ڪُتا تو گهمندي گهٽين ۾،
پنڊت پير فقير، دلگير ڪيا اٿئي ساري دَهر ۾.

'اعجاز' چوي پرديسي آهيون، هتي هميشہ رهڻ وارا ناهيون،
اوچتو ٿياسون اسير، سختي نہ ڏي سهٹا ايڏي سفر ۾.

○

تنهنجي مست اکين تي مُلڪ ڇَڪن، ڇا تن جي اڳيان آهو نين لڳن.

مُلڪان ملڪ تنهنجي اکڙين جا مُٺل، ڪئين عاشق ڪُوپا ڪُونڌر ڪُٺل،
ماڻهو تہ ماڻهو پر مُحب مِٺل، جي پهاڙ پسن تہ پاٽي ٿي پون.

افغان، عمان، ايران، چوان، خرطُوم، ختن، خاڪان چوان،
هند، پاڪ، پشن، پَرستان چوان، يونان چوان، يثرب ڪي يمن.

مَد پريون اکيون متواليون اِهي، اٿئي پِرت وارن لاءِ پاليون اهي،
لاباليون اهي برحاليون اِهي، ڪوڙئين ڪيف پيالا ڪدهہ لَهن.

اهڙي ڪجل ۾ آ ڪاراڻ ڪٿي، اهڙي لَعلن ۾ لالاڻ ڪٿي،
اهڙي عام اکين ۾ آ جاڻ ڪٿي، جيئن تنهنجون اکيون ٿيون رمز رکن.

ليئن ساڻ لُٽيؤن لاهوت وجي، جَڙَ حُسن جِيءَ سان جَبروت وجي،
هٽي پاڻ پَڌئون مَلڪوت وجي، ناسوت نمايو ناز ٿيون ڪن.

تنهنجي اکڙين جي جَلون عِشونِ کان، تنهنجي اکين جي غلبن دَلبن کان،
تنهنجي اکين جي عرصن صدمن کان، دل وارا سڄڻ ٿا ديوان ٿهن.

جن اکين موهيو سڀ جهان سڄڻ، آئون تن تان ٿيان قربان سڄڻ،
فَڪان وارو فرمان سڄڻ، 'اعجاز' چوي صحي صاف اٿن.

○

اکين واري ناتي، ڏاڍي چوٽ چاڙهي،
اهو درد لاشڪ، ڪندو نِئي پچاڙي.

ڪيم وس هزارين، تہ هي خيال مَتجي،
چڙهي ويو جو دل تي، نٿو حال متجي،
دارون ڏَب تہ هن لاءِ، آهن جڻ اُماڙي.

اکين سان اکين جو، ملڻ ٿيو اچانڪ،
پنهي طرفين مُرڪڻ، کِلڻ ٿيو اچانڪ،
لڳي جِيءَ کي ان دم، اُتان جڙڪا جاڙي.

چِڏيو عشق ظالم، رَتي رَت نہ مون ۾،
جوين جوت وارو بہ، سَت اَت نہ مون ۾،
صورت سونهن ساري، سڪڻ سڪ اُجاڙي.

مزو موج چاجي، امن عيش چاهي،
لڳي جيڪا لنئون سا، توري ڳالهہ ناهي،
مون لاءِ هر ڪا محفل، سواءِ يار ڀاڙي.

جتي ساهہ سِر جي، آ 'اعجاز' بازي،
اُتي عاشقن ريءَ، ٿيندو ڪير غازي،
ڏسڻ ڏک انهن جو، آهي ڪم ڏهاڙي.

○

آئين سهڻا سينگاري اڪيون اڪيون،
ڪجل واري ڪَج ريهه سان.

اکين سينگارڻ جو قابل آهين،
ڏاڍو سياڻو قاتل آهين،
جهڙيون تيغون ٿاهي تو رکيون رکيون.

هڪ ته سارو سچ منجهن آ،
ٻيو ته مجازي مچ منجهن آ،
پيڙ لائي سي بَکيون بَکيون.

پئي پاڇاريون مُرڪ واريون،
لنئون لنئون لڳڻيون پيچي پياريون،
پاڻ هٽي سي پَکيون پَکيون.

هر هر مون کي شهيد ڪن ٿيون،
سڪ سڪڻ ڏيو خريد ڪن ٿيون،
لوڪ 'اعجازا' نه لَکيون لکيون.

○

ڏِسي ڏسي تولاءِ سهڻا، اکيون وهيون نار تي نار تي،
آئين ڪونہ تون، ڪري دانهون دل يار پئي.

نڪي گام وٽي نڪي طعام وٽي، نڪي صبح وٽي نڪي شام وٽي،
انئي پهر عشق ۾ پيارا، تنهنجو نام وٽي،
نام خدا جي وچ، هڪ وار تي هڪ وار تي.

مون کي اوهان ڏنا سور نوان، سي کهڙا چئي وري کهڙا چوان،
ڏکيو گُذران ٿيڙو، رات و ڏينهان پيو مان رُئان،
مري نہ وڃان، ڪٿي بيمار تي بيمار تي.

اچ يار سچا دلدار سچا، منهنجي محبت جا منثار سچا
ڪر 'اعجاز' عليءَ سان اقرار سچا،
منهنجو دوست دلي، دلدار تي دلدار تي.



اڙي تہ اکيون منهنجون پتيون پتيون، لنئون نہ وري ڪٿي لائن لائن.

- آر اکين اُن پار جو ڪيڙو، ڪڙي خيال انهيءَ ۾ گُتيون ڪتيون.
- جِهجڻ جهوري ننڊ نہ نيٽين، پئي نکت نهاريان ڪَتيون ڪتيون.
- وِرهہ واري ويئي وسايان، چوڙي چڏيم سِر چَتيون چتيون.
- عشق وارن تان 'اعجاز' علي چئي، لوڪ ميارو لتيون لتيون.



تنهنجون مست مُغانيون مور اکيون، ڏاڍي حسن و اريون گهنگهور اکيون.

جاهي جوت حُسن سان جلال ڀريون، خاصي خُوءِ خنڪ سان خصال ڀريون،
ڪَج ابرو ڪمان سان ڪمال ڀريون، سدا قتل ڪوڏيون تہ ڪَٺور اکيون.

آهي سُرمون ڪجل تہ بہ شان سَندن، بنا سُرمي ڪجل بہ تہ ماڻُ لهن،
هر طرح دليون حيران رکن، اهي ڪاريون ڪاريون ڀنڀور اکيون.

تنهنجي اکڙين جا جلوا بہ سونهن، تنهنجي اکڙين جا پردا بہ سُونهن،
تنهنجي اکڙين جا دَلبا بہ سونهن، آهن ڀيون بہ مگر تنهنجون اور اکيون.

اهي آگم آڙنگ ساڻ پئي، اهي سانوڻ سارنگ ساڻ پئي،
اهي رُوپ عجب رنگ ساڻ پئي، بيباڪ بري باشور اکيون.

نڪا نرگس گلاب ۾ اهڙي وفا، نڪا مشعل چراغ ۾ اهڙي سخا،
نڪا اَلماس ۾ اهڙي ڪَلا، اهڙيون ڏاريون اتئي شهزور اکيون.

ڏئي جن جي قلب تو قرار وٺي، ريءَ پيتي خُمرجي خمار وٺي،
'اعجاز' جيسين ديدار وٺي، تيسين تون نہ ڪيڏهن اهي چور اکيون.

○

ڪجل ڪٽوريون ڪيف ڪڪوريون، قتل گهوريون تو واريون اڪيون.

- خُون عُشاقن جي تي پالي، ڪاري يَر تو ڪاريون اڪيون.
- ڪنهنجو لحاظ ڪرڻ نہ ڄاڻن، اهڙيون اٿئي ڪي سيڪاريون اڪيون.
- ڪجل پائن قتل ڪمائن، ڪَونت ڪُڏائن ڪاريون اڪيون.
- سُهڻا سدائين سڀ هنڌ تنهنجون، سورهہ ٽيو ڪن ساريون اڪيون.
- ڏاڙا دلين جا وتن هٽنديون، ڏاڙيليون تو ڏاريون اڪيون.
- رائي پنهنجي سان رُخ ڪن جيڏهن، رنگ لائن رنگ واريون اڪيون.
- تِکن ترارين جهڙا ابرو، سانپ رکن سوپاريون اڪيون.
- ڪڏهن 'اعجاز' چئي ڪِلي ڪٽندين، پيار پريون مون ڏي پياريون اڪيون.

○

ڪجل واري ڪاري لڳي ڪَج ڪٽاري،
پُڳي ڪانہ هڪ پل پوءِ پرهيزگاري.

اکين پيچ پلڪن، جھاتين تاب جھلڪن،
ملڻ مام مُرڪن، لُٽي دل هزاري.

ڪجل ڪيفي ڪاري، ڏني باھ ٻاري،
نِهاري تہ ماري، هٽي ڏڪ ڪاپاري.

طاعت تسبيح تقويٰ، ڇا جي دنيا عُقبيٰ،
ڪٿي عشق دعويٰ، ٽياسون زُناري.

'اعجازا' عجيبن، نگيٽن نجيبن،
موهي من مُجيبن، ڪئي پنهنجي ساري.

○

جَن اڪين آئون آهيان ماري، تن اڪين رِيءَ جيئندس ڪانه.

ياد پون جنهن دم اُهيئي، وِسريو وڃن پيا ڪم سيئي،
نِير وهايو وسايان واري.

پاپي اکيون سي پردي واريون، مون جهڙيون تن لکين ماريون،
هٽي ڦهر جي ڪيف ڪٽاري.

سچ لهي ويا ڪئين سارينديِ، رَينون گُذريون هنجون هارينديِ،
ڪانه ڏنائون وري ڪا ڏيکاري.

عشق اکين جي ڪئي آ پُڄاڻي، ويئي جلي منهنجي جوت جُواڻي،
ڦُرجي 'اعجازا' تيس ويچاري.

○

چقمق اکيون چهتي ويون، گهٽئي موڙيم پرنا مُڙيون،
سُرمان پائي سينگارجي، دل جي کسڻ لاءِ ٿيون کڙيون.

ڪُنديون ڪڪوريل ڪارڙيون، مِرگهن ڪنان موچارڙيون،
لغڙن وانگي ٿي وارڙيون، ڪاهون ڪري ڪوڏئون ڪڙيون.

نِت تير مُزگن جا تڪي، ايندي ويندي وِڌئون ڏَڪي،
استاد ڪنهن پاڙهيون پڪي، لوڪان لڪي تڏهن لڙيون.

مارڻ لءِ آيون ٿيون رهن، اِن آر تان مُشڪل لهن،
ميچون ڏيو مُرڪيو ڪُهن، چتريون اٿن ڪي چالڙيون.

وئي لڳي سِرَ ساھ سان، اُڏما اُٿيا هر آهَ سان،
'اعجاز' چئي الله سان، آهن اهي جِت ڪِٿ رڙيون.

○

دلبر ڪَشيا اکين جا، پيڪان ايندي ويندي،
ماريو وريو ٿو ماري، مهمان ايندي ويندي.

خوني خنجر کنيائين، عاشق قتل ڪيائين،
حملا ڪري هنيائين، سربان ايندي ويندي.

نازڪ سو ناز پرور، ڪونڌر پرين قداور،
گهُورن سان گهائي هر هر، جُنگ جوان ايندي ويندي.

سهڻي جا زلف خم خم، ڏِس دام وانگي دم دم،
ڪن ٿا هزارين حاڪم، زِندان ايندي ويندي.

ظالم زوراور ٿئي ٿو، 'اعجاز' جي دل نِئي ٿو،
سورن سندا ڏئي ٿو، سامان ايندي ويندي.

○

ڪِلي جو اڪڙيون ڪنيئي، جهڙو جادو ڪو ڪيئي،
ٿي وِيس هوش ڪان بيهوش صنم والله.

ڦرين نظر ساڻ، عقل هوش ڇڏايئي،
بيخود بہ بنايئي مونکي، بيوس بہ بنايئي.

هڪ پل بہ ڪيڏهن هاڻ، نہ ڦير نگاهون،
ترساءِ نڪي هاڻ، هي تڙپاءِ نگاهون.

تنهنجي نہ برابر پانيان، جنت جا نظارا،
صورت ۾ ڏٺم تنهنجي، اهڙو حُسن نگارا.

پيتم تہ پيا بہ مئي جا، پيمان هزارين،
پر تنهنجي اکين وارو نشو، آهي پي پارين.

’اعجاز‘ چوي مون ڏي نهاري، تون وري ڪِلَ،
محبوب اهڙيءَ ريت مون سان، روز پيو تون مِلَ.

○

هڪ منڙيون منڙيون ڳالهيون تنهنجون، پيو ناز پريون اکيون مارن ٿيون،
اسين عاشق اهڙيون وصفون ڏِسي، پوءِ ڪيئن نہ سجڻ سِر ساهہ ڏيون.

تون جاڻين نہ جاڻين يار مِٺا، ساري جان اسان جي تنهنجي آ،
محروم نہ ڪر پنهنجي پيار کان تون، پري پيالو وصل جو ڏي تہ پيون.

پاڻهي پاڻ سينگاري پاڻ آئين، پنهنجو پاڻ ڏيکارڻ ناز ڪري،
انهيءَ چال تنهنجيءَ جي پئي نہ خبر، دلدار لُٽي ڪيئن دلڙي ويون.

ٿي ساٿي دل قيد ويئي، تنهنجي دام زلفن منجهہ سدا،
تون تہ ٿيو آهين هر جائي مٺا، ڪيئن توريءَ جانب هاڻ جِيون.

ڏاڍي عشق تنهنجي جي ڳالهہ هلي، هرجاءِ آهي 'اعجاز' ڪئي،
ڏينهن رات اٿس تاري تات تنهنجي، چڏي يار ڏنئين بس ڳالهيون پيون.

○

جيئن وٽئي تيئن يار، مون ڏي تون نهار،
گهُنڊ پائي يا کلي اکڙيون ڏيکار.

منهنجي نيڻن تنهنجي نيڻن جو ملڻ،
ٿو هزارن کي بنائي حرص وار.

تون ئي تنهنجا ناز ٿا مونکي وڻن،
ٿو وٽايو پاڻ پنهنجو بار بار.

تون نهاريندين تہ توکي ڪنهنجو خوف،
عاشقن جو آهين عاشق آشڪار.

ڪر پيارڻ کان نہ بس اي ساقيا،
نظر سان يا جام سان پَر پيو پيار.

دل جي چيري هيءَ ڏسين آ داغ داغ،
ڪئي نہ پي ڪنهن تو ڪئي آ داغدار.

ڪولي مُنهن مون سان ملين يا مُنهن ڍڪين،
هر ادا تنهنجي تي دل منهنجي بهار.

جهڙو سهڻو پاڻ تون تهڙيون اکيون،
موت منهنجو بخش ٿئي پيو موهہِ مار.

جا نظر تنهنجي ڏٺم سا لاجواب،
هر نظر ۾ راز پوشيده هزار.

آهين ڪُل مختيار تون 'اعجاز' چئي،
يا محبت يا تون نفرت اختيار.

○

گول گِلولا اکين وارا، چائين ٿو تہ چُٽين ٿو يار.

- ڪونہ گُسين ٿو ڪڏهين ڪنهن مان، سيڪنهن ڏانهن سَٽين ٿو يار.
- تون نشاني باز نرالو، دليون تڏهن تہ لُٽين ٿو يار.
- زور پريا هٽيو زاريون ڪرائين، هٽندي ڪونہ گٽين ٿو يار.
- زلفن واريءَ سوريءَ سان، نِڙگهٽ نڙيون گهُٽين ٿو يار.
- چا ڪٽين ٿو چا وٽين ٿو، ڪيڏا نہ پاپ ڪٽين ٿو يار.
- تو وٽ گِلول رتول رنگينا، پيايون تن سان پُٽين ٿو يار.
- انهيءَ ڪري 'اعجاز' علي چئي، هينئڙي تان نہ هٽين ٿو يار.



ڪيئن نہ هي نيڻ اُجارا ٿيندا، ياد جو پيار تو وارا ايندا.

- پيار ڪجن تا پيار ڪرڻ لاءِ، پيار وساريا نہ پيارا ويندا.
- ياديون تنهنجون يار مون کي نِت، سڀ هي سارا نظارا ڏيندا.
- هاڻ تہ ڦاٽن آٽن تا هي، گُوندر پريا مون وارا گِيندا.
- ڪئي تو جدائي پر ڪانهي جدائي، سچ چوڻ وارا سچيارا چِيندا.
- توڏي تنهنجا چارا وٺائي، 'اعجاز' کي تنهنجا اشارا نِيندا.



محب سان اکڙيون تہ نِت ملنديون رهيون،
پر اميدون دل سنديون جلنديون رهيون.

ڪيئن وفا جو هاڻ، ڪنهن سان پرجي دم،
لک وفائون جابجا، لُڙهنديون رهيون.

آسرو رکجي، پوءِ اُت ڇو پيار جو،
ڪلفتون جِت پيار کي، کُهنديون رهيون.

دوستيءَ جي ناتي کان، دل ٿي ڪٽي،
دوستيون اڄڪلهہ ڳنڍيون، ٽِينديون رهيون.

هيڪڙائي ڇا ڪندي پيائيءَ اڳيان،
هستيون پيائي کي جڏهن، جهُڪنديون رهيون.

ڪوڙ جو جن وٽ قدر، سَچ جو نہ مُور،
سڀ انهن کي ڳالهيون، ڦِٻنديون رهيون.

ڪي تہ تِکَ ۾ تار مان تريو وڃن،
ڪي تہ ڪشتيون پر ڪپر، ٻڏنديون رهيون.

ڇا اکين جي آس هئي 'اعجاز' ڏِسُ،
ڇا اکيون هي دم بدم، ڏسنديون رهيون.

○

هِن تہ اکين جا آڙنگ آگم کير پَسي.

گوڙن ۾ گمسانن سان، مست گگن وانگي،
اگھ عجيبن واري برسن، اوڙک اورانگھي،
اُت اوهيرن ساڻ سندن، چو هي چاٽ وسي.

نينهن نظارا اوسر، نئين سج کن نوان،
سارنگ سانوڻ سدائين، منجھہ ملهار چوان،
هٽن بوند بهار جا، گسن گاهہ پُسي.

سِکَ اُکنڊ اکڙين جي، کين اُکاٽي کڏهين،
سائي سوائي آٽيهہ، کين کُوماٽي کڏهين،
خُوءِ خماري تنهنجي، تارين تُنرين هَسي.

اکيون عُشاقن واريون، کن توحيدي وَسون،
ککر کاپاري تن جا، لاهن قلبن کسون،
کونہ ’اعجازا‘ کوتڙ، رکن منجھہ تَسي.

○

سچڻ تنهنجو سهٽيون، آهن دنگ اکيون،
ڪتان لائي آيون، اهو رنگ اکيون.

اٿن چڻ ڪي پيتل، نديون مئي جون نياريون،
مگر مُحب آهن، خُمر ريءَ خُماريون،
رکيو رمز وارو، وتن رنگ اکيون.

حُسن ساڻ هر هر، دليون دَست ڪن ٿيون،
سڄو مُلڪ سارو، موهيو مست ڪن ٿيون،
مجازي حقيقي، هٽن ڏنگ اکيون.

جڏهن ٿيون تہ جن سان، پورو پيچ پائِن،
توڙان توڙ تن سان، نيهي ٿيو نڀائن،
اڙڻ جو بہ چاٽن، اهو انگ اکيون.

پلي لک پيو ڪو، جهاڙا پاڙها آٽي،
ذرو ڪو نہ ورندس، مولي پاڪ چاٽي،
رکيو وصل وارو، وتن ڍنگ اکيون.

گهوريان گهور ڪهڙي، انهن آئون اکين تان،
اکين جي 'اعجازا'، وصالي وِڳن تان،
مليو جي ملن ٿيون، ڪريو ننگ اکيون.

○

اکڙيون اڙايون جن، سي تہ قربئون ڪاف ڪين،
صُمُ بُکُم عُميٌ ٿي، ڪنهن جي ڪانہ ٻُڌن.

ڪن ڏُور درازي پنڌ پهاڙي، پرين پار پڇن،
پاڻ پتوڙيو پٿرن سان ڪيو، پگهر پاٽي پين،
لُڇي لَڪن ۾ لَهُو لهُو ٿي، وندر منجهہ وَڙ ڪَن.

فرض فرمودا فائق جا، سُٽي فراقي ڦَرڪن،
صورت سُجاٽي ساهي سِرڙو، سُوريءَ لاءِ سنيرن،
عاشق اڳيان معشوقن جي، اُتِ موت مَڇيو مُرڪن.

نينهن نقارا نوبت سُٽيو، نِرتِ رکيو نِوڙنِ،
تَنَ اندر ڪي طبل وڄايو، طلبئون طلب ملنِ،
طواف ڪن ٿا تابع ٿيو، ڪايو ڀنوَ مِثل ڀوُنرنِ.

چارئي پهر چُورُ اُتي ٿيا، ڪڙهي قرب ڪڙهنِ،
چوٽ چڙهيو ٿي چاهہ ڪيائون، چُر پُر ڏِسيو چِشمنِ،
’اعجاز‘ اُتيئي عاشق ويهي، نڪري نانگا ويا ننگنِ.

○

ايڏو اکين ۾ خُمار، آندو ڪٿان تو يار پيارا.

جنهن ڏي ڏِسين ٿو تنهن کي ڪرين ٿو، رِيءَ نشي سرشار،
عجب لڳو سون اهوئي ڏُلارا.

انهن اکين جو مُلهڙو نہ ڪوئي، وري بہ ڪِلي تون نِهار،
رُخ تان نِقابو کڻ تون خدارا.

عاشق ڪن پيا آزيون نيزاريون، بي سِر ٿيو بار بار،
لالڻ توکي ليل نهارا.

نيڻ نِنڊاکا تنهنجا ڏسي نِتِ، نرگس ٿيا تہ نثار،
تنهنجو قسم مون کي جِيءَ جا جيارا.

مست نظر سان منهنجو کسيو تو، صبر چين قرار،
پلپل پُڇان پيو تڏهن منٺارا.

'اعجاز' چوي آئون آهيان اصل کان، پياسي تنهنجو پينار،
منهنجي صدا سُڻ يثرب وارا.

○

مست اکيون ڏار مُنهن ۾، چو هجن رت روئٽيون،
سِر گنوائڻ جي نہ سکيون، ڪيئن چوان سي گوئٽيون.

هُت تہ مازاغ البصر سان، تو نظارو تئي سچو،
چِر ڪٽيون چِنيٽيون ڦِتيون ڪر، ڪُوڪٽيون ڪنڌ ڪوٽيون.

سِرَ جي بازي جِت لڳي، اُت سُورهين جي سوپ ٿئي،
جلوا جوهر ڪن نہ پڙ ۾، ڳوريون ڳوڙهن پُوئٽيون.

عاشقن جون عشق آتش، ڪان سڙي اکڙيون سُڪيون،
ريج پاٽيءَ ڪان چڙهي تيون، پاڻ پاٽي چُوئٽيون.

مون مجازاٽيون ڏِٺيون، 'اعجاز' چئي اکيون اُهي،
حال هر ڪنهن منجهہ مَرڪن، خيال خاصي ڍوئٽيون.

○

هي ڏئي نازڪ نندڙاکيون، وٺ اکيون ڪي جاڳڻيون،
وصل وحدت واٽ ڪان، واقف هجن ويراڳڻيون.

تَن سُکيون عيش بُکيون، معراج ڪيئن ماڻيندڀون،
ماسِوا اِلي محبوب جي، تهدل کپن هُتِ تِياڳڻيون.

سک سمهڻ جو ساءُ ڪڏهين، ڪين آديسين چکيو،
برهہ سان راتيون سَڄيون، بيٺا کوڙي بيراڳڻيون.

ڏي اوجاڳا اکين کي، نہ تہ رنگ پَسنديون ڪو نہ ڪو،
ليلُون جاڳي ڪر مُنين کي، لال لاڳي لاڳڻيون.

پُورجڻ پنجڻ پسڻ، آ پِرت وارن جو پڪو،
چار ٿينديون يار سان پوءِ، چلوليون ڪيئن چاڳڻيون.

نازڪ جون نِتِ تہ سُونهن، 'اعجاز' خوابيده اکيون،
عاشقن جون اوجهراٽيءَ، ڪان الڳ اوجاڳڻيون.

كافر اڪيون محبوب جون، رُخنا وجهن ايمان ۾،
جلوا ڪري ڪجلين ڪيا، فِتنا ڪڙا جيءَ جان ۾.

دعويٰ مسلمانيءَ سندي، تقويٰ ڦٽي صُنعان ڪئي،
هندو صفت ظالم اکين، وڌو غُلغُلو گيلان ۾.

ليليٰ جي لَهه لاري لڳي، ٿيو قيس مان مجنون ڦري،
اٽڪائي دل عاشق ويٺو، ڪيبر ڪجل جي ڪان ۾.

بانڪيون ڪتاريون بان ڇا، ڪِر پان خُود اڪڙيون اُهي،
ڪئين جهڙپ هڪ سان ڪيترا، ڪن جهاٽڪا جولان ۾.

لائڻ نيائڻ نينهڙو، آهي وري تن جو عجب،
منصور سان ڏِس ڪيئن ملي، مَٽڪا توڙيئون ميدان ۾.

تَڪ ساڻ هٽن رِيءَ تڪ هٽن، گُتيون نڪي ڪڏهن گُسن،
چُستي چالاڪيءَ سان چُٽن، گهٽ ڪانه ڪن نيشان ۾.

جيڏهن وڃان تيڏهن سدا، سامهون اُهيئي سانوليون،
ڪاشي وڃان ڪعبي وڃان، توڙي وڃان خُمخان ۾.

محبت جي هڪ ملت سوا، ٻيا دين سڀ ٻيائي دُوئي،
اهڙا نسنگ نعرا اٿن، نِت نِت عَلَي الاعلان ۾.

هر پل پهر ’اعجاز‘ چئي، جن سِر اکين جو مامرو،
ڪيئن تن مُنن تنهن اڌ ڪُنن، جو جيءُ لڳي قرآن ۾.

○

آهن ڪي ڪي اکيون اسرار مثل، اڪسير علاج اوتار مثل.

اهي اکڙيون جِيءَ جيارن ٿيون، اهي پاڪ پيالا پيارن ٿيون،
تاثير عجب ڏيکارن ٿيون، ڪُن واري امر ڪردار مثل.

اهڙيون تہ اهي وڏيو ٿيون وٽن، مٿي نيشان بيهان پلي بان هٽن،
من ماري مون کي هٿ پائي ڪٽن، ڪلي خوش ٿي شوق شڪار مثل.

بانقطي اکر جيئن "ن" بڻيو، تيئن نقش اکين گوناگون بڻيو،
بيچون اِتي اچي چُون بڻيو، صفا "ن" صورت جي سينگار مثل.

مون جهڙا وٽن تہ هزار اڙيا، ڪڙي قرب واري منجهہ ٿي قطار ڪڙيا،
ڪن پاتا زُنار ڪي دار چڙهيا، ڪي بر ۾ بهار يا بهار مثل.

جهڙيون ٿي پُڏيم تهڙيون ٿي ڏٺيم، وسي وَنحن ۾ 'اعجاز' ويٺيم،
سِر برهہ تَني جو برسي بيٺم، مُند ساوڻ مينگهہ ملهار مثل.

○

ويٺي ويٺي اڄ وري، اکڙين ساريا پنهنجا سڄڻ،
پيا ڳڙي ڳوڙها ڳلن تان، جِيءَ لڳو منهنجو جلڻ.

مُنهن لڳي مُرڪي ڪيا، انجام اَڌڪُرڪُمُ جني،
سي پرين ويٺا وساري، ڪين آيا سُڌ لَهڻ.

هِت مُنيءَ جو حال هي آ، هُت پرين پرواهه ناهه،
سُور هن ساڙي آهيان، ۽ ساهه نِيو هئي سِڪڻ.

ور ڪريو واري وِلهيءَ ڏي، اي وسيلا واهرو،
وِرهَه مُئيءَ کي آ وڪوڙيو، ويا ڇُڪي سيئي چلڻ.

ريءَ عجيبن جي 'اعجازا'، روح کي راحت نه آهه،
ڪڏ پون هي ڪاڏا پيتا، ڪڏ پون خوشيون کِلڻ.

○

پيارا پرين تون منهنجي اکين کان پري نہ ٿي،
تنهنجي سَري بہ ويندي، منهنجي سري نہ ٿي.

تون ئي حبيب آهين منهنجو، تون طبيب بس،
تو رِيءَ دوا تہ مون کي، اثر ڀي ڪري نہ ٿي.

گهٽي ئي چوان ٿو دل کي، سِين سان ٿي سرخرو،
پر تو سواءِ ٻئي ڪنهنجي، غُلامي پري نہ ٿي.

سجدو سلام توکي، سدائين ڪيو ڪندي،
والله غير ڏانهن اصل، دل وري نہ ٿي.

جا برهہ جي بدن ۾، ٻٽي يار ٻاري ٿو،
سا هاڻ ناري ڪير، ٻري پئي ٺري نہ ٿي.

رُوئندو ڏسي 'اعجاز' کي، ويتر رُئارين ٿو،
هن من مان پوءِ بہ، تنهنجي محبت مري نہ ٿي.

○

اکڙيون اکين کي ڪُرنشون ڪن، قرب واري ڪاڻ ۾،
ڳجهڙا ڳِرا ڳارا ڏيو، پُر پيچ پائڻ پاڻ ۾.

مُرڪن ملن مستان تين، هڪ ٻئي ڏي دم دم ڏيان ڏين،
سڪ سوز جو پيمان پِين، تڙپن تڳن تِڪ تاڻ ۾.

وِرچن نٿيون سينگار مان، درشن وصل ديدار مان،
واعدا وچن ڪن پيار مان، وِندريون وتن واڪاڻ ۾.

نہ آهين سانگو ساهہ جو، بي راهہ جو اوڙاهہ جو،
ڏانوڻ چِني ڏنگ ڏاهہ جو، اڙيون وڃي اوڳاڻ ۾.

محبت منجهان جيڪي مليون، عاشق اهي ديدون دليون،
آهن ازل کان واڳليون، ’اعجاز‘ ڏک سک ماڻ ۾.

○

توکي پائي اکين ۾ توکي پسان، تنهنجي پوڄا ڪيان توسان پيار ڪيان،
تنهنجي جلون ۾ ٿي محو وڃان، دل دِلجاءِ ڪيان ديدار ڪيان.

مهراڻ ٿي تنهنجي محبت ۾، پرپور مُدامي موجن سان،
سيراب بنايان سارو جهان، گل غُنچہ ڪيان گُلزار ڪيان.

وري برهہ تنهنجي ۾ بادل ٿي، برخيز بهارا ويس ڪيان،
جتي حڪم ڪرين اُتي پلٽي پوان، ڏاڍا جلوا ڪيان جهلڪار ڪيان.

سيني سوز رکي تو سانول جو، خود ساز پوان ٿي سوز پريو،
جڏهن بہ وڃان وڃي وجد وِجهان، سڪ برپا ڪيان نيڻ ناز ڪيان.

تُنهنجي عشق ۾ تنهنجي اَمر سندو، ٻَڌي ٻانهون ٿيان تنهجو بردو بندو،
تنهنجي صورت آڏو اي حسنِ بُتان، سَوَ سجدا ڪيان اذڪار ڪيان.

تنهنجي قدم قدم تي وِڇايان اکيون، تون لتاڙي لنگهين لکين لُطف پانيان،
تنهنجا پير پيزار چوڌار چمان، لب تازا ڪيان مُشڪ بار ڪيان.

منهنجا صنم مون لءِ تون آهين ڪنول، آئون پونري مثل توتي مست سدا،
آغوش ۾ تنهنجي شام ڪٽيان، پيچ پُختا ڪيان رد خار ڪيان.

جيئن شمع جي پڙڪن شعلن ۾، پروان پتنگ جو حال پرين،
تيئن تاب سهان ۽ عذاب سهان، جيري جلهڪا ڪيان ۽ جلڪار ڪيان.

تنهنجي شوق ۾ اکڙيون شاميانہ ڪري، انتظار تنهنجو ڪئين زمانہ ڪيم،
’اعجاز‘ چوي اچ جانِ جان، تولاءِ ڪجلا ڪيان، سينگار ڪيان.

○

اکيون رَت رَت رُنيون زارو زار، آيو نہ اڄ يار، ڪرڻ مون سان پيار،
اکيون رت رت رنيون زاروزار.

اڄ ساھہ منھنجي جا ساٿي، دل دوست توسان منھنجي ڦاٿي،
ايڏي دير آ تو ڇا ڪان لاتي، پلا ڪھڙي آ مون کان خطا ٿي،
آهين ياد سڄڻ هر وار، لڳل تنھنجي تار، هينئين جا هار،
اکيون رت رت رنيون زارو زار.

تنھنجي مُحب مڃي مون غلامي، هر ماھہ مھيني مُدامي،
بي انت آهي بي آرامي، وڃي روڄ ۾ رات وِهامي،
ٿي ختم وڃي نہ بھار، گھڙيون ڪي گھار، گلِ گلزار،
اکيون رت رت رنيون زارو زار.

غمگين سدا مان گُذاريان، تنھنجون راهون مان روز نهاريان،
ڏيو دل کي دلاسا ڏُتاريان، ڳجھہ ڳوھہ ۾ ڳوڙها هاريان،
پرائين نہ 'اعجاز' کي مار، ملي ڪر پيار، تنھنجي آ درڪار،
اکيون رت رت رنيون زاروزار.

○

اکيون هنڌ اَڙانگي اڙجي ويون، ڪانهي جاءِ ڪُڇڻ جي قابو ڪڙجي ويون.

اکيون جاتي اڙيون تاتي رحم نہ آ، سواءِ ڪار قتل جي پيو ڪمِ نہ آ،
سک چين آرام ڪو دم نہ آ، گهٽ گهاٽ گهُورن جي ۾ گهَڙجي ويون.

اکيون ڪيئن اِتهين آزاد ٿينديون، ڪڏهن داد پائي خوش شاد ٿينديون،
راتو ڏينهان وتن فرياد ڪنديون، جِيءُ جان سُوڏيون جيڪس جڙجي ويون.

اکيون سوز سڪڻ سچ ساڙي وِڌيون، سک سَتر وڃائي چِٽ چاڙهي وڌيون،
جيڏهن لوڪ نہ وڃڻو اوڏهن لاڙي وڌيون، مٿن ڪيئي ملامتون مڙهجي ويون.

آهي عشق اهڙو ڪو اوکو اَديون، واهي لاشڪ مرنديس نيڻين نِير نديون،
'اعجاز' عليءَ جي برهہ بنديون، پيون ڳالهيون تڏهان ڪر دل مان تڙجي ويون.

○

چُست چَتر چالاڪ اڪيون، چوريءَ زوريءَ وتن لڙنديون.

آهون واهون راهون بنديو، تالا تاڙيون تاڪ اڪيون،
چوريءَ زوريءَ وتن لڙنديون.

چَرغن وانگي چُنگل پايو ڪَنِ، چِت چيهاڙيون چاڪ اڪيون،
چوريءَ زوريءَ وتن لڙنديون.

برهہ وارين بڇين سان سي، بي ڏڙڪ بي باڪ اڪيون،
چوريءَ زوريءَ وتن لڙنديون.

حُسن جي جلوي ساڻ هميشہ، هر جاءِ ڪيدائن هاڪ اڪيون،
چوريءَ زوريءَ وتن لڙنديون.

خُون عُشاقن وارو پسند ڪن، خاطر پنهنجي خوراڪ اڪيون،
چوريءَ زوريءَ وتن لڙنديون.

اَرڏاين سان 'اعجاز' اُڏائن، هوش عقل اِدراڪ اڪيون،
چوريءَ زوري وتن لڙنديون.

○

ڪر ڪاريھر جان ڪنيو ٿو، اڄ تہ اکڙين سان ڏنگين،
پيو تہ ڀڳڻ يار ڀڪيو، ڀنگ ڀاڻن سان ڀنگين.

تير تنھنجي ڪان اتفاقاً، جو بچي ٿو تنھن کي تون،
ور ڏيو وارن گھُنڊڙيدارن، ڪيس ڪارن سان ونگين.

مرد مانجھي موھيو مارين، ڪاڪ مُومل جي مثال،
ھڪ تہ انگ تن جا انگين، پيو سرَ درن سرڙا تنگين.

سوڙھي گھُٽ سپ ڪنھن سان ڪن، لايو چڏن سِر ساھہ جي،
تيئن سکيون تنھنجون اکيون، جيئن تون نٿو ڪنھن کان سنگين.

جيئن نھاريو ھيٺ ڏارين، تيئن ٿو ماريو نھوڙين،
ڏار اھڙي ٿو اکين جي، ڏنگ کھڙي لاءِ ڏنگين.

ھِيري پارس کان بہ وڌ، پيارا پرين تنھنجو پَسڻ،
راضپي سان روح ڏئي، جنھن ڏي ڏسين تنھن کي رنگين.

ڪئين ڏٺم ’اعجاز‘ چئي، تنھن جي ملڻ لاءِ منتظر،
خوش نصيب آھي اھو اڄ، مُحب جنھن کي تون منگين.

○

منهنجي چئي نہ اکيون هي منهنجون مُڙيون،
پنهنجو ديس ڇڏي پرديس اڙيون.

پاڻ مُرادو پاڻ وڃي سي،
لاخبر ٿي ڏس تہ لڙيون.

پيچ اکڙين پاتو اُتي آ،
ڏاڍ ڪريو جِت ڏين تڙيون.

اڻ مَيو وٺي ورھ ويٺيون،
سِر نڪي ڪي ورتئون ڏڙيون.

درد انهيءَ ۾ دلڙي ويچاري،
روز ڪري ٿي ريهون رڙيون.

گهُورن ۾ جي گهارڻ آيون،
ڪيئن سي گُذر ٿين هاڻ گهڙيون.

سُور پرائيون ڪيڏا تہ 'اعجازا'،
تہ بہ نہ اجان ٿيون سمجهن سڙيون.

○

اکڙيون عجيب جون اڄ، جهڙيون ڇُريون ڇُريون،
هڪ جهلڪ ساڻ ڪئين هِت، جانيون جهُريون جهُريون.

ڪن عاشقن تہ آسرو، سِر تان ڪٽي ڇڏيو،
ڪن سِر بَخم تي نيٺ، پناهون گهُريون گهُريون.

پر پٽ حواس تي ويا، تن جا ٽَٽان پٽان،
جن کي اکيون اچي اِهي، هينئڙي هُريون هُريون.

هڪ پن جي ڳالهہ ڪانهي، دانهون تا ڪن هزار،
ڦورو تا جيئن ڦُريون ڪن، تيئن ڪن ڦُريون ڦُريون.

هر ڪنهن جي هُج ۾ حاجت، هرگز نہ هن اکين سان،
مانجهي مٽير گهُرجن، هِتِ ڪي ڌُريون ڌُريون.

کُهندي نہ قياس کو ڪن، ڪجليون کُنڊيون کُنڊيون،
ڪنهن جا پُڇڻ نہ چاڻن، پاڙا پُريون پُريون.

’اعجاز‘ ساڻ هر دم، لڙنديون اچن اجان،
ڇئجن تہ اکيون اکيون پر، آهن زُريون زُريون.

○

ڏاڍو نينهن نيڻن جو لڳو، لاهي ڇڏيم سانگو سِر ساهہ جو.

نيڻ پسي هُو نِت نرالا، پي پريمي پاڪ پيالا،
سوز جو پاتم سڳو، وجي مُشرب ٿيس عشق شاهہ جو.

ڪاڏي وئي تسبيح ڪاڏي وئي طاعت، ڪاڏي وئي لڄ ڪاڏي لياقت،
ياد صنم آهي رُڳو، مون کي قسم آهي تہ الله جو.

نڪي مسجد نڪي بُتخاني، يار مليو سون منجهہ مئخاني،
ٽوڙي دين ڪفر جو ٽڳو، اسان درشن ڪيو دلخواهہ جو.

عشق 'اعجازا' آيو الستي، ماڻ حُلاجي موج ۾ مستي،
سيڙهو سَنڌو سڪ پڳو، ورهہ وِڌو ونگ واهہ جو.



مون سي ڏٺا نيڻ، او جيڏيون ڙي، ڏٺي جن جي لنئون لنئون ٺريو ٺري پئي.

گهُريا مون جيئي، مليا مون سيئي، اڳيان اکين جي اٿم اُهيئي،
وسريم ڪاڏا ڪيڻ، او جيڏيون ڙي، منهنجي ديد درشن ڪريو ڪري پئي.

نظاري نيڻن جي برهہ بچايم، پريم ننگر جو گشت ڪرايم،
من ٿيم وانگي ميڻ، او جيڏيون ڙي، اهڙي جوت نيڻن ۾ پريو پري پئي.

انهن نيڻن کي وساري نہ ويهندس، ڏسڻ ريءَ تن جي گهڙي پل نہ سهنديس،
سهنديس سوين ويڻ، او جيڏيون ڙي، وڏيءَ سڪ سان دل تن گهُريو گهُري پئي.

ٻال جَتيءَ کان لڳم ٻاڻ جن جو، اٿم اڄ بہ 'اعجاز' سوز ساڻ تن جو،
سي نيڻ سڄڻ سيڻ، او جيڏيون ڙي، ڏسڻ تن جو دل هِيءَ سريو سري پئي.



ڪٿي سُهڻا مُهڻا ڪُهڻا نيڻ قابل، اڇي ويٺين محفل ۾ مون لاءِ ٿي قاتل.

هاسيڪار آئين سينگاري نيڻن کي، موهڻ ناز مرڪڻ سينگاري نيڻن کي،
ڪشش ساڻ تن جي ڪيئي موهي مائل.

ڪُهڻ ڪاڻ منهنجي اتن ساڻن سيڪي، جاڻن جاڻ ڀنگ پاڻ گهُنڊ ماڻ سيڪي،
بچي تن کي هر هر جهٽيئي جان هيءُ دل.

حُسن جو بَيڙ مچ ڪَجَلَ ڪيف ڪارو، بندي چارا بلڪل سو بيٺو ٿي مارو،
چُرڻ اڳتي چُڪيو ورڻ پوئتي مُشڪل.

بيشڪ پيا ٻـ تنهنجي سڪڻ ساڙيا هوندا، خوابن خيالن چوٽئين چاڙهيا هوندا،
مگر مون کي گهائيئي ويهي مُنهن مُقابلِ.

چريا نيڻ منهنجا، تنهنجا سخت سياڻا، فقط ايترو ٿو انهن کي سُجاڻا،
چريو آئون نـ چوندس چون ڪي پيا پَلِ.

پريءَ هن بزم مان وڏئي مون ۾ اکيون، چڏي ڏيهہ سارو اچي مون سان ٻَکيون،
تتر باز جيئن تو رکيو توڙان تاڙل.

ڏسڻ سان سهڻا پاتي سير توئي، ڪُهي ڪُل 'اعجاز' چئي ڏِنا جِهير توئي،
عجب جهڙو ڪيڙئي اهو شوق شامل.

○

مستانا نيڻ تنهنجا ڪارا سُرم سا،
ڪارا ڪارا سُرمہ سا، پيارا پيارا نَرگسا

نازڪ نقاب وارا، شرم وحجاب وارا،
حُسن و شباب سانت، خاصي خطاب وارا.

تن جو ديدار وهوا، جهاتي جهلڪار وهوا،
ڪڏهن ڪجل تہ ڪڏهن، سُر مون سينگار وهوا.

چاٽن ٿا ناز ڏاڍا، رمزون ۽ راز ڏاڍا،
تِکڙا تمام آهن، تيرن انداز ڏاڍا.

مون کي مخمور ڪن ٿا، مليو مسرور ڪن ٿا،
منهنجي تہ موهڻ لاءِ سي، جلوا پرپور ڪن ٿا.

دل کي پسند پِيڙا، تن سان پيوند پيڙا،
اکڙين 'اعجاز' جي، سي ڏسي آنند کيڙا.

○

# ڪافيون

ديدون دلبر يار جون، جيئن ڪَنِ دوناليون ڏُو تہ ڏُو،
هوبهو بس اهڙيون ظالم، حُسن واريون هُو تہ هُو.

راز جون راڻيون پئي، سُرمي ڪجل هاٽيون پئي،
جوڙ جُٽ سياڻيون پئي، نظرون انهن جون ضُو تہ ضُو.

هوش هڙ تنهن دم نِيَنِ، ٽيون روبرو جنهن دم ٽينِ،
رنگ هالارو ڏين، جنهن ڏي بہ ڪن رُخ رُو تہ رُو.

بانڪپن سان بالاتر، اعليٰ ڪان آهن اعليٰ تر،
جن ڪيا پِڙ پالها تر، ڏِس تن اکين جي خُو تہ خُو.

عشق جي آتش منجهن، ۽ حُسن جي تابش منجهن،
قرب جي ڪاوش منجهن، ڪامياب سي هر سُو تہ سُو.

هن اکين جي حاضري، نِت ٿا پرن ڪئين مَنتري،
جوتشي ڪي جَنتري، وسري سين ڪان چُو تہ چُو.

توبچين ڪان جي تڪيون، سانگو سنگڻ نا جي سِکيون،
عاشقن اهڙيون ڏِکيون، 'اعجاز' الله هُو تہ هُو.

اڄ دام پيا دل کي وري، دلبر اوهان جي ديد جا.

ديدن منهنجي دل دست ڪئي، ٻي سپ وِڃا مون کان وئي،
ويئو واريان ورق نَئي، هــر هـــر حبل الوَريد جا.

محبوب تو ماڻا منڊيا، ڪج ڪات ڪي ڪُهنا ڪڍيا،
انگڙا انهن سين تو وڍيا، هِن شوق جي تہ شهيد جا.

تنهنجي تاب کان بي تاب ٿي، رڳ رڳ ويئي ارباب ٿي،
تڏهين هتي بي حجاب ٿي، نعرا هنيم توحيد جا.

’اعجاز‘ چئي وَڄ ويا وڃي، حيرت ۾ ويو هينئڙو هڃي،
رنگي لٽا آيا ڪڇي، ڏس عاشقن جي عيد جا.



عيد تہ پانيان هيءَ ميان، ديد ڏٺيم هوءِ ديد ميان.

- پاڻ پَلائي پرينءَ پَسايو، مُنهن مصحاف مجيد ميان.
- تيغ اَبروءَ جو وَهڻ وٺيو آ، هر هر ٿياسون شهيد ميان.
- حَسن حضرت هاديءَ جو آئون، ازلئون آهيان مُريد ميان.
- يار خريدار دلين واري، هيءَ بہ ڪئي دل خريد ميان.
- ’اعجاز‘ علي حَسنين[ع] مليا، غم درد ٿيا تہ بعيد ميان.



اسان عيد تُنهنجي ديد، ڏسي ڪئي او سُهڻا،
اٿيون موج، در موج، لڳي پئي او سهڻا.

اسين آهيون، ڪيئن چئون ناهيون، بيشڪ روز ازل کان،
تنهنجي پير، گس سيرَ، سندي رَئي او سهڻا.

نظر ملي جڏهن، دلي تڏهن، کان ئي من ۾،
سُهڻي صورت، تنهنجي مُورت، وسي وئي او سهڻا.

هيءَ جا مست، دل دست، ڪري يار هليو وئين،
لِڪي عام، کان ڪا مام، ڳجهي ڏئي او سهڻا.

اسان پيار جي بهار، ڏٺي تنهنجي اکين ۾،
ملڻ واري دلداري، ڏني ٽئي او سهڻا.

پِي پيالا متوالا، چئي 'اعجاز' اسان ٿي،
هينئين هڪ تنهنجي سڪ، کلي کنئي او سهڻا.

○

نگاهِ دلبر تہ مهربان آ، هل هلون دل حُضور ۾،
صداءِ اَرني قبول پئي من، پنهنجي پھرئين ئي پُور ۾.

ديدارِ دلبر کان تہ اڳ ۾، پھہ نظاري جو پُڇُ تہ تون،
نظر ڄمائي نياز سان رک، دل سندي ڪوهہ طُور ۾.

نصيب وارن نصيب ٿئي ٿو، عجيب درشن عجيب جو،
مثال جنهنجو ملي نہ مُورهن، ڪنهن بہ حُورو قُصور ۾.

وصالِ جانان نہ دُور آ پر، خيالِ عاشق رَوان هجي،
قريب کان سو قريب تر آ، شوق واري شعور ۾.

مقام عشق جو در حقيقت، سدرةُ المُنتها ئي آ،
پروڙي معنيٰ پتنگ وانگر، عشق جي پچ تون نور ۾.

نقاب گُلندو خطاب ٿيندو، ناز واري جو ناز سان،
صنم جا ڏيندئي سا گهور سَهجئين، رمز آ انهيءَ گهُور ۾.

هزارين جلوا هزارين شعلا، ڏسندين حُسن و شباب جا،
خطا نہ هوش و حواس ٿئي، جيئن ڪيف و مستي سُرور ۾.

ڪواز آهي ڪمال آهي، عاشقن لاءِ وَماتغي،
پوي نہ ترَ جو فرق 'اعجاز'، حد بيحد جي عُبور ۾.

○

تنهنجي حُسن ناز نگاهہ سان، تہ بهار آ منهنجي عاشقي،
تنهنجي ذوق شوق ۾ بار بار، نثار آ منهنجي عاشقي.

تنهنجي زلف جي تہ زنجير سان، تنهنجي ترڇي سامهين تير سان،
تنهنجي رمز رمز جي ڍير سان،ڻي شمار آ منهنجي عاشقي.

رهي تنهنجي روز ديدار ۾، ڏسي توکي هار سينگار ۾،
توتان سِر گهوريان تنهنجي پيار ۾، جو بيدار آ منهنجي عاشقي.

منهنجي عاشقيءَ جي اي دلربا، تون ئي ابتدا تون ئي انتها،
تون ئي بحرِ عشق جو ناخُدا، توسان پيار آ منهنجي عاشقي.

نڪي پنهنجي نيڪي ۽ نام لاءِ، نڪي پنهنجي عيش آرام لاءِ،
رڳو تنهنجي سجدي سلام لاءِ، ذميوار آ منهنجي عاشقي.

ڪٿي ڪنهن لاءِ چين قرار آ، ڪٿي ڪنهن لاءِ عين شعار آ،
ڪٿي ڪنهن لاءِ بوجهہ ۽ بار آ، يا بُخار آ منهنجي عاشقي.

تنهنجي مرڪ سان جيڪي ٿا ڻهن، اهي موتي دُر جي وِڪامجن،
تہ اول اول اي جان من، خريدار آ منهنجي عاشقي.

'اعجاز' چئي توکي باخبر، ڪيان حال پنهنجي ڪان آئون مگر،
مازاغ البصر تنهنجي آ نظر، سردار آ منهنجي عشقي.

○

ڏسي توڏي ڏسن ٻئي ڏي، نگاهون سي ڪٿان آٽيان،
اڱيان سڀ ڪنهن ڪجن اظهار، آهون سي ڪٿان آٽيان.

ڀُلائڻ لاءِ ماڻهن جي، ڀلارو تي پوان ليڪن،
قُبائون بزرگانيون ۽، ڪُلاهون سي ڪٿان آٽيان.

فقيرالحال مان فُقراءَ، مون وٽ فاقہ مستي آ،
زماني کي ڪپن جي، خانقاهون سي ڪٿان آٽيان.

صحيح ثابت ڏين توکي، نياپا نينهن جا ساري،
سڄڻ سائين تون ئي سچ چئو تہ، واهون سي ڪٿان آٽيان.

ڪڏهن ڪنهن سان ڪڏهن ڪنهن سان، اڙائيندو وتان اکيون،
مگر چلپل واريون چاليون، ۽ چاهون سي ڪٿان آٽيان.

سِپر سينو ڪريو سُهٽا، سَهان پيو تير سڀ تنهنجا،
ڪجن جي اتڪلن واريون، پناهون سي ڪٿان آٽيان.

وفا جي جوش ۾ مون کان، وِڪون واڏيون ويون ڀرجي،
وري پُرتي وران پاهون، تہ راهون سي ڪٿان آٽيان.

دعائون جي گهُرن توکان، دنيا عُقبيٰ جي ماڻڻ جون،
چوي 'اعجاز' اهڙا ٻُڪ ڪِ، ٻانهون سي ڪٿان آٽيان.

○

نِرمل آلاجي چاهي، تنهنجي نگاهہَ ۾،
مارين پيو مسافر، روڪيو تون راھہَ ۾.

هيڪر ڏٺو تو جنهن ڏي، سو هوندو نہ هوش ۾،
اهڙو اثر اٿئي ڪو، چشمِ سِياھہَ ۾.

دلڙي ڦُريو اُمالڪ، روپوش ٿيو وڃين،
هرڪو ڪري ٿو دانهون، انهي سَرد آھہَ ۾.

سُهڻا سوال هن جو، ڏي مون کي جواب تون،
ذر ذر ٿو گهائين گهايل، ڪهڙي گُناھہَ ۾.

'اعجاز' چئي نہ پئي ڪَل، تنهنجي فريب جي،
سُنهن ساک ساڻ آهي، اهو سُور ساھہَ ۾.



مَد مست چشم مُرگانا، ڏسي دانهَہَ ٿيا تہ ديوانا.

- گهُورون پائن گهايل گهائن، بيحد پرائن جانا.
- نازئون نهارن ميچون مارن، پيارن پُر پيمانا.
- عين اُهي ڊِن رين نظر ۾، نين آهن ذيشانا.
- 'اعجاز' رِنداني انداز سان، بي نياز رهن روزانا.



نگاهون خنجر، نگاهون نشتر، نگاهون درمل دوا دوا هُو،
ڪڏهن سراپا جفا جفا هُو، ڪڏهن سراپا وفا وفا هُو.

متان پيون ڪي ڪتاريون سمجهو، اکيون ئي سمجهو ڪتاريون قاتل،
ڪُنا ڪتارين نہ جيڪي ڪڏهن، اکين سي ڪونڌر ڪُنا ڪُنا هُو.

نظارا نظرون نيڻن جون نوڪون، نيهي ڪي لائن نيهي، نِيائن،
نيڻن جي نينهن جا نِسنگ عاشق، نيڻن تان سِر ڪن فدا فدا هُو.

نگاهون اول نگاهون آخر، نگاهون ظاهر نگاهون باطن،
نگاهون ڪامل سدائين شامل، نگاهون منزل، رَسا رَسا هُو.

جڏهن نقابئون گُليو ڪڙيون تين، حشر ڪڙا تين نَشر پڙها تين،
ڦٽيو وڃن تيون لُٽيو وڃن تيون، مگر وٺن تيون آها آها هُو.

نصيب جن ڪي قريب تن ڪي، وَ نَحنُ اَقرَبُ، اُهي نگاهون،
عجيب نازن عجيب رازن، پريون تہ آهن سدا سدا هُو.

خُدا بہ هو ناخُدا بہ هو ۽، جُدا بہ هو گڏ سدا بہ هو حق،
نگاهون 'اعجاز' منهنجي سڄڻ جون، مون لاءِ آهن لَقا لقا هو.

○

ڪج تيغ ڪجل جي بَناءِ وري، منهنجي مرضي آمون ڪي گهاءِ وري.

هتان تنهنجي پلي تہ فگار هُجان، تنهنجي شوخ نظر جو شڪار هجان،
هڪ وار نہ پر هر وار هجان، آزمايو اٿئي آزماءِ وري.

جيئن گهائين تو تڙپائين ٿو، تيئن شوق منهنجي کي وڌائين ٿو،
تہ بہ ٿورو لکن جو لاڻ لائين ٿو، مونسان ڪجليون اکيون تہ ملاءِ وري.

ڪارِي ڪجل واري ڪُنڍي تيغ تکي، تو وانگي وهائڻ ڪنهن نہ سِکي،
مُنهنجي گهور توتان هيءَ سوني سِپي، پلي قتل سهڻا تہ ڪماءِ وري.

نازڪ ناز بہ رک پر نينهن بہ رک، عاشق ساڻ ملڻ جو ڏينهن بہ رک،
’اعجاز‘ چوي پيالو شينهن بہ رک، پوءِ جام تي جام هلاءِ وري.

○

گھوڙا ڪجل جي گھاءُ، آئون گھايس،
نا تہ مران ٿي، نا تہ جيان ٿي.

- لاعلاج آهيان جيڏيون، رِيءَ وصالي واءُ.
- گھاءُ اهو ڪو اهڙو آهي، سڀ وچايئين ساءُ.
- نيڻن ۾ جانِ لبن تي، بَر زبان بُڪاءُ.
- آهن 'اعجازا' مون سِر هر هر، تيغ ابروءَ جا تاءُ.

○

رُخ سُرخ چشم مٿي گُونا، ڏس نازنينن جا نمونا،
سي بيٺا مارڻ موهڻ لاءِ، ٿي بي نقاب بني اُونا.

عينا ابرو اَنف عجائب، احمر لب اَفزُونا،
دُرَ عدن کان دند درخشان، سهٽا صاف سَنونا.

نيرنگي جامان جان مٿي، ۽ چنچل چال چَگُونا،
گيسو گِرهہ گير تني جا، گِرفت ڪَنِ گِردونا.

محبوب جي مُنهن ڏسڻ لاءِ، ٿيا ملڪ فلڪ مَفتونا،
پيا عاشق اُن جي ڪاڻ ٿي بيٺا، بادل بُو ڪَلمونا.

قُلزم واري ڪُنَ ۾ هٿا اڳ، قائم ڪُنُ فَيَڪُوُنا،
جلوه نما ٿيا جابجا پوءِ، بُوالعجب بِي چونا.

اِن درشن درپن رُخ پرين جي، کوليا در درونا،
لائي نينهن عُشاق 'اعجاز'، ٿيڙا لايَحزَنُوُنا.

○

ويهي سامهون سهٽل، چوري چشم چنچل، مُرڪي محب مٺل، اڄ مچائي وِڌئي،
ڪري ڪانگا ڪجل، چوٽا مُشڪ رتل، وهوا يار سانول، دل ڦاسائي وڌئي.

سهٽا اڄ تو سَنيون، ڪلي اکڙيون کنيون، وسي روح ۾ ويون، پسٽيون پلپل پيون،
لڳيون نوڪون نيون، رَمزون تو مون هنيون، ڪششون تن تہ ڪيون، سڪ ساماڻي وڌئي.

اهڙا زلف ڏُتا، تنهنجا توئي ڳُتا، جهڙا سَپ تي سُتا، تن ۾ خيال گُتا،
جُبي جِيءَ ۾ جُتا، وڳا من ۾ مُتا، تن طبق تتا، مچ مچائي وڌئي.

ڦُري دل تو نِيم، خوشي ڏاڍي تيم، اها آس هُيم، پوري توئي ڪَيم،
توسان پيچ پيم، جذبا جوش جِيم، لڳي لهر ويم، جِن جاڳائي وڌئي.

توکي 'اعجازا' ڏٺا، ڇا نئي من ۾ چَنا، اڇي دير بِنان، وِهي ٻول انا،
داڻ تنهنجي ڳِنهان، توکان پرت پِناڻ، لڪي لوڪ ڪنان، لنئون جي لائي وڌئي.

○

ڪجل واري ڪاري، لڳي جن ڪٽاري،
بُزرگي ۽ شيخي، پرهيز تن وساري.

حُسن واري حلقن، جهاتين ۽ تہ جهَلڪن،
اکين پيچ پَلڪن، لُٽي سُرت ساري.

حُسن ماري ڪاري، ٿو هلندا بيهاري،
نهاري ڏُتاري، جهُڪائي جهُونجهاري.

حُسن ديد ڪوڙي، صُنعان شيخي ڇوڙي،
رِدا لاهي لوڙهي، ڌرم دين واري.

پسڻ سونهن ڌاران، پرين جي پچاران،
لڳي لنئون لغاران، نہ ٿيا عاشق عاري.

’اعجازا‘ حسينن، اِنهن نازنينن،
مُرڪي مَهہ جَبينن، چريا ڪيا چوڌاري.

○

دِليان عُشاقان ڊِيان دم دم لُٽيان، لُٽيان اِهين نينان دي ناز.

- چاڪي چَنبان وِچ بازان وانگون، وَچ عرشان عرش تي سَٽيان وو سٽيان.
- عشق دي قانڏي وِچ ڦَساڪي، نال فراق دي ڦَٽيان، وو ڦٽيان.
- ڳجهڙيان ڳجهڙيان جهاتيان پا ڪي، ڳل پَوايوني ڳٽيان وو ڳٽيان.
- پير جهنڊي وِچ آڪي 'اعجازا'، پرت ڊِيان پڙهايو ني پَٽيان وو پٽيان.

○

تيڏا سُهڻا سهڻا مُکڙا صنم، تيڏي نين سراپا ناز ڏُوهين،
تيڏي نين سراپا ناز ڏُوهين.

- ڀَن ڀِي سَتيوئي ڀُلا ڀي ڏِتوئي، ساڏا روزا نماز ڏُوهين.
- حقيقي مجازي هٿ وِچ تيڏي، بانڪي بانوري باز ڏُوهين.
- ڏِنگڙي ڏِنگڙي ابرو تيڏي، قتل ڪرن بي انداز ڏُوهين.
- شمشاد طُوبيٰ تَئين اڳون ساجد، توڙي قد وِچ هن جو دراز ڏُوهين.
- آرني آرني تَراني تَراني، عشق دي هِن آواز ڏُوهين.
- حُسن تيڏا تي جوڀن تيڏا، جوش جُنون دي جواز ڏُوهين.
- آساڏا تُساڏا ناتا اِيوين، جِيوين محمود اياز ڏُوهين.
- لبڙي تيڏي حوضِ ڪوثر، لبڙي 'اعجاز' دي پاز ڏُوهين.

○

ديدار دارينې پايا، نظر آيا، دلدار کي نينن ۾.

واھ نقاش تيڏي نقاشي، تصوير عجب تراشي،
کيوين جوڙ جسم کون بَنايا، رنگ رچايا، دلدار کي نينن ۾.

رُخ دلبر دا هي درپن، کرو اُهين وِچ اپنا درشن،
دوُجا ذوق سيوهي ضايع، سچ بتايا، دلدار کي نينن ۾.

اِيوين رنگ اکيان دا لالي، جيوين سُرخ شرابي پيالي،
خُوبان خوب خُمار پرايا، نُور ڏرايا، دلدار کي نينن ۾.

شڪ چوڙ شڪي ڪر شور نهين، اِهين نينان وِچ ڪوئي اور نهين،
رب سائين آپ سمايا، ديرا دمايا، دلدار کي نينن ۾.

پُر جام پريم دا پي ڪر، گُرگياني وِچ گم ٿي ڪر،
پِچي سوز 'اعجاز' پِرايا، من پَريايا، دلدار کي نينن ۾.

○

دیدار اڑا وٹ وِچون وي سَیان، برھہ لڳا مئین نُون باري آلا،
نوبت نینھن نقارا سِر تي، وَجدا وارو واري الا.

نونھالي نقش صورت وِچ، نین ویکیم نٹ داري الا،
خُمر خُماري حُسن هزاري، جوت جھلک جھکاري الا.

اِهین موج لهر من مست کیتا، میکون هوش نکا هوشیاري الا،
سمجھہ سمجھاوڻ والیان ڳالهیان، وِسریان یار وساري الا.

محبت واري کوک ملاري، ورھہ لائي وسکاري الا،
سک دا سیني وٹ سمایا، کیتس گل گُلزاري الا.

لُکي لُکائي کنھن دي نہ رَهسي، لنئون لڳي دل یاري الا،
آکي 'اعجازا' ضرور کریندا، عشق آکي اظهاري الا.

○

قهري نيڻ ڍولڻ دي ڪالي، هن مست سدا متوالي،

ڪرناز جڏاهين نهارن، مت هوش عقل اُڏارن،
لڪين عاشق مُفت آزارن، وَهه چشمان دي اِهي چالي.

ٻن مارئي مُول نه چوڙن، وَت خُوني خنجر ڪوڙن،
نت نت اسان ڪون نِهوڙن، وَهه پِر وان دي اِهي ٻالي.

ڪو ڏيل ڏهوٽا ڏراون، گهُنڊ مار تي گهوٽ پَئي گهاون،
سو ساهه ٻرئي ڦَتڪاون، بس ڪُهندي مُرغ مثالي.

هي عشق اکيان دا اويڙا، ٻَن 'اعجازا' گهتيس ٽَڪ تيڙا،
جِيءُ نال لڳا وچ جهيڙا، دل دردان دي وِچ جالي.

○

نينان ماريا تير برهہ دا، جِگر ڳيا او جهور ميان،
ويڄان والا ويج نہ لڳڙا، زخم هي زوران زور ميان.

نِيند نہ آندي، سيج نہ پاندي، دل هي ماندي ماندي،
جل ڳئي ميڏي، جان لکان دي، چاڪ نہ ميڏي چور ميان.

حُسن جمالئون، سُرت سنيالئون، نِڪل ڳئي هان حالئون حوالئون،
سِر تي سانوڻ، مينهن مثالئون، دردان لائي هي جَهڪور ميان.

لوڪ آکيندا چَري چَري، ڪم ڪار ڪَنون هي کري کري،
مئين عشقئون ٿئي هان هري پري، ميڪون اَهنج نہ ڪوئي اور ميان.

ماهي آوي کِل الاوي، درد اندر دا جاوي جاوي،
آکي 'اعجازا' اڳڻ سُهاوي، تور ٽلي شهہ زور ميان.

○

اکيان ياد پُنهل ڪر روندیان نِي،
رو رو داغ جگر دي ڌوندیان ني.

- راتيان ڏينهان جاڳ گذارن، سوز سڙيان نهين سونديان ني.
- آپ ڪون آپي ازلئون اڙاڪي، پڇتاوڻ هُڻ پونديان ني.
- ڏُکڙي ڏونگر دي پلڙي پاڪي ڪيچ روانيان هونديان ني.
- گِهن ’اعجازا‘ عشق آري دا، بٽيان غم دِيان گوندیان ني.

○

ڪَڏهان تہ اکيان ملاوين، ملاوين ڪِل آوين،
اِيوين چا آپ پَلاوين، پلاوين ڪِل آوين.

طرف اسانڏي جو تون آوين،
آوين پَر روُح رَلاوين رلاوين، ڪِل آوين.

سامهان ڏيکڻ چوڙ ڏِتئي ڪِوين،
تِرڇي پيا تير چلاوين چلاوين، ڪِل آوين.

ڏُوران ڏِکاليان رُخ ڏِيان ڏي ڪر،
جِيءَ پيا مُفت جلاوين جلاوين،ڪِل آوين.

شرم حجاب دا وقت نهين هُڻ،
شرم حجاب پُلاوين پلاوين، ڪِل اوين.

مِل گهُل سانول نال اسانڏي،
عهد شهاب ملهاوين ملهاوين، ڪِل آوين.

لال هتڙي نال 'اعجاز' ڪون،
پيالا مست پِلاوين پلاوين، ڪِل آوين.

○

آنکھ سے آنکھ ملا مورے بالم، دل پیاسا ہے تیرے درشن کا۔

- آؤ کھیلیں اب آنکھ مچولی، پلکیں نہ نیچے جھکا۔
- اپنوں سے یوں شرمانا، نہیں تجھ کو روا۔
- خوف نہ کھا میرے مرنے کا، خُوب سے تیر چلا۔
- ایسے نہ چھوڑوں دامن تیرا، وعدا اپنا نبھا۔
- ناتا اعجازؔ سے جوڑ پریتم، ساتھ رہ کے سدا۔

○

# ڪافيون

پائي پيچ ڪيو جن مون کي پسند، تن زلفن جو آئون بند بند ڇُمان،
آ خوشبو انهن جي رشڪِ اِرم، ڇو نہ ور ورتن جي تند تند چمان.

چُمي زلف وري پيشاني چُمان، ٻئي ابرو اکيون نڪ نُوراني چمان،
خدوخال چمان، خط جاني چمان، لب لال چمان ڏند ڏند چمان.

ڳهہ جنهن تہ ڳچيءَ سان ڪين پڄن، ڪر تنهنجو قبوليو ڪاريهرن،
آهي سارو بدن جنهن جو ناز چَمن، سُرهو سڳنڌ سچڻ سو سَنڌ سَنڌ چمان.

قد ڊول ڊولڻ جو ڊلياريءَ ڪان، سهڻو هلڻ ڪَبڪ رفتاريءَ سان،
هٿين پيرين عجب هر ناريءَ ڪان، تنهنجي راهہ چمان رَند رَند چمان.

پرين منهنجو آ منهنجي دل پسند، دلدار 'اعجازا' سو دلبند،
پاتئين جن تہ ٻانهن سان قرب ڪَمند، اهي ٻانهون سندس ٻئي جِند جِند چمان.

زُلف چوان يا واسينگ، ڦٽين سان جيڪي ڦٽيون وجهن ٿا.

ڪَر ڪنيو ڪنچير ڪنبائن، هِنيان جگر ۽ هِردا ڪائن،
وارن ڪارن سان واسينگ، ڏاڍا وانگوڙا وٽيون وجهن ٿا.

مَچرجي جلايا مُلڪ مٽيارن، ڦُوڪ برھ جي ساڻ ڦٽيارن،
موهي ڪيا مرٽينگ، سَرواهيون سوگهيون سِرڪٽيون وجهن ٿا.

وِھ ۾ وَسيهر ڪان ٻہ ڪثر ٿيا، جهاڙا پاڙها سپ ٻي اٿر ٿيا،
پرم پَچايو ڪن پينگ، اهڙيون تہ ڪي اوتٽيون وجهن ٿا.

وار وجيو اهي جنهن ڪي وچڙن، حيلا وسيلا تنهن ڪان وچڙن،
شهپال جهڙا شاهينگ، عشق واريون ڳل جٽيون وجهن ٿا.

زلف ٻہ ظُلمي نين ٻہ ظلمي، سهٽل جا ابرو عين ٻہ ظلمي،
پيا تہ سِيلا سرسينگ، گهٽ اندر ۾ گهاٽيون وجهن ٿا.

لٽ خمدار لُٽِنِ خانقاهيون، تن جو 'اعجازا' نذر شهنشاهيون،
ٽِيلا چڏيو ٽِسينگ، پڌر پئي سِر پٽيون وجهن ٿا.

○

هُو جي زلف دراز گلي پوندا، پوءِ تہ لڪل بہ راز گلي پوندا.

هُنَ ڪُنڍڙن زلفن ڪارن ۾، آهي تاب ڏاڍو تابڪارن ۾،
ويندو محو ٿي عاشق وارن ۾، پوءِ تہ برهہ جا باز ڪلي پوندا.

نازان نازڪ ٿي ڪيئن ناز ڪندو، تنهنجو عاشق تنهن کي نياز ڪندو،
جڳ تنازعہ ڪندو اعتراض ڪندو، پوءِ تہ سُرندا ساز ڪلي پوندا.

عاشق دام ۾ عمر گذاريندو، مستو مست ٿي عشق اُجاريندو،
محبوب ماري تنهن کي جياريندو، پوءِ تہ سُوزگُداز ڪلي پوندا.

ائين عاشق جي پرچار ٿيندي، پاڙي پاڙي اهائي پچار ٿيندي،
سَتَ سهڻن جي ۾ سار ٿيندي، پوءِ تہ سُهڻا 'اعجاز' ڪلي پوندا.

○

ڪر زلف رُخ تان پاسي، هڪڙي گھڙي خُدارا،
پورو مٿا پسڻ ڏي، مُنھڙو پرين پيارا.

چڏ ناز ڏي نظارو، صورت سندو سھارو،
ماٽن سان ڪر نہ مارو، اي حُسن ھاڪ وارا.

ھٿ ۾ مَشاط ڪئي تو، سج بيٺي رات ڪئي تو،
منھنجي ذات نِيات ڪئي تو، حيران جِيءَ جيارا.

ھڪ لحظو واندڪائي، جيڪر ملئي تہ جائي،
جَلون سان ڪر سُھائي، اولا لھن انڌارا.

اُوناءِ ڪي تہ آھون، درماندي دل جون دانھون،
روڪي نہ بيھہ راھون، راھي رَمن ويچارا.

ويٺو وڃايان ونجھليون، رُخ واريون پاءِ تجليون،
اکڙيون ملاءِ ڪجليون، 'اعجاز' چئي دُبارا.

○

ظالم زلف تنهنجا، زاري يار زاري،
ڪاريھر جان ڪاهيو، ڇهڻ تا چوڏاري.

وڏا وار واڏو، سُنبل سِياھ ساڏو،
مڄين منڊ نہ جادو، مَٽيا مار ماري.

خوشبودار گليا، پسي پنؤر پُليا،
هنڌو ماڳ هُليا، ڪاڪل ڪارونياري.

ڪيبر نيڻ ڪڙڪن، دليون ڪيئن نہ ڏڙڪن،
برھ باهيون پڙڪن، جلي جان ساري.

اچڻ سان اڙياسون، قابو ٿي ڪڙياسون،
چوٽون ڪائي چڙهياسون، چاڙهي عشق واري.

'اعجازا' اُداسي، ڪيئي خبر خاصي،
ويئي دلڙي قاسي، عمر لاءِ ويچاري.

○

رُخِ مُنور تي جڏهن، سُهڻا زلف ڇوڙيو ڇڏين،
هن ماندي مشتاق لاءِ، ويتر جنجل جوڙيو ڇڏين.

آئون آزاريل اڳ آهيان، تنهنجي تير مُزگانن سندو،
ور ڏيو سِر تي وريو، ابرو خنجر کوڙيو ڇڏين.

تنهنجون اکيون خُون خُونان، تنهنجا غمزا فتني گر،
زاهدانا زهد نِيتون، لِک اندر لوڙهيو ڇڏين.

ٽئي اجان مس مس وجيو، هيءُ دل رُجوع ڪعبي طرف،
مُنهن مبارڪ جي جهلڪ سان، تنهن کي تون موڙيو ڇڏين.

جن جِي توسان آشنائي، سي ڏٺا مون دربدر،
ڇا سبب تن کي ستمگر، ڇو ڦٽيو ڦوڙيو ڇڏين.

توکي سِيبائي آ سهڻا، خُوءِ ارڏائي خُودي،
تون تڏهن 'اعجاز' چئي، عِجزي ٽَڳا توڙيو ڇڏين.

○

هن زلف جي ڪاري ڪَمند، زهد ڪئين زِندان ڪيا،
زاهد ڪئين زندان ڪيا، تن جا عمل ايمان نِيا.

سوداءِ مُشڪين مُوءِ ڪان، هر سَن ۾ سَو صَنعان ٿيا،
مذهب ڌرم ڇا دين ڇا، پوڙي پئي ته جهان ويا.

ان قيد جا قيدي ڏِٺم، تن جا آهن ارڪان ٿيا،
پنهنجيءَ رضا سان پاڻ ڪي، پايا انهن نقصان ڇِيا.

زلف جي آور اڇي، دانهن ٻه ٿي ديوان پيا،
بيحد ۾ پئي بيخود اُهي، بيسِر بنيابي جان جِيا.

سُوريءَ مثل گردن گهُٽن، مورهئون نه ڪن ڪو ڏيان ريا،
’اعجاز‘ ڦاٿين هنڌ هٿيڪي، ڪر نه پوءِ ارمان پِيا.

○

کوليو زلفن کي تو جڏهن، تہ نانگن ڪَرَ ڪيڻ ڇڏيا،
تليهر تي بيٺا تابع، واسينگن وَر ڪيڻ ڇڏيا.

تنهنجي زلفن جون ڪج ڪڙيون، زنجيرن کان بہ زوريون ٿيون،
خبر هي تنهنجي قيدين ڪئي، اسان سنگهر پڇڻ ڇڏيا.

واسيا تو وار چٽو چا سان، جو وارن جي وٺي خوشبو،
چمن پونرن گهمڻ ڇڏيو، گلن ڪنڌ ڪَرَ ڪيڻ ڇڏيا.

پولي نانگن جي تي پُلجي، اڇي ڪئين ڪاپڙي مِڙيا،
چڙهيا گيسُوئن جي ور جڏهن، جوڳين منتر پڙهڻ ڇڏيا.

ڇيري ظُلمات وارن جِي، ظاهر رُخ کي ڪيئي جنهن دم،
حُورن جا حوصلا گم ٿيا، پَريُن پوءِ پَرَ ڪيڻ ڇڏيا.

گڏيا جن ناز نينن کي، وري جو نيڻ تو وارا،
سندي نيٽن سندا نشتر، تني خنجر هٽڻ ڇڏيا.

مِٺي مُنهن تنهنجي مان منٽرا، گُنن پريا پُڏي گُفتا،
طوطن ميوا تڪڻ ڇڏيا، هَنجن گوهر چُڳڻ ڇڏيا.

پڌا جي پيچ ڪاڪل ۾، انهن ’اعجاز‘ ڇٽي پيهر،
دنيا عُقبيٰ جا اي دلبر، دُوارا در چمڻ ڇڏيا.

○

ڪاڪل ڪيس چلڙا، مسلسل زيباور،
رنگي رُخ تي لَٽڪيو، ماندا ڪن مسافر.

تلهڙا وار تاتيل، وانگوڙن ورن سان،
ملائم مُعَنبر، تران تر تڙن سان،
سدائين سي سُرها سينگاريل سراسر.

اهي زلف اهڙا، ڪوليا تو خلل لاءِ،
مشتاقن جي مارڻ، مچائڻ جنجل لاءِ،
دُتا دَلبي وارا، دلين جا سوداگر.

واسينگن وانگي، وِهہَ پريا مُنهن انهن جا،
هڻن ڏنگ جن کي، ڦرن رنگ تن جا،
آهن نَعوذ بِاالله، ظالم زور زابر.

ختن چين ماچين، خاقان وارا،
سمرقند، مروند، مڪران وارا،
انهن ڪاڪلن لاءِ، سڪي ٿيا ٿناگر.

گِرهہ گير گيسُن، سندا پيچ پيڙا،
عقل هوش وارا، سَتُر سِيل ويڙا،
اڙيا اِت 'اعجازا' عاقل ڪئين اڪابر.

○

لَٽ زلف ظالم بي پيرا، گھُنڊيدار پنيا گِرھ گيرا،
حلقہ ھٽي تن ٺُنھن تي نچايا، ڪاپڙي ڪئين ڪَن چيرا.

نانگ وسيھر وانگي آھن، نِس پس نسنگا نِيرا،
وِھہ وِھاٽيل مُنھن تني جا، ڏنگ تلخ تاثيرا.

چوسِرا چوٽا چابُڪ چَنبيلا، عنبر بار عنبيرا،
تِن جي خوني خَفقان سودا ڪي، ڪين لڳن ٽا خَميرا.

وري سرڪش نين سنگينا، قاتل شوريا شَم شَھتيرا،
سانگو ڪنھن جو ڪين ٽا ڪن سي، صف شِڪن صف چيرا.

تاب حُسن جي ھيچ ڪيا، زُخرف زُمردا ھيرا،
گلن گنوايا ھوش سندا، موتي ٿيا نہ سُڏيرا.

جَنات عَدني ويس مٿن سِر، حيرتمند حريرا،
جلوي جھلڪ 'اعجاز' انھن جي، ڪوليا برھ بَھيرا.

○

ڪاڪُلين گل قل لڳا، واهه وار بيوٽي فُل لڳا،
سهڻا فيشن بُل لڳا، چرچي ڪرڻ جا بُل لڳا.

سهج جا سينگار سُهڻن، سڀ طرح سُونهن سدا،
تن جا سنوَرڻ ۾ سَجڻ، تن ساڻ ڏس تُل مُل لڳا.

سِرڪڻا سيلا ڪرڻ سِر، هيءُ بہ سهڻن ناز آ،
ناز انهيءَ تان تہ نِت، بَل بل ٿين بُلبل لڳا.

زلف گهُنديون ڳنڍيون ڳنڍيون، ۽ اکيون ڪومل ڪُنڍيون،
نڪ پرون لب واهوا، پر ڏند اَملهہ جيئن اَنمَل لڳا.

حُسن واري ميڙ ۾ هو، هر حَسينن کان حَسين،
پار تنهنجا جي مليم، ڪُل پارسي بلڪل لڳا.

خال کِلندي پيا ڳلين، تن کي ڏسي ٿيس ڳگ ڳڙا،
آئون گم آهيان انهن ۾، هِت هُلڻ پيا هُل لڳا.

مند گلابي مند شبابي، ڀئي مندون مليون اچي،
جامِ مينا پاڻ ۾، تڏهن ڪرڻ قُل قل لڳا.

چوسري چوٽي تي چڙهہ، 'اعجاز' کهڙا گل لڳا،
ڪيوڙا ڪِيتڪ لڳا ڪين، سوسنا سُنبل لڳا.

○

تنهنجي زلفن جي ور ونگ، ونگي اَڙينگ وِڏا،
اڙينگ وِڏا، جَهلي جُنگ وڏا،

. ورڙا واسينگن وارا پائي، ڏاڍا هٽي تن ڏنگ، ٻاهي ڏِس ٻنگ وڏا.
. جاتئون ڪاتئون وئي وينين، مُرغ دلين جا لنگهه، اهڙا تو زنگ وڏا.
. اُڪنڍون لائي عاشقن کي، زَردا رنگ، وچان تو دنگ وڏا.
. شاهه 'اعجاز' چئي شُعلي تنهنجي، پوهي پچائي پتنگ، ڪانئي ڪئين ختنگ وڏا.

○

اِهي زُلف ڪِ نانگ ڳُنڍيرا، ڪن اَلفيون چيرا چيرا،
رکن لحاظ نہ سانگو ڪنهن جو، آهن ڪي بي پيرا.

نانگ وسيهر وانگي آهن، ويڙها نام ڪَنيرا،
ڏنگ تنين جي سان رنگ ڦريو، ٿين زردا ساوا نِيرا.

هر هر آهن تن سان وري، شامل نين شريرا،
فتنا ڪڙا ٿين، قتل ڪڙا ڪن، ساڙن خون سريرا.

هئا جي رُوءِ زمين جا فاتح، بانڪا بينظيرا،
ورن وانگوڙن ساڻ ڪيائون، اهڙا جوان اَسيرا.

ننهن تي نچائي ڏس تہ چڏيائون، ڪئين ڪاپڙي ڪن چيرا،
تن جي تاب حُسن 'اعجاز' چوي، ڪوليا برهہ بَهيرا.

○

# ڪافيون

لڳم دل کي لکن مان هڪ، ڪيم سو مُنتخب سهڻو،
صنم صورت ۾ من مُهڻو، عجب سهڻو غضب سهڻو.

هزارن ۾ هُو پڌرو، تہ پارن ۾ بہ هو پڌرو،
سُونهارن ۾ بہ هو پڌرو، سينگاريل روز شب سهڻو.

پنيا سِرڪي پيشانيءَ پيا، حرم ڪعبو حيراني ٿيا،
تجلا رُخ نِهانيءَ ڪيا، ڏٺم چهرو اَلي سهڻو.

نخلِ طُوبيٰ پڄائي قد، چڏيو پنهنجو لڄائي قد،
صنم منهنجو سوائي قد، صفا چٹ ساڳو رب سهڻو.

سڄڻ اهڙو شڪيل آهي، مٿس هر بُت خَجيل آهي،
ڏِنس جنهن سو عليل آهي، بيمارن جو بہ طِب سهڻو.

پرينءَ جو حسن جي ڏسندين، وجائي حوصلو وِهندين،
صُم بُڪم ٿي اُت ڪُسندين، اهو جاڏي ڪَسب سهڻو.

ڪندو جيڪو طلب جا شيءِ، انهيءَ کي ٿي ملي سا شيءِ،
ملي جنهن سان نہ پي ڪا شيءِ، ڪيم اهڙو طلب سهڻو.

چشم کِلڻا کڻي وينو، وٺيو 'اعجاز' وٽي وينو،
اندر دل کي هٽي وينو، نيڻن سان نِت نَقب سهڻو.



محبوب تو مچايو، اچي مام ۾ اسان کي،
دل جان سان قاسائيئي، هن دام ۾ اسان کي.

سَمجئون سجڻ سڏائي، ساغر صُراحي چائي،
مدهوش وِئين بنائي، هڪ جام ۾ اسان کي.

وَنحن ۾ پائي ويڙهو، نيٽن کان بنجي نيڙو،
جِيءَ ۾ مچائي جهيڙو، وِڌئي کام ۾ اسان کي.

نانگا ٽياسون نِسري، نِت نانهه ڏانهن نڪري،
ويا ورهيه ڪيئي گُذري، ماتام ۾ اسان کي.

ڪيڏا نه تورا ڪيا اٿئي، ڏس ڪنهن پلا ڏسيا اٿئي،
ڏک سور موڪليا اٿئي، انعام ۾ اسان کي.

اُلٽو تو عشق لايو، سمجهڻ ۾ ائين آيو،
هِت آهي تو رَهايو، انجام ۾ اسان کي.

'اعجاز' چئي چا هاٽي، جاٽوڪو راز جاٽي،
بيحد ڪيو اٿئي آٽي، بَد عام ۾ اسان کي.

○

يار جو تَصور ڪندي، تصوير وَئي دل تي ٺهي،
سا سدا سامهون اکين جي، راهبر ٿي آ رهي.

ٿو رهان آئون رات ڏينهان، محو تنهنجي حُسن ۾،
هجرجي هيهات حَشري، مونجھ من تان وئي لهي.

فَاَذْڪروُنِيءَ جي فَهم سان، دل اکين معراج ڪيو،
حال همذ اتي کُليو آ، ويا پُڏي اَمر و نَهي.

سُرخ ساقي سرخ ساغر، سرخ مِينا سرخ مئي،
سُرخرو ٿي تنهن منجهان، سُرڪي پيتم سڪ جي صحي.

آهي هي 'اعجاز' سڀ ڪم، عشق حضرت جو ڪيل،
جو ڏسڻ کان هو ڏُوراهون، سو ڏِٺم پر ۾ پَهي.

○

دل ٿي چوي دلبر، تنهنجو مُرڪڻ چُمان،
تنهنجو مرڪڻ چمان، پولڻ ڀڪڻ چمان.

رُخ ۽ رُخسار تنهنجا، گلابي رُوءِ تي،
نيڻ مساتا تنهنجا، عُنابي روءِ تي،
چُمي چمڪڻ ڀنهي جو، وري ڇهڻ چمان.

زلف چوڙي تو تہ، دليون ڪيون ماندڙيون،
رنگارنگي رُخ تي، سي رَءِ رَءِ ڪن راندڙيون،
اهو اُلجهڻ انهن جو ۽ سُلجهڻ چمان.

عاشق اَلمست جي، منهن ڏي يلغار ڪي،
ڪولي ڍڪ نقاب ۾، نہ ابرو تلوار ڪي،
سيني سِر سا سٽڪاءِ، تہ سٽڪڻ چمان.

’اعجاز‘ جو آهين سهڻا، چين تون آرام تون،
پري پيارا پيار سان ڏي، وصل جو جام تون،
تنهنجي هٿ واري، جام جو ڇُلڪڻ چمان.

○

مون کي تو وٽان سڀ مليو، مليو نہ هڪ دل جو قرار،
اِن درد غم سوداءَ ۾، رُئندو رهيس آئون زاروزار.

شملا شهنشاهي مليا، القاب بَر اِلاهي مليا،
وَهوا وارا بہ واهي مليا، پر ڪونہ مليو غمگسار.

ڪئين طعام تازا تَر بَتر، ڪئين سبز ميوا سربرس،
ڪئين پَٽ پَٽيهر زَر زيور، سيجون پلنگ تڪيا هزار.

مهٽا طعنا ڏک ڏنئي، تن سان دُنيائي سک ڏنئي،
سهٽا سلوٽا مُکَ ڏنئي، ڏنئي نہ اهو پهريون پيار.

حاضر منڊل مئيخان آ، ساز و سُرود سامان آ،
افسوس هي ارمان آ، ناهي فقط دلدار يار.

'اعجاز' چئي جاهل هُئس، ناسمجهہ ناقابل هئس،
تنهنجو مگر گهائل هئس، ذاتي صفاتي جهاتي سنيار.

○

توکي اٿم دل ڏني اظهار ٿي،
سارو سڄڻ هي لوڪ سِڪائي.

سُنگ سنگت ۾ ساٿ تنهنجو،
وَتُم پيرن ڪان ڀِني ڀني اظهار ٿي.

لَڳ لاڳاپا لحاظ لڙا سڀ،
چڏيم تولاءِ ڇِني ڇني- اظهار ٿي.

رمزون پنهنجون پاڻ تا ڄاڻون،
ٻول ٻڌاسون ٻنهي ٻنهي- اظهار ٿي.

وقت ملڻ جي مُنهنجي مَنهين،
بُوند بهار جي ڀِني ڀني- اظهار ٿي.

وصل تنهنجي مان سهڻل سائين،
دل آ 'اعجاز' جي وَني وَني- اظهار ٿي.

○

دل من پُڇي جي نينهن، لايان ها تہ هو چڱو،
پرديسيءَ سان نہ پيچ، پايان ها تہ هو چڱو.

پنهنجو ٿي جنهن کي ڄاتم، سو تان پَرايو هو،
ان بيوفا سان پيار، ڪرڻ ئي اجايو هو،
پنهنجو نہ آئون تنهن کي، پانيان ها تہ هو چڱو.

گذري ٿو وقت ڪيئن سو، ٻُڌايان ڇا آئون ڇئي،
پڇتايان هاڻ پيو مان، خبر ڪانہ اڳ پئي،
سر نہ برهہ جو بار، ڇايان ها تہ هو چڱو.

هي آهون داهون ۽ هي، حشر آهي هر گهڙي،
هن زندگيءَ جي ساٿيءَ، سواءِ ٿي زندگي ڪڙي،
ههڙي جيئڻ کان زهر، کايان ها تہ هو چڱو.

دلبر ويو تہ دل بہ وئي، ڪنهن کي چوان وڃي،
مون ڏي مڙئي ميار، مون آهي خطا مڃي،
سمجهي دل جو سودو، ڏايان ها تہ هو چڱو.

'اعجاز' ڪيڏو عشق ۾، ڏِس آئون عليل ٿيس،
ڪولي اندر جو راز، خوار و ذليل ٿيس،
ڳجهہ هي ڳهيلو ٿي، نہ ڳايان ها تہ هو چڱو.

○

منهنجي دل جو آهي دارون مٺا، تُنهنجي ديد تنهنجو ديدارڙو،
پنهنجي نام لَڳ مون سان لايو، اڄ پنهنجي نَين جو تہ نظارڙو.

مون ڏي ڪنهن بہ طور نهار پيو، منهنجي جُنون کي تون جيار پيو،
جيڪو ناز ڏارين سو ڏار پيو، آهي ناز هر تنهنجو پيارڙو.

سواءِ تو آ مونکي ڀوا نہ ڀِي، ڀانيان آئون ڀوا بہ روا نہ ڀي،
مون لاءِ سوچ لوچ دوا نہ ڀي، آهيان برهہ جو آئون بيمارڙو.

منهنجو تون سڄڻ منهنجو تون صنم، منهنجو پير مُغان تون محترم،
مون کي گهُرجي دلبر دم بدم، تنهنجي سونهن صورت جو سهارڙو.

توکي آئون ڏسيو ٿو خُمارجان، ريءَ بهار جي ٿو بهارجان،
تنهنجي موهہ ۾ ٿو ملهارجان، پايو پيچ توسان نِيارڙو.

تنهنجي حُسن تي ٿي نظر پوي، ٿي ذات ۾ صفت جي خبر پوي،
دردن غمن ۾ ٿي ڪَر پوي، ٿو آڙهہ بہ ٿئي گلزارڙو.

’اعجاز‘ چئي اهو قرب ڪر، ملي مون سان منهنجو ٿي عمر ڀَر،
مُدت کان آهيان آئون مُنتظر، اڄ ڪر تون هي اقرارڙو.

○

دل سان دلبر دل ملي، اُلڪو جدائيءَ جو لٿو،
هڪ حال ٿيو هڪ خيال ٿيو، حق هيڪڙائيءَ جو لٿو.

پيچ پاتاسون پڪا، پَڪ پيار پنهنجو ويو وَڌي،
ڏک ڏَنجهو ۽ ڳَنڍڪو، هن کر ڪيتائيءَ جو لٿو.

سور غم هڪ ٿئي سندا، سِر تي ڪنياسون سَت ٻَڌي،
پاڻ تان الزام پيارا، بيوفائيءَ جو لٿو.

بود ٿيو نابود بلڪل، بيخُوديءَ ۾ ٿا رهون،
پنهنجي دامن تان ٽِڪو، اڄ خود نُمائيءَ جو لٿو.

دم بدم 'اعجاز' چئي، جاني آهيون گڏ جابجا،
تہ بہ نہ هن جڳ کي، شُبهہ پنهنجي جُدائيءَ جو لٿو.

○

پيار ڪيو سون پيارل توسان، پُلجي دل جي ٺارڻ لاءِ،
پر توکان اهائي يار پُني، جو ڀاريئي دل کي ڀارڻ لاءِ.

واعدا ورتئي قسم کڻايئي، قولين ٻولين بردو بنايئي،
هٿ نہ اسان رِيءُ ٻيو ڪو آيئي، عشق جي گهاٽ اتارڻ لاءِ.

اسان ٿي سمجهو توکي عجب تر، نڪري پئين پر تون ستمگر،
دانهن اها ڏيون هاٽي کهڙي در، سهٽو ٻنئين کهڙي ڪارڻ لاءِ.

خطا اسان کان ٿي بہ اها جو، سوال ڪيوسون توکي وفا جو،
وفا ڇڏي ڪيئي وس جفا جو، پنهنجي ڏاڍ ڏيکارڻ لاءِ.

جوڀن حُسن جواني جاني، مند اها مستاني جاني،
سُڌ ٻُڌ کان اَنجاني جاني، ٻَڌل نہ آ غم ٽارڻ لاءِ.

سَهوَ بہ ناهي ڏوهہ بہ ناهي، ويسر ڀولو اَڀوجهڻ آهي،
سينو اڀوجهن سان جو ساهي، ڇئجي ڇا تنهن کي مارڻ لاءِ.

غير لاءِ سينو سخت ٿي ڪونهي، ڇئبو اسان سان رَبط ٿي ڪونهي،
ڀِرت جو اڄڪلهہ وقت ٿي ڪونهي، ’اعجاز‘ ڀليو ڀرت پارڻ لاءِ.

○

دل پُراڻي پِرت ڪاري، دل متايان پَر نہ ميان،
نينهن ڪنهن صورت نئين جو، يار لايان پر نہ ميان.

هڪ يا ٻن تن چئن جي، حاجت هُجي ها تہ بہ چڱو،
هِت تہ ويا هي سڀ اچا ٿي، ڪيس لايان پر نہ ميان.

جان ۾ دل ۾ جگر ۾، جِند سڄيءَ کي جا لڳي،
برهہ واري باهہ سا، هَئي هَئي اجهايان پر نہ ميان.

مُنهن مٺو جنهن جو نہ مُورهئون، ڇيهہ ڇيڙو مون ڏٺو،
ڳالهہ تنهن ڳجهڙيءَ کي آئون، ڳچ ڪي ڳايان پر نہ ميان.

نئينءَ صورت کي آهہ اڄڪلهہ، نئين صورت جي نِتِ تلاش،
هِيءَ پوءِ سيڪنڊ هينڊ صورت، ڪيئن وٽايان پر نہ ميان.

مُنهن لَڪيرون سِيرون سيرون، لحم ليڙون چم چَپڙ،
جوت جوين جر جوانيءَ، جو جوڙايان پر نہ ميان.

سڀ پراڻو ساڻو ڪاٽو، پيچ پُرزو آ سندم،
ڏس ڪاٻاڙيءَ جو مليو سو، گس پُڇايان پر نہ ميان.

جي ڏڪي اِستاد ٿيان تہ بہ، سُپر هاءِ وي ماٽيان،
ڪئين سَڏون آهن اي 'خاڪي'، سڏ ڪا لاهيان پر نہ ميان.



نوٽ: هيءَ ڪافي سائين اعجاز شاهہ جن جي آهي، پر نالي واري مصرع ۾ استاد محمد صابن "خاڪي" جو نالو ڏيئي، سندن همت افزائي ڪرڻ فرمائي اٿن.

قلب منهنجي کي قريبا، چو ڪپي ڪوري وِڍئي،
چاڪ ويتر مون چريءَ جا، چُر ڪري چوري وڍئي.

ڪين ٿو چاڙين طبيبا، ماٺ ڪر مون کي مَ چور،
نينهن جي ناسور کي، ناحق وري جهوري وڍئي.

جن ڏکن جي ڏور کان، منهنجا ڏکيا ٿي ڏوهه ميان،
تن ڏکن جي ڏور آخر، ڏاهه سان ڏوري وڍئي.

تو مون ڪيون ٿي مام ۾، محبات واريون ڳالهيون،
سي لڪايئي ڪين مُورهن، عام سان اوري وڍئي.

آهي چُڪ تنهنجي 'اعجازا'، آهون دانهون ڪيم ڪر،
جيئن ڏنو هوءِ يار تيئن، گهر سر نٿي گهوري وڍئي.

○

دل ڪان پاسي ناهيان مان، دل ۾ ڳول تہ آهيان مان.

- دل سان ملندين ملنداسون، ملڻ نہ دل ريءَ چاهيان مان.
- هي شعر نہ آ حقيقت آ، ٿاهہ نٿو ڪو ٿاهيان مان.
- جيڏهن ڪاهيان تيڏهن ٿو، دل جي رستي ڪاهيان مان.
- جنهن ڏي رڪان تہ توڙ نيايان، هڪ لحظو سِڪ نہ لاهيان مان.
- جو ڪجهہ چاٽان دل ڪان چاٽان سينو نہ ڪنهن سان ساهيان مان.
- دل جو پياسي دل جو واسي، دل جو ساسي آهيان مان.
- جي پيار ڏيندين تہ وٺندين پيار، هاڻ تون سوچ تہ چاهيان مان.
- منهنجون موجون چا ڏسندين، وِيرون عشق جون واهيان مان.
- ٻيا سڀ ڍاهيان ڪعبا مگر، دل جو ڪعبو نہ ڍاهيان مان.
- اڪين جي ٻہ تہ دل سان 'اعجازا'، راند رهان ۾ راهيان مان.

○

اي دل گهُريا دلبر منهنجا، آهن عجب آرا تنهنجا،
تعريف جي لائق ڏنم، لک لاڏ ڪئين لارا تنهنجا.

چقمق چشم چهرو غضب، پنبڻين تِت پهرو غضب،
آهن وري قهرو غضب، ڪاڪل ڪُنڍا ڪارا تنهنجا.

اي حسن جا تابُوتڙا، خُوبين سان سَنوريل خوبڙا،
مون تي ٿيا محبوبڙا، ماڻا اهي مارا تنهنجا.

مِرگهن ۾ تنهنجي ڳالهه آ، هندوَن ۾ حيرت حال آ،
ڪُونجن کي سڪ اچ ڪالهه آ، ڪَبڪن تڪيا چارا تنهنجا.

مُرڪي نظر مون ڏي تون ڪڻ، ۽ ڪا ملڻ جي ميچ هڻ،
چاهيان ٿو آئون چپڙا چُمڻ، منڙا مِٺين وارا تنهنجا.

'اعجاز' چئي توسان وري، مت ڪيئن ٿيندا بُت مَر مري،
توکي ڏسي جيڪا پري، بيشڪ هٽي نعرا تنهنجا.

○

سنگ دل کي دل ڏِنيَم هي ڇا ڪيم، پيار پٿر کان پِنيم هي ڇا ڪَيم.

- سڪ ڀري جنهن دل سُجاتي ڪانہ ڪا، ڇا نہ ڇا تنهن لاءِ ڪيم هي ڇا ڪيم.

- جو صنم خاني فقط سُونهي صنم، تنهن کي جانِ مَنِ ڇيم هي ڇا ڪيم.

- منهنجي ليکي منهنجو آهين تون مگر، پاڻ کي دوکو ڏنم هي ڇا ڪيم.

- مُلحظو ظاهر جي روئڻ کان ڪيم، ڇو نہ ماٺهن جيئن رُنم هي ڇا ڪيم.

- بيوفا جي بيوفائيءَ کي ڏسي، صبر جو روزو ڀَڳم هي ڇا ڪيم.

- جي نِجانا پيد هئا ناتا عجب، سي ڇِنم ڪنهن لاءِ ڇنم هي ڇا ڪيم.

- رشڪ ٿي بس رشڪ ۾ جلندو وتان، دم مجازي ڇو هَنيم هي ڇا ڪيم.

- اڄ تڏهن هر هڪ تمنا تڙپي پئي، جو مُقدر کي تڪيم هي ڇا ڪيم.

- عشق جِي ۽ حُسن جي ’اعجاز‘ ڇئي، عُمر ڀر عزت رکيم هي ڇا ڪيم.

○

دل واٽ ويندي تو جهٽي، وَهہ دلبر تنهنجي جهاتي،
هيءَ هاڻ نہ وسري گهٽي، وهہ دلبر تنهنجي جهاتي.

عجب اهو آ ڪيئن اچانڪ، اکيون اکين سان اڙيون،
اڙيون تہ اڙيون اهڙيون ٿي، جو جان جگر ۾ جڙيون،
لٿون توسان لڳي لڄ لٿي، وهہ دلبر تنهنجي جهاتي.

تڪي ديد دُنالي شايد، پوءِ دري تو کولي،
دريءَ کلڻ سان عاشق هِن لاءِ، حال تہ ٿي وئي هولي،
رنگ خوب لڳو اک پٽي، وهہ دلبر تنهنجي جهاتي.

دنيا ٿي ڳولي دولت کي، تون ٿو ڳولين دل وارا،
پيار سچي ۽ ڪوڙي جي، پرک پئي اڄ پيارا،
دل منهجي ڪَيئي ڪسوٽي، وهہ دلبر تنهنجي جهاتي.

صورت پياري پيارا تنهنجي، نظر نيائڻ واري،
لک لک واري توتان صدقي، جاني جِند هيءَ ساري،
تو حُسن ۾ بازي کٽي، وهہ دلبر تنهنجي جهاتي.

اکيون تنهنجون قهر اڳيئي، وري شوق ڪجل فرمائِئي،
’اعجاز‘ جي موهڻ لاءِ اهو، ڏاڍو ڍنگ بنايئي،
هِت ڪيڏٽي پئيسون هٽي، وهہ دلبر تنهنجي جهاتي.

○

دل گھُرئي دلدار جو، ديدار ٿيو اڄ اوچتو،
ناز پريو ناز مان، نروار ٿيو اڄ اوچتو.

سڪ وچان پردو ڪنيو، نازڪ بدن آيو نظر،
آمھون سامھون اک اڙي، اقرار ٿيو اڄ اوچتو.

حُسن تابش ساڻ نرمل، نينھن جون نوڪون سَجي،
عاشقن آڏو اچي، اظھار ٿيو اڄ اوچتو.

جيئن جَھٽي ٿو باز جھرڪي، تيئن جھٽي ويو مُحب دل،
ھيءُ قھر مون ساڻ آھي، يار ٿيو اڄ اوچتو.

جان پري جاني قدم، مُرڪي ھليو تان مون ڏنو،
طُور جي تجلي مثل، چمڪار ٿيو اڄ اوچتو.

تير پالي جي بَجاءِ، اڄ گھور گھُنڊ سان گڏ وري،
سيف ابروءَ جو سندم، سِروار ٿيو اڄ اوچتو.

دل وٺي ۽ دل ڏيئي ھيئن، دلربا دلبر چيو،
واھہ جو 'اعجاز' ھي، واپار ٿيو اڄ اوچتو.

○

دم دم توکي ياد ڪيو دل،
واتون تنهنجون واجهائي.

آهي سچڻ تنهنجو عشق اويڙو،
پر يي نہ مون کان اٿس مونسان جهيڙو،
ڪير تنهنکي پريائي.

ڪيئن آ الائجي توسان اڙي دل،
جادوءَ ڪهڙي سان تو آجڙي دل،
ڏسڻ نہ پئي ڪنهن ڏي پائي.

پيار ڏئي وئين دل منهنجي کاري،
صحبت تنهنجي ساريو ساري،
پر ۾ تولاءِ فالون پائي.

دل کي 'اعجاز' چئي گهڻون سمجهايم،
ياد تنهنجيءَ کان روڪي رهايم،
تہ بہ چاهہ نٿي توتان چائي.

○

# بيت

(1)

صورت منهنجي سڄڻ جي، سمجھ سراپا سونهن،
لاهيو ڇڏي لحظي ۾، ڏک دلين جا ڏونهن،
سُونهان ٿين تنهن صورت وٽان، اصل کان آ سونهن،
اٿم، وِندر وِرونهن، سا اکين لاءِ 'اعجاز' چئي.

(2)

پيچي وار پرين جا، شب رنگا شاهوڙ،
جوڙ نہ جيس تني سان، تليهرن سان توڙ،
ڏاڍا آهن ڏنگڙا، ڪاٽي وِڌا تن ڪوڙ،
ڪياٺون قيد ڪروڙ، آٺون نہ هڪ 'اعجاز' چئي.

(3)

پيشانيءَ سان پرينءَ جي پونم ماھ نہ پُڄي،
شمع بہ شعاع جهڪو ڪيو، لالڻ آڏو لَڄي،
رات منجهان ڏينهن ڪيائين، ڏٺو ڏيھ سڄي،
ٿو عجب 'اعجاز' ڪڄي، تنهنجي ڏسي تجلات کي.

(4)

پِرون منهنجي يار جا، ڏٺا جي پؤنرن،
تہ پيلا ٿي وين مُنهڙا، سياهي مور نہ ڪن،
۽ تيغون مڏيون تن ڪيون، ابرن جي جلون،
سِپرون سَٽ نہ سهن، جي اولرون ڪن 'اعجاز' چئي.

(5)

عجب اکيون عجيب جون، عجب اٿن خمار،
مئيڪشن ميخانن ۾، پلپل تن پچار،
جيڪي ڏسن جيءَ ڏيئي، سي سدا منجھہ ملهار،
ماڻن ڪيف قرار، عاشق سي ’اعجاز‘ چئي.

(6)

نڪ تہ نرمل نجيب جو، آ بيشڪ بي مثال،
سهڻائي سان دنگ ڪَيئين، ڪُنڊِڙائيءَ سان بہ ڪمال،
تنهن کي طوطي سان تشبيهہ ڏيئي، ٿيا چو بيتال،
اٿم خبر خيال، ڪندس اهڙي پَل نہ ’اعجاز‘ چئي.

(7)

لالڻ جي تہ لبن جي، جڏهن لعلن کي پئي باک،
تڏهن سڀ هنڌ ڪنيئون تن جي، سُرخيءَ سندي ساک،
پٽن پهري ’اعجاز‘ چئي، ڪئي وَساڙن بہ واک،
پوءِ ڪيئن نہ ٿيندي لاک، شيدا تن شفيقن جي.

(8)

مُهٽا ڏند محبوب جا، سهٽا سنهڙا سر،
مُڪي چاندي مين جي، تن سان پيٺ نہ ڪر،
املهہ عقيق ’اعجاز‘ چئي، ڏوڙ ۾ نيئي ڏر،
تنهنجون مرجانيون بہ مرن گهر، تہ گهوريا هن دَڇنن تان.

(9)

مکڻ چاٽا نہ تهڙا، جهڙا نازڪ ڳل نرم،
چُمڻ کان اڳ پسڻ سان، تو گريبان ٿئي گرم،
چڏٽو پيم ’اعجاز‘ چئي، لاشڪ دين ڌرم،
شوق ڀڃايو شرم، خَدَ چُمان پئي خوبان جا.

(10)

ٻچيءَ ڳھ پرينءَ جي، ڳھن جي ڇا مجال،
ڪچھريءَ ۾ ڪُونجن جي، ھُئي ھردم ھيءَ مقال،
سيِ صُراحيون ڪَنڌي ڪجن، تہ بہ سِسي ھُوءَ سال،
وِڏا وَجُد حال، تنھنجي ڪر ڪروڙن ڪي.

(11)

ھٿڙا ھوت حبيب جا، آھن ڇورن لءِ ڇائون،
ٻانھون ٻئي ٻاجھ پريون، تو ڏسان ھر دم آئون،
پري پاڪر پال جا، پلپل پاتائون،
دل سان دعائون، ڪريان 'اعجاز' انھن ڪي.

○

# ڪافيون

اچ تہ ياڪر پايون، دل چو سِڪايون، سڪ چو لڪايون.

موج ملڻ جي مُحب متا من، مل تہ ملي هِت ملهايون،
رُوح چو رُلايون، تن چو جلايون.

جو سيني رِيءَ ڪين رچي سوَ، سيني لڳي رنگ رچايون،
پَهہ چو پچايون، بُل چو بچايون.

ڳل ڳراتيون پائي ڏاڍيون، پلپل پيار وڌايون،
هجن چو جدايون، ڪجن چو گدايون.

جذب ٿي هڪ ٻئي جي جيءَ ۾، هڪڙي جان سڌايون،
ڪر چو گڏايون، پَر چو پڏايون.

ٻَڪ پيٽا ۽ ياڪر پريون، ڏَڄ مِٺين جا ڏچايون،
لنئون چو لڄايون، هينئون چو هَڄايون.

ڳالهہ 'اعجاز' چئي حال جي ڳايون، ماضي قبل مِٽايون،
مُنهن چو مَٽايون، حُب چو هَٽايون.

تُنهنجي رمز عجب مَت واري آ،
نِت نئين سج نئين نياري آ.

تنهنجي رمز رکي سڀ معنيٰ ٿي،
جن معنيٰ ڪيڏي ويا سي ديوانہ ٿي،
رهيا عام نظر ۾ بيگانہ ٿي،
نہ تہ سُڌ انهن سڀ ساري آ.

تُنهنجي مخفي اشارن کي مخفي رکڻ،
سک صبر جي سراپا آلفي ڍڪڻ،
حق سچ نہ چوڻ حق تلفي ڪرڻ،
اها پاڻ سان پاڻ غداري آ.

بي عيب کي عيب وارو ڪَيئي،
تنهن ڪانپوءِ تنهن کي راز دارو ڪيئي،
سچو فعل خِضر جو سارو ڪيئي،
سُرڪي آبِ حيوان پوءِ تو پياري آ.

تنهنجي رمزن غمزن کي سمجهي سو،
جنهن پيچ پاتو هجي توسان پڪو،
سو ٿيو پاڻ مدينو پاڻ مَڪو،
اهو پنهنجو پاڻ پُوڄاري آ.

جُداگانہ ’اعجاز‘ سان ناز تُنهنجا،
جدا گانہ راز نياز تنهنجا،
محبوب مِٺا اغماز تنهنجا،
دل عاشق لاءِ دلداري آ.

○

پانُهون ٿيئين اي دلبر، هر هر بنا چئي،
جيڪر مون سان ڪلين ملين، هيڪر بنا چئي.

چورائين پيار ۾ ٿو، تون پاڻهي نٿو ملين،
مِل مهہ لقا مِنا تون تہ، اڪثر بنا چئي.

مرغوب مون کي تو ڪيو، ماٽا ڪري ڪري،
تنهنجو تڏهن ٿيس تہ، او دلبر بنا چئي.

ياريءَ ۾ دوستيءَ ۾، محبت ۾ هيئن بہ ڪر،
ڪنهن جو چيو ڪرين تہ، چيو ڪر بنا چئي.

جي برهہ اٿئون پيڙو، تہ پوءِ ڪنهن جو ڀَئو ۽ ڪَئو،
پرٽاپون تہ پرجن، پاڪر بنا چئي.

عاشق اول اول تون، مناسب تڏهن ٿيم،
توسان ئي پيچ پايان، پايان پر بنا چئي.

چورين نڪي تون چيڙين، تہ بہ زلف تنهنجا ڏِس،
واسينگ جيئن وجهن، چِڙيو ور ور بنا چئي.

آ منهنجو چڙهيل شوق، اجان تنهنجي ملڻ تي،
ملندين تہ ملندو سَئين، گهوري گهر در بنا چئي.

دل کي اچي تون آ وٽيون، اهڙو جو چا چوان،
پيو موهِہ موهِہ موهِہ، تاحشر بنا چئي.

جوين کي حُسن جوت کي، موسم بهار کي،
آ بي حجاب ٿيڻو تہ، آخر بنا چئي.

پيو کل سدا ۽ کڻ سدا، 'اعجاز' ڏي اکيون،
جيڪر هجي حيات تہ، تيتر بنا چئي.

○

منهنجي مارڻ خاطر پاتيون، سڄڻ جهاتيون چوري چوري،
ڪيائين ڪار ڪاسائڪي، ڪٽي ڪاتيون چوري چوري.

بنائي بيخبر مون کي، ڏکي نِت بُو العجب بُرقعو،
برهه باهيون لکي لالڻ، اچي لاتيون چوري چوري.

ڪتاريُون يَر پِرن واريون، سڄڻ ڏاريون ڏاڙي خاطر،
ڇُرن کان سي وهن ڇو هيون، ڇنن ڇاتيون چوري چوري.

ڪٿي آهي ڏَسيو مون کي، منهنجي دل جو ڦهري قاتل،
ڳوليم تنهن کي سارا ڏينهڙا، ساريون راتيون چوري چوري.

پسائي پاڻ پهرين پوءِ، ڪيئين پرهيز ۽ پاسو،
ڪري 'اعجاز' من واريون، مُلاقاتيون چوري چوري.

○

تنهنجي جوين جادو لايو، لڳي حيرت حيرت حيرت.

تون يار سراپا سھڻو، آھين ڳل ڳچيءَ جو ڳهڻو،
اصل عوشاقن ڪُھڻو، سھڻي صورت صورت صورت.

تنهنجا زلف زوراور زنگي، آھن ابرو ڪات فرنگي،
تنهنجا نيڻ نھايت ننگي، واھ خصلت خصلت خصلت.

لب ڪوثر مرجان احمر، ڏند ھِيرا موتي گوھر،
ڪلي گھائيي تن سان دلبر، وڏي محبت محبت محبت.

'اعجاز' علي سان ياڪي، تي مخفي مُحب مُلاقي،
سردار سونھارا ساقي، وند صُحبت صحبت صحبت.

○

پيار وارا پيار تنهنجا ويا وٽي، باوصل وهنوار تنهنجا ويا وٽي.

- پيچ تو وانگي نہ پاتا ڪنهن وري، پيچ پُختا يار تنهنجا ويا وٽي.
- جي اچيو ٻانهن جو پائين سي ڪمند، دل گهُريا دلدار تنهنجا ويا وٽي.
- ونگ وجهين ٿو وصل جا واريو ڪتان، واهہ هي اختيار تنهنجا ويا وٽي.
- قرب ۾ انڪار ڪجهہ قرار ڪجهہ، ڪجهہ تہ ڪي تڪرار تنهنجا ويا وٽي.
- برهہ تنهنجي ساڻ آهيان باغ باغ، برهہ ۾ سيِ بار تنهنجا ويا وٽي.
- حُسن ۾ تو پارين ڪو مشڪل هجي، وصف سيِ وينجهار تنهنجا ويا وٽي.
- ڪُنيڙا ڪنيڙا ۽ سڳنڌڙا مُشڪبار، ڪارا ڪارا وار تنهنجا ويا وٽي.
- مند شبابي مند گلابي توسان گڏ، توسان گڏ هُٻڪار تنهنجا ويا وٽي.
- سهڻا جن سان ٿين ٿو ويتر سهڻو تون، سي صنم سينگار تنهنجا ويا وٽي.
- رُخ ۽ رخسارن مٿان عرقِ بهار، حُسن ۾ معيار تنهنجا ويا وٽي.
- سنهڙا سنهڙا نرم نازڪ ۽ لذيذ، سُرخ لب سرڪار تنهنجا ويا وٽي.
- اي خِرامِ ناز دلبر دلربا، پُرسڪون پلتار تنهنجا ويا وٽي.
- آلڙ پاڻي عشق ۽ انداز سان، الڙپاڻا آر تنهنجا ويا وٽي.
- رمز ڏاڍي ٿا رکن 'اعجاز' چئي، گُفتا گوهر بار تنهنجا ويا وٽي.

○

رُخ تہ سجڻ جو رنگين، رُوح پتنگ پروان منهنجو.

سُونهن صورت جو سلامي آهيان، ڏرم نہ ڇاڻان دين،
ديد طرف آ ڏيان منهنجو.

غمزي حُسن جي مست بنايم، موهيو ماهہ جَبين،
سِر تہ ڪيئين نيشان منهنجو.

ڪجل سُرمان ڪوڏئون پايو، ڪوئي ڪنڌ جي ڪپين،
تن اکين ۾ آستان منهنجو.

سير پسند سيلاني بنجي، واريم عشق امين،
’اعجاز‘ اهو ايمان منهنجو.

○

دلبر دلبر، پيارو پيارو، يار منهنجو دل وارو تون،
سهڻو ساٿي سهارو تون.

حُسن جو پرور، عشق جو پيڪر، سُخن وفا جو سائين،
نئين نئين سج مون سان نئون، تو نازڪ لائين نيائين،
مُرڪڻي مک سان، وصل جي وک سان، هلڻ ڏيکارين هزارو تون.

عجب ادائون تنهنجون سُهڻا، عجب اشارا عِشوا،
جوين واري جادوءَ سان وري، جِيءَ بند تنهنجا جلوا،
ويس رنگينا، گل نگينا، پايو لڳين ٿو پيارو تون.

مست نگاهون تنهنجون مون کي ٿيون، مست و مست بنائن،
حال حقيقت واري ملڪ تي، رمزن ساڻ رسائن،
پاڻ پسان ٿو، توکي ڏسان ٿو، مون ۾ سمايل سارو تون.

حُسن وارا تہ هزار هتي پر، تنهنجو انداز نرالو،
معنيٰ مام رکي ٿو منڙا، تنهنجو هر هڪ چالو،
’اعجاز‘ جي انگ ۾، رُوپ ۽ رنگ ۾، جڳ کان آهين نيارو تون.

○

ڪيم دلدار دلبر جا، عجب ديدار دم دم،
رُخ انوار جا جلوا، ڏٺم جهلڪار جَهم جهم جهم.

سنواريل وار سُهڻل جا، عجائب رُوپ رنگ ڍنگ سان،
وجهن هر وار ور ور سي، تہ خُوشبوءِ دار خم خم خم.

جنبش سان ابرو جانب جا، رگيو ميدان ڪن ڳاڙها،
اُتي ٿي ڏار ڏڙ سِر ڪان، رِندي رفتار رم رم رم.

نهارڻ ساڻ نازڪ جي، چڙهيا نيڻن نشا نينهن جا،
جالارا جام پِياريئون پُر، تہ جهڳ مڳدار جَم جم جم.

سڄڻ جي حُسن صورت جو، نظارو اڪبري حج آ،
ڏٺم منٺار من مُهڻو، پيتم چڻ يار زم زم زم.

سندي محبوب جا ثابت، ڳايان ڳُڻ ساز ڳُر سُر سان،
ملائي تار تن من جي، ڪريان ڇمڪار ڇم ڇم ڇم.

هميشہ هيڪڙائيءَ سان، نظر 'اعجاز' ڪر هر جاءِ،
پرين اظهار آ جِت ڪٿ، نميو هر وار نم نم نم.

○

آهيان آئون تہ هر هر، موهيو دم مجازي،
لِڪان چو چُپان چو، ڪندو ڇا مون قاضي.

سچن سالڪن آ، ڪئي اهڙي دعويٰ،
عُشاقن جي آهي، اها عين شيوا،
مجازي سواءِ آ، ڪَٿن حقيقي بازي.

پسڻ سُونهن خاطر، پسان سُونهن وارا،
اصل ڪان سي آهن، وندر وِرنهن وارا،
ڏسو جانچي جيڏيون، قبل حال ماضي.

مٿان منهنجو پانيو، هي فاحشي فسانو،
ڏسڻ سان ڏسي مون، ڏنو ڏَس رِندانو،
حُسن ساقي سَمجھو، مُلڪ سارو پازي.

ادب عجز 'اعجاز'، ڪري ساڻ هر دم،
پريمي پَٽ پرينءَ سان، پائي پيچ پيتم،
وراڪي وصل ۾، ڪيم روح راضي.

○

ڏاڍا ڪرين ٿو دلبر، ماڻا جڏهن ڪڏهن،
چو ٿو ڪرين تون ماڻا، نہ چاڻان جڏهن ڪڏهن.

جيئن ٿو ڪرين تون ماڻا، جي آئون بہ تيئن ڪريان،
منٿون ڪرين پوءِ شايد، پاڻان جڏهن ڪڏهن.

تُنهنجي ملڻ جا پُور، نئين سج مون وٽ نوان،
پر تنهنجي پيار ريءَ سي، ويڳاڻا جڏهن ڪڏهن.

تنهنجي ڪري ئي منهنجا، هزارين رقيب ٿيا،
اُپڙي نٿا سگهن پر، ڪاڻا جڏهن ڪڏهن.

ڏُشوار توڙي آهن، پيارا ٿا تہ بہ لڳن،
ماڻا ۾ عشق جا هي، اُلاڻا جڏهن ڪڏهن.

ڏُشوار توڙي آهن، پيارا ٿا تہ بہ لڳن،
ماڻا ۾ عشق جا هي، اُلاڻا جڏهن ڪڏهن.

ڪيڏا ڏنا تو ڏک، تہ بہ توڏي ڪليو ڪٿان،
هي نيڻ آلا آلا، نماڻا جڏهن ڪڏهن.

ٿوري ٻہ مُنهن گھُنجائڻ، تنهنجي سان دلربا،
روئي پُسايا مون تہ، وهاٽا جڏهن ڪڏهن.

دل جي چمن ۾ تنهنجي، اُميدن جا گُل ٽڙي،
بي ياس بنجي بنجي، ڪُوماٽا جڏهن ڪڏهن.

موسم بهار جا ٻہ، اَبر آسمان تان،
تولاءِ ٿي ماندا ماندا، اُڪاٽا جڏهن ڪڏهن.

هن منهنجي حال دل ڪي، سدائين پُڏيو سُٽيو،
ٿاريو چڏين اي سهٽا، سياٽا جڏهن ڪڏهن.

ملندو ٻہ آهين اڪثر، 'اعجاز' سان مِٺا پر،
ملندي ڪلندي ٿو رُسين، پاٽا جڏهن ڪڏهن.



دوست پرين دلدار يار، ماٺا ڪري ڪين مار مُين کي.

- من تہ اڳيئي آهي موهيو تُنهنجي، صورت سونهن سينگار يار.
- مامر ملڻ جي مُرڪي مِلائج، جانب جِيءَ جيار يار.
- قرب ڪمائڻ ڏي تون ڪُنل کي، قرب ڪري قربدار يار.
- سِرُ اڏيءَ تي اصلئون آهي، پيالو وصل جو وار يار.
- اندرُ 'اعجاز' جو ٺاري ٺارج، جلوا ڪري جنسار يار.

○

لڳين ٿو پيار جي قابل، پلي محبوب ماٺا ڪر،
موهي آ ٿو ڪيو مائل، پلي محبوب ماٺا ڪر.

ستمگر ٿي بلاشڪ ٿي، اڪين ٿي سڀ ستم تنهنجا،
ڪانهي ڪا ڳالهہ هيءَ مشڪل، پلي محبوب ماٺا ڪر.

لڳائي جان جي بازي، سَهائي سِر بہ اي سهٽا،
هميشہ لاءِ ڪَبئي حاصل، پلي محبوب ماٺا ڪر.

اڙي ها پاند ڪپڙي جو، ڇني ڦاڙي ڇڏايان ها،
مگر توسان اڙي آ دل، پلي محبوب ماٺا ڪر.

سيئي نياريون اتئي رمزون، سيئي ٿو ناز تون ڄاڻين،
سراپا آهين بس قاتل، پلي محبوب ماٺا ڪر.

تنهنجو آهيان تنهنجو آهيان، نہ پي ڪنهن جو ڪڏهن آهيان،
گهڙيءَ پل ۾ آئون گهايل، پلي محبوب ماٺا ڪر.

چوي 'اعجاز' هِتِ آهن، هزارين پيا بہ سهٽا پر،
هتان تنهنجي ٽيس بِسمل، پلي محبوب ماٺا ڪر.

○

نماڻن سان منا محبوب ماڻا ڪيم ڪر،
گهُنڊ ۾ گهُورون وجهي، مجبور سياڻا ڪيم ڪر.

اي سونهن جا سردار تو، لڪين آهن سزا وار ڪيا،
مِصر وارو مثال ڏِس، بِن مُلهه وڪاڻا ڪيم ڪر.

ڪنهن نہ ڪنهن وَجهہ سان پرين، قرب وارا پيو ڪُهين،
گهر ڇڏائي تن سندا، تر بر وتاڻا ڪيم ڪر.

رمز تُنهنجي روز نئين، 'اعجاز' توکي چا چوي،
رَندن پُنيان رڻ رُلائي، سَنڌ ساڻا ڪيم ڪر.

○

هيئن نہ ڪر محبوب تون، هيڏا حِجابڙا،
نينهن نٿو منهنجو سهي، نيٽين نقابڙا.

دل ٿي چوي دلدار تنهنجو رُخ وري پسان،
نامِ موليٰ نروار ٿي، هي مچ مُحابڙا.

ڳڻ ڳلابي نيڻ پٽي، گھُونگھٽ گھُنڊ ڪٽي،
ڪهڙا ڪرين ٿو مُنهن ڏکي، آڙنگ عَتابڙا.

هي جيرا جگر جاني، جِند جان تنهنجي آ،
ماس هڏ ڪوري ڪپي، ڪر قيمان ڪبابڙا.

'اعجاز' چئي آئون آهيان، گھايل تہ تو سندو،
مل تہ مڙئي غم لهن، منڙا مَهتابڙا.

○

بھا نہ نہ ڳول، ڀھانا نہ ڳول،
اٿئي مون سان، ملڻ جو قول.

وَچن وسارڻ آ وڙ نہ وَڙيتن،
سَمن تي سھڙڻ، ڪم آ سُچيتن.
ڪو پورو ڀڏل پنھنجو ٻول.

انھن ئي ڀھانن چريو بنايو،
اڄ نہ سُياڻ جي عرصن مُنجھايو،
وڏي ھينئڙي ۾ ويو تنھنجو ھول.

ايڏو ڀلا ڇو دور رھين ٿو،
مُنھڙو ڏيکاري مستور رھين ٿو،
ويجھو ويھي وري گھُونگھٽ کول.

پيچ 'اعجاز' سان پاٽو پَوندُءِ،
نيٺ تہ ناتو نياٽو پوندءِ،
ڇڏ تون ٻُلجڻ وارو ٻول.

○

انڪار واري ڇڏ ناز و ادا، ڪر ها تون ڪٽي، مون ڏي آ تون ڪٽي،
هٽي نعرو نِسنگ اڄ نِسري صفا، ڪرها تون ڪٽي، مون ڏي آ تون ڪٽي.

هڪ ڀيرو مون سان مل ماڻا ڇڏي، دل ساڻ دلارا دل تون گڏي،
وٺون ميل ميلاپ جا ڪي تہ مزا، ڪر ها تون ڪٽي، مون ڏي آ تون ڪٽي.

هن دل جي بيتابي حد کان وڌي، وڃي بيحد ۾ پرين پهتي آ،
هم خيال مون سان ٿي هاڻ پلا، ڪر ها تون ڪٽي، مون ڏي آ تون ڪٽي.

جي جذبۂ عشق اٿئي جيئرو، ڏوريءَ جو پوءِ جواز ڪهڙو،
رهين ڏور ڇو ٿو تون ايڏو مٺا، ڪر ها تون ڪٽي، مون ڏي آ تون ڪٽي.

مان بيک وفا جي ڪنهن کان پينان، هي لوڪ سارو آ وفا کان سُڃو،
تون ئي تہ آهين پندار وفا، ڪر ها تون ڪٽي، مون ڏي آ تون ڪٽي.

منهنجي عشق محبت کي تون مِٺا، محبوب نہ سمجھہ مذاق ڪري،
آ برھہ منهجو ميثاقان بَپا، ڪر ها تون ڪٽي، مون ڏي آ تون ڪٽي.

ذر محبوباڻا پيار تنهنجا، ذر معصوماڻا آر تنهنجا،
'اعجاز' کي ڪن ٿا مست سدا، ڪر ها تون ڪٽي، مون ڏي آ تون ڪٽي.

○

کيترو اي دلربا شرمائيندين، کيستائين چڱا اجان تڙپائيندين.

- چُپ چُپان ۾ چاهتن کي پيو چِپين، کيئن کٿي مون سان پلا ڳالهائيندين.
- کيئن سَهين پيو هي جدايون هيتريون، مون پانيو تہ ملندين ياکر پائيندين.
- کُهندين مارينديندين مون کي پيو چا کندين، کُهڻ لاءِ منهنجي ڪجل جو پائيندين.
- اڄ ڏسان ٿو تون بہ آهين بيقرار، بيقراريءَ کي گهڻو ترسائيندين.
- سيڪڙو تنهنجا سوين پيا هٿ ڦِرن، کنهن کي ڪنهن کي پيو گهورن سان گهائيندين.
- بعضي چاهيان ويڙهجي ول جيئن وجئين، پر الائي يار چاچا پائيندين.
- مون و ٿان جنهن دم مَٿين پر منهن مٿيو، اٿين تہ باهيون برهہ جون پڙڪائيندين.
- چا لڳي سڪ چا لڳي لڪ ۽ لَڄڻ، جي اٿئي پوءِ تہ پڪ ڳل لائيندين.
- ڪو ملڻ جو واعدو 'اعجاز' سان، من گهُريا ڪڏهن ملڻ فرمائيندين.

○

بي انت ناز منهنجي دلدار يار کي آ،
سڀ کان حُسن ڪثر ۾ سينگار يار کي آ.

شوخي ۾ سور ڏاري، گڏ جو نئو گُذاري،
ڏورئون پيو ڏيل ڏاري، جيئري پيو جان ڳاري،
مشتاق هيئن نہ ماري، پوڪار يار کي آ.

صورت سندس سُبحاني، پُرنور سا پيشاني،
جوڀن پسي جواني، دلڙي ٿي پئي ديواني،
اک ۾ ڪجل جي ڪاني، هر وار يار کي آ.

رُخ رنگ آ عُنابي، گهريون اکيون گلابي،
لب لال لاجوابي، صورت آ نيم خوابي،
پوشاڪ ڪيم خوابي، پڳدار يار کي آ.

لَنوڙي جهين سان لاتم، لاغرض ٿيو سو لاغم،
مون لاءِ آهي ماتم، سارو ڪلي ٿو عالم،
'اعجاز' جي نہ ڪنهن دم، ڪا سار يار کي آ.

○

موقعا ملن ٿا پيار جا، پيارا ڪڏهن ڪڏهن،
ميلا ملڻ ۾ ٿا ٿين، نيارا ڪڏهن ڪڏهن.

وسرن نٿا ڪي مُور، وسارڻ سان وس وڏي،
اهڙا نظر اچن ٿا، نظارا ڪڏهن ڪڏهن.

ٿيندءِ ختم خُمار، جوانيءَ سندا جڏهن،
پلپل پوءِ پرٽا پوندءِ، شوڪارا ڪڏهن ڪڏهن.

سيڪا نہ مند بهار جي، سيڪا نہ مند خزان،
فطرت ڏنا انهن کي بہ، وارا ڪڏهن ڪڏهن.

هن جڳ سڄي کي پاڻ ڏي، راغب ڪيو وڃهن،
بـي سوزا بـي سُرا ۽ بـي تارا ڪڏهن ڪڏهن.

آهُن سان پنهنجي آخر، لوڏيو ڇڏين ٿا،
عرشِ عظيم جگر فگارا، ڪڏهن ڪڏهن.

دل ۾ ديائي رکجي نہ، دل واري شوق کي،
پورا ڪجن ڪي دل جا، تہ آرا ڪڏهن ڪڏهن.

سِڪ تُنهنجي سهندي سهندي، وحشت چڙهيو وڃي،
اُلٽا ونيو اچان توڏي، چارا ڪڏهن ڪڏهن.

اهڙا تہ موقعا ڇڏ نہ تون، ’اعجاز‘ چئي هتان،
سُبتا پون ٿا عشق جا، ڍارا ڪڏهن ڪڏهن.

○

چو نہ ناز ڪرين تون حَسين جو ٺئين، نينهن بہ توسان ڪجي نازنين جو ٺئين..

نڪا عرشين ٽِڪي، نڪا فرشين ٽِڪي، منهنجي نظر وريو وريو تو ۾ ٽِڪي،
ڪري تنهنجو نظارو تولاءِ سِڪي، تون خوب ڪان خوب ترين جو ٺئين.

جي تون جلوا ڪرين جي تون پردا ڪرين، سڀ طرح سان ٿو سڪ برپا ڪرين،
سڪ برپا ڪيو ڪئين دَلبا ڪرين، ڪٿي سهل ڪٿي تون سنگين جو ٺئين.

تنهنجا ڍنگ نمونا ٻول گهڻا، تنهنجا مارڳ ماڳ ماحول گهڻا،
اِتِ پُلجو ڪائن پول گهڻا، رُخ رُوپ ۾ رنگ بِرنگين جو ٺئين

نہ صرافن وٽ نہ غواصن وٽ، نہ تون عقل وارن جي قياسن وٽ،
تون آهين تنهنجي شناسن وٽ، مُلهہ جنهين جو نہ آ سو نگين جو ٺئين.

يا چاتيءَ منجهہ چُپائي چڏيان، يا پائي اکين ۾ لڪائي چڏيان،
يا هوڪا ڏيئي هرجاءِ هُلائي چڏيان، سَرمائي حُسن جو خزين جو ٺئين.

تون ٿو ناز ڪرين دل ٿي جهومي صنم، ڪري ناز ڪندين نيٺ مون سان سنگم،
'اعجاز' چوي هي يقين اٿم، دل ڏيندين مون کي دل نشين جو ٺئين.

○

گھُونگھٽ لاھہ گلزارا وي، شوق اٿم تنھنجي مُنھڙي ڏِسڻ جو.

مارين ٿو مسافر مُنھڙو ڍڪي، اھڙو ماڻو نہ ڪر منٺارا وي،
پياسن ڪان پنھنجو پاڻ لڪائڻ، واجب ناھي پيارا وي،
ڪڏھن تہ موقعو ڏي تون پَسڻ جو.

نيڻ سپاجھا مون ڏي ڪڻي سَج، ھيڪر ھوت ھزارا وي،
ھي سِر سارو ساھہ صَدق ٿيو، توتان سجڻ سردارا وي،
ڏي نہ ڏَنجھو ھاڻي ڏوَر وسڻ جو.

نُوري نگاھن ناز نزاڪت، سُھڻي صورت وارا وي،
قھري قاتل ڪيفي ڪارا، ڪڻي آءُ ابرو ڪٽارا وي،
تنھنجي ھٿان آتم ڪاڍو ڪُسڻ جو.

ديدار سواءِ آئون ھرگز تنھنجي، در تان اُٿان نہ دُلارا وي،
'اعجاز' چوي اچي يار عجيبا، درشن ڪراءِ دُبارا وي،
ھِتان ھي چريو نہ تہ ناھي چِسڻ جو.

○

آئون تہ ايندس پيو پيارا، تون اچڻ ڏين يا نہ ڏين،
در جهلي بيهندس مان تنهنجو، تون بيهڻ ڏين يا نہ ڏين.

جي تڙين لوڏين ڏڪارين، در ڇڏائين تہ بہ متا،
ڏور ڪان ڏسندس پيو، تون ڏسڻ ڏين يا نہ ڏين.

هڪ دفعو ديدار مون کي، دلربا مُرڪي ڪراءِ،
ديس پنهنجي ۾ متا پوءِ، تون رهڻ ڏين يا نہ ڏين.

توسان ياقي يار بنجي، ڇير يڪتارو ڪٺي،
ناچو ٿي نچندس اڳيانِ تو، تون نچڻ ڏين يا نہ ڏين.

سُڻ صدا هي آخري، ’اعجاز‘ جي سهٽا سجڻ،
رُخ چمڻ چاهيان ٿو تنهنجو، تون چمڻ ڏين يا نہ ڏي.

○

تنهنجي گهُور تان گهوري وڃا، گهايل ڪري ڇڏيُئي،
گهائل ڪري ڪري وري، مائل ڪري ڇڏيئي.

ابرن جي تيغ کي تہ، ڏاڍو آب تاب ڏيئي،
شايد شهيدِ شوق ۾، شامل ڪري ڇڏيئي.

واسينگ جيئن وارن جا، پرين پيچ ور وجهي،
ڪج ڪاڪلن جي قيد جو، قائل ڪري ڇڏيئي.

پلپل ۾ پائي پائي، ڪجل واريون ڪانيون،
اکڙين کي عاشقن جي لاءِ، قاتل ڪري ڇڏيئي.

مُزگن جا تير مُنهنجي ڪيئي، سيني سِر سنوان،
قربان ٿيان وري وري، خُوش دل ڪري ڇڏيئي.

قد سَرو کان روان ۽ صورت سانولي رکي،
ديوانگيءَ جي دائري، داخل ڪري ڇڏيئي.

ڪعبو ڇاٽان تو توکي، ڪعبو نہ ڇاٽان پيو،
دنيا جي نمڻ نياز کان، غافل ڪري ڇڏيئي.

هڪ من ۾ گهاٽو گهُورجو، پيو آڙاهہ عشق جو،
’اعجاز‘ کي تہ قرب جي، قابل ڪري ڇڏيئي.

○

گهور مٿان سِر گهور ڪيوسين، گهُور مٿان سِر گهور ڪيوسين.

- ذاتي ذوق زوراور واري، زور مٿان سِر زور ڪيوسين.
- شوريل شوران شور آهيون، شور مٿان سو شور ڪيوسين.
- اوري اورون اور عجائب، اور مٿان سر اور ڪيوسين.
- ’اعجاز‘ عليؑ جي حڪم سان، هور مٿان سر هور ڪيوسين.

○

چو پلا اڄ وري اهو گهُنڊ، اهو گهُنڊ ۾ ناز گهُمنڊ،
ڪلي مل ته ٿيون ڪير ڪنڊ، منهنجي سڪ جو نه تانگهه سمنڊ.

- ڪِل ته من تان مُونجهه لهي پئي، پيار جو پيارا گيت ٿهي پئي.
- حُسن جو پن جي پُور ۾ پيارا، ستم آرائي جا سوچ نه چارا.
- تير اکين جا سَچي سڌا ڪر، تاهي نيشانو اڄ ته تڪا ڪر.
- گهُنڊ گهُمنڊ آ تنهنجو نرالو، ڪهڙو رڪان آئون تنهن تي نالو.
- ڪجهه ته سبب ڪو سڄڻ سمجهايو، اڻين نه 'اعجاز' ڪي سُهٽا آزمايو.

○

ماهي مليا نِي ماهي، سانولي صورت والا.

باد بهارا حُسن ماهي دا، لالا رُخ شباهي،
اکيان دي وِچ ڈار ڪجل دي، سُرخي سُرمان سِياهي،
جاهي جلوانِي جاهي، سانولي صورت والا.

بِين بانسري قوڪ اَلستي، راز رموز الاهي،
ناتي لاوڻ توڙ نِياوڻ، والا پُشت پَناهي،
واهي وِلهي داني واهي، سانولي صورت والا.

خُرقہ پوش فقيري پهريس، قلندري تاج ڪُلاهي،
فقر فاقہ شيوا تنهن دا، رکدا بيپرواهي،
شاهي ڇوڙ ني شاهي، سانولي صورت والا.

ڪرڪي ڪِتون پنڌ ڪشالا، پهتا پاڪ نگاهي،
حضرت عشق دي ڏيک، ’اعجاز‘ ڏيون سرت آگاهي،
ڪاهي آيا ني ڪاهي، سانولي صورت والا.

○

ڪڏڻ ڪڏڻ ميڏي پي اگڻ آيا ڪر وي يار،
آيا ڪر وي يار، گلي لايا ڪر وي يار.

ڪر ياد اُهِين وار ڪون، پهلي نظر دي پيار ڪون،
دل پسند ديدار ڪون، پل نہ پلايا ڪر وي يار.

ڪُنديان اکيان ڪاليان، نينهن تي ناز واليان،
غمزه دار غزاليان، ڪِل ڪي چايا ڪر وي يار.

پڪ پريمي پان دي، لاڳ لب مرجان دي،
وتِي وصل وجدان دي، پي تي پلايا ڪر وي يار.

اگڻ ساڏي آوڻ جاوڻ، سينا سيني لاوڻ پاوڻ،
’اعجاز‘ آکي پيچڑا پاوڻ، سک تي سکايا ڪر وي يار.

○

دل دا ھي ڈاڍا دلدار میڈا، نہ حال سُݨندا کھین وار میڈا.

آیا ھا پل وِچ اکیان چار کر ڳیا، لائیس عشق اوکا لاچار کر ڳیا،
بي داغ دل کون داغدار کر ڳیا، اِھین ڈک ڈکویا وار وار میڈا.

نال پتر دي ناتا لایم ڙِي، اھو عشق اُھین دا چُم چُم چایم ڙي،
اھو ھوش پھلئون کِیون نہ آیم ڙي، لُچݨ کچݨ ٿیا بیکار میڈا.

صبر والي دامن ھتئون چُٹ ڳئي ھي، دانھان کرݨ دل دم دم پئي ھي،
اھا بات کر کر بیزار ٿئي ھي، اَھدِي تہ آوي آوي یار میڈا.

اُچل میکون آڙھہ وِچ تماشا وِکیندا، میڈي آھہ زاري کون نہ کنڈھان لیکیندا،
آکي 'اعجاز' سڑ ساھہ ویندا، ھلندا نہ وس کو اختیار میڈا.

○

مُرک الاوݨ دلڑي چوراوݨ، محبوبا ڊِي چالي،
خُوش دل هو کي خُون کرݨ دا، خاص اِرادا خيالي.

جوݨ جوت حُسن تان ويکو، شمع کنون رُخ لالي،
ابرو کالي نين ڀي کالي، زلف ڀي کالي کالي.

مشتاقان دي مارݨ دا، سامان سُهٹيان دي نالي،
ديد دُناليان دام دُواليان، تيز تَمنچا ڍالي.

ڇُپ ڇُپ آوݨ جهاتيان پاوݨ، گهُونگهٹ مارݨ ڀالي،
ناز غماز دي نال نهارݨ، عاشقان کاݨ جنجالي.

دل ڀي دي نيوَن اپٹي ڏيون، ڏيک اهو تان کمالي،
آکي 'اعجازا' اهائي هلدي، مُلکان مُلک مقالي.

○

ڏاڍا حُسن ڪيتَئي گهُنڊڙي پاوڻ نال،
گهُنڊڙي پاوڻ نال، ناز وِڪاوڻ نال.

قُربان تيڏي گهُنڊ گهُور تون مَئين، رُخ لال دي تجلي نُور تون مئين،
ول گهول ٿيوان تئين حضور تون مئين، اُلٽا مست ڪيتئي شوخ آلاوڻ نال.

ڪر تاب عتاب بيتاب ڪيتئي، خوشي خواب چُڙا بيخواب ڪيتئي،
لاشڪ عشق ميڏا ڪامياب ڪيتئي، بي رُخي دي انداز بناوڻ نال.

ڪِڏي عشق تيڏي دِي آتش ڪران، ڪِتان برهه دي وِچ مئين بارش ڪران،
اڳون ڪنهن دي بيان تيڏي نازش ڪران، دل وچ پيار ڏارئي آلجاوڻ نال.

اِها خُوءِ سهڻا تيڏي خاصي هي، ’اعجاز‘ اُهين دا پياسي هي،
ڪچي عاشق ڪاڻ تان قاسي هي، بِن سُولي دي لَٽڪاوڻ نال.

○

ڈاڈا حُسن کیتئي، آپ سجاوݨ نال،
وھوا ول ول، ویس مٹاوݨ نال.

جیھا سھٹا ھئین تون تیھا سینگار کِتئي،
جامان جوڑ عجب جنسار کتئي،
اِیوین آپ کون آپ پروار کتئي،
رنگي روپ سروپ بناوݨ نال.

ایجھا ڈیک حُسن مُنھن مھتاب مٹا،
ٹیوان کیوین نہ مین بیتاب مٹا،
منڑا موھ موھیا تین ھر باب مٹا،
سُرخي لاوݨ تي کجل پاوݨ نال.

سَج سَج کي سیلا سِر تي ڍاریندئین،
ڈَج ڈَج کي دماغ دلبر ڈاریندئین،
کدکي گھُونگھٹ وَل میکون ماریندئین،
ڈڑیان ڈاوڑ سِینڈ چٹاوݨ نال.

نخري ناز نٹک وِچ سھٹا تون ئي سبُک،
تیڈي چال چلت ھي رشکِ کَبک،
تیڈي قدمان کون چُمندي چوڈھن طبق،
پیرڑي چاوݨ چیر چمکا وݨ ناول.

آکي 'اعجازا' ٹیوان پلھارا مین،
تیڈي نظاري تون سو سو وارا مین،
تیڈا درشن کِتا سھٹا سارا مین،
دل دي آئیني وِچ نظر آوݨ نال.

○

میڈا ڈیکھ پلپل تئں ڈھن، تیڈا ڈیکھ چِڑا چڑا.

- اگڑ میڈي تون آوندا ھین، پر میڈا ڈولڑ چڑا چڑا.
- گھوران نال تون گھاتا گھاتا، پاوین مُرکڑ چڑا چڑا.
- آپڑي عاشق نال نہ کر تون، بولڑ چولڑ چڑا چڑا.
- چنچل اکیان شوخ اَدائین، قِیاس کماوڑ چڑا چڑا.
- مین تان تیکون ڈیکھ نہ رَجدا، تون کِیون مئین کَڑ چڑا چڑا.
- یاد 'اعجاز' کون یار کریندئین، اگي کَنون ھُڑ چڑا چڑا.

○

# ڪافيون

مس مس نصيب ٿيو آ، درشن تو دلربا جو،
بيحد آهيان برابر، ممنون اڄ مولا جو.

صورت ڏٺي مون تُنهنجي، ڏک سور سڀ لهي ويا،
هاڻي ضرور ڪهڙو دَرمان ٻي دوا جو.

ماڻهن پڪن ٻُڌائي، تعريف مون ڪي تنهنجي،
هو هُلَ وٽن ٿِٽن ۾، لالڻ تنهنجي لَقا جو.

اهڙو وٽين وئين جو، هوندين تون ياد هر دم،
عاشق وِڏُئي بنائي، پنهنجي عجب اَدا جو.

تاثير پانيان هي، يا تعبير پانيان هي،
ڪنهن مرد حق رسيد، درويش جي دُعا جو.

منهنجي مُشاهدي ۾، منهنجي فڪر مطابق،
آهين حُسن ۾ سهڻا، مظهر تہ تون خدا جو.

’اعجاز‘ سان ملئين تون، ماپي نٿو خوشيءَ ۾،
اڄ آ بلند ستارو، هن خاڪ پا گدا جو.

○

جيئن سجڻ اڄ سنئون نِهاريُئي، مُلهہ وٺي سهٽا چڏيئي،
سڪ جو ساڙيل هِنيانءُ ٺاريُئي، ملهہ وٺي سهٽا چڏيئي.

سڪ ملڻ جي پِي سِڪايو، سِڪ جهليو سيني وَتيسُ،
مَس مِلي جو منهن ڏيکاريئي، ملهہ وٺي سهٽا چڏيئي.

ساهہ ۾ ويو ساهہ پَئي، ورتي بدن تَن تازگي،
ڪبنهن اهو جادو سيکاريئي، ملهہ وٺي سهٽا چڏيئي.

هونئن تہ توکي ايندي ويندي، گهُنڊ مُنهن ۾ هوئي هو،
اڄ جو مُرڪِي گهُنڊ اُتاريُئي، ملهہ وٺي سهٽا چڏيئي.

نخلِ طُوبيٰ ناحقي تا، تُنهنجي قد ساڻ قد ٻَڌن،
قد ۾ تن کي هِيچ ڪاريُئي، ملهہ وٺي سهٽا چڏيئي.

نينهن ڀريا نيڻ ڀئي، جنهن دم کلي مون ڏي ڪنيئي،
جڻ تہ آبِ حياتِ پِياريئي، ملهہ وٺي سهٽا چڏيئي.

نيڻ منهنجا خيره خيره، ناز وارا تو ڪيا،
پاڻ کي اهڙو سنواريئي، ملهہ وٺي سهٽا چڏيئي.

ملهہ تہ منهنجو ڪو نہ آ پر، تو اڳيان مُورهن نہ ملهہ،
بي مُلهو مون کي مُهاريئي، ملهہ وٺي سهٽا چڏيئي.

اِئين چاهيو مون بہ ٿي، 'اعجاز' چئي پر اي پرين،
پَهہ ملڻ جو خود پچاريُئي، ملهہ وٺي سهٽا چڏيئي.

○

تنهن جي جاءِ ناهي ڪا خالي، سهڻا رهندو ڪٿي هي سُوالي،
مُشڪ مينڌين ۾ ڪجل اکين ۾، سُرخي لبن تي لالي.

جهڙو سهڻو سينگار ٻه تَهڙو، جوين جوت نرالي،
بينسربينن ۾ جهومر ڪنن ۾، هار ڳلي برحالي.

جامون جان تي جِهر مر وارو، چُنڙي سر تي چٽالي،
ڦُل چوٽن ۾ چلڙا هٿن ۾، چُوڙ ٻانهن چمڪالي.

برهه ٻچڙ جو قابل بلڪل، چست چالاڪئون چالي،
لچڪ لڱن ۾ چير پيرن ۾، جوڙ جتي بيمثالي.

’اعجاز‘ لاءِ تُنهنجو آ ٻٽيو، انگ انگ دام ڏوالي،
ناز آ من ۾ غماز حسن ۾، دم ۾ دم ڪمالي.

○

تنهنجي حُسن تجلي حيران ڪيو، هي جهان جدا هُو جهان جدا.

تنهنجا مون کي لڳن ٿا تير سدا، ائين تہ هزارين تو ماري وڌا،
تنهنجي زُلفن واري زنجير پڏا، انسان جدا حيوان جدا.

تولاءِ سوسن سُنبل سروو سڪن، تولاءِ پايو لِياڪا حورون لُڇن،
توکي ناز منجهان ٿا روز نمن، رضوان جدا غلمان جدا.

ڇا آئون پڏايان ڳائي ڳڻي، تنهنجي صورت سراپا دل کي وڻي،
تنهنجي عشق ۾ تڙپي ٿو تان هڻي، مهراڻ جدا باران جدا.

’اعجاز‘ چوي دل عبرت ۾ وئي، ڇا توکي پڏايان سهٽا ڇئي،
تنهنجي مرڪ سڄڻ مجروح ڪئي، منهنجي جان جدا مرجان جدا.

○

جِتي تُنهن جي صورت جي جهَلڪ ڏٺم،
اُتي جُهڪندي فرشتا فلڪ ڏٺم.

اِئين آهي، آهي آهي صنم، مون کي ڪوڙ جو ڪم ئي ناهي صنم،
توکي هر دوجهان ٿو چاهي صنم، تنهنجا ڪوڙ مدح خان مَلڪ ڏٺم.

تنهنجا قدم پرين جنهن جاءِ پيا، اُتي مُشڪ عنبر جا هٻاءُ ٿيا،
لڳي لَقائن لاءِ ڪئين لقاء ويا، تنهنجا روپ ڪئين ڪئين دَلق ڏٺم.

توسان حُسن ۾ حاجت ڪانهي ڪنهن جي، اهڙي سُونهن ۽ صورت ڪانهي ڪنهنجي،
تنهنجي قامت جيئن قامت ڪانهي ڪنهنجي، توکي سدرة المنتهيٰ تلڪ ڏٺم.

جن کي عشق تنهنجي جو ڪمند پيو، لَئون لَئون ۾ لغام لَوند پيو،
تن جو پيچ توسان پيوند پيو، تنهنجي پوڄا ۾ هر پَلڪ ڏٺم.

تنهنجي صورت ستائش جهڙي آ، سينگار آرائش جهڙي آ،
چئي 'اعجاز' يادائش جهڙي آ، اهڙي صورت پرين تنهنجي پڪ ڏٺم.

○

سُبحان تنهنجي صورت قُربان حُسن وارا،
الله ياد ڏياريئي، احسان حُسن وارا.

حُسن بشر ۾ همسر، تنهنجو نہ کو برابر،
تون حُسن جو سراسر، سلطان حُسن وارا.

سڀ ويس ۾ سونهين تون، سڀ کي سچڻ موهين تون،
سڀ پارتند تون هين تون، سبحان حُسن وارا.

سر سر ٽو سينڌ سينگارين، درپن کي منهن ڏيکارين،
عشق کان شرم ڏارين، ارمان حُسن وارا.

صورت پسائيندو ڪر، مون کي سڪائيندو ڪر،
سڪ سوز لائيندو ڪر، شڪران حُسن وارا.

سهڻا شباب ٽيڙئي، پر لاجواب ٽيڙئي،
رنگ ڍنگ ناياب ٽيڙئي، قد کان حسن وارا.

محبوب تنهنجي چاهِ، غب غب ۾ غرق آهي،
گاهِ بَہ گاهہ ماهِ، ڪنعان حسن وارا.

ثاني نہ توسان جاني، هيءَ ساري راڄڌاني،
مرقوم تو پيشاني، قرآن حسن وارا.

تنهنجي ڏٺي طبيعت، نوڙيو وٺي ٿي نوڙت،
تو ۾ اها بہ قُدرت، لاثان حسن وارا.

عارض لڪايو زلفن، ڪعبو سجايو زلفن،
توڏي جهڪايو زلفن، صُنعان حُسن وارا.

نڪ نيڻ ابرو توڪي، رخسار رُخ رُو توڪي،
تون ذات هُو هُو توڪي، هر آن حسن وارا.

'اعجاز' کي نظارو، نِتِ نِتِ نظر تو وارو،
تون هڪ سدا بهارو، بُستان حسن وارا.

○

سجدو ڪر صورت کي، صورت رِيءَ نہ نَم ميان،
صورت رِيءَ نہ نم ميان، ٿي مُورت ۾ گم ميان.

- رِندن واري رسمات سان، راهہ انهيءَ تي رم ميان.
- غرض ڇڏي لاغرض ٿيءُ، غرضن ۾ اٿئي غم ميان.
- ڪعبي ڪاشيءَ ڇو وڃين، ڪهڙو اٿئي اتي ڪم ميان.
- ارڏو ٿي 'اعجاز' چئي، مار منصوري دم ميان.

O

ڪانہ پَسان ٿو ٻيِ ڪا صورت، هرجاءِ آهي هيڪ اللہ.

- فَثَمَّ وَجۡهُ اللهِ، ثابت ٿيڙو، فرض پڙهان ٿو فنا في الله.
- مايُسۡعَنِيۡ قَلۡبُ المۡومِنِ، بيشڪ بڻيو بيت الله.
- وحدت ڪثرت وارو مشاهدو، بيخود ٿي مون ڏٺو بِاالله.
- ڪُلَّ يَوۡمِ هُـوَ فِيۡ شَان سان، ظاهر آهي ذات الله.
- انهيءَ راز رنگ جو شاهد، 'اعجاز' علي آ وَلِيُ اللهِ.

○

صورت ۾ سير رَبّي، سِرُ سالِڪن سُجاتو،
پيا ڄاڻ سڀ وڃائي، هڪ ڄاڻ تن هي ڄَاتو.

ڍولڻ جو سِر آ ڍنگي، انگ الٽي ساڻ انگي،
ڦرياڻ رنگ برنگي، پياري پرينءَ پاتو.

ڪڍي قلب مان ڪدورت، صحي سُوجهيائون صورت،
مخفي چون جا مورت، ساساڻ ڏينهان راتو.

مَسلڪ هي معنيٰ وارو، مِلي معنيٰ ويو مُونجهارو،
ٿيو راز فاش سارو، نيٽن سان لائي ناتو.

عالم اديب اوري، سگهندا نہ چپ ڪو چوري،
'اعجاز' ڏيل ڏوري، ڳجهہ عاشقن آ ڳاتو.

○

سُهڻا سامهون آ سُهڻي صورت پَسا، منهنجا سجدا تين بجا،
اکيون توکي ڏِسن، تنهنجا جلوا پسن، غم وهم وڃن دل جا.

مون کي مُنهڙو پسائي پوءِ جدائي نہ ڪجانءِ مون سان ڪڏهن ڪٿي مُنهن گهُنجائي نہ ڪجان،
جيڪي واعدا هجن، پاري پُورا ڪجن، ڪوڙا ڪين ڏجن عرصا.

توسان يار ياريءَ جي ياس اٿم، اها آس پياس اُداس اٿم،
رکي لَبَ تي لبن، پائي پيچ پيچن، کِلي ساڻ ڳلن ڳل لا.

جيئن تو لالڻ مون کان لِڪ ڪرين، تيئن تو سرس سوائي سڪ ڪرين،
چندڻ کارئين ڪيئن لِڪَن، راهي راهہ ڪيئن رَمَن، ڏِنا اُهج سچن اهڙا.

سچيون رُوءِ بَروءِ جون ڳالهيون چونِ، بَر حاليون اُهي بي مثاليون چَونِ،
مُنهان مُنهن جا سُخن، وانگي سونُ ڪُندن، پيا سخن چون بَڪَ تا.

هي ڳالهہ سچڻ مُنهنجي ڪَن هُجئي، هر وقت هينئين ۾ مَنِ هُجئي،
سچا ساٿ ڏين، منجهہ ڏکن سُکنِ، وٺي ڪانہ وجهن وِچ ڪا.

’اعجاز‘ سان ملڻو ضرور اَٿئي، گهڻئي تي گُذاريو دُور اٿئي،
منهنجا مَن موهن، اڄ منهنجي صِحَنِ، پيجي چُغل چڪن پهرا.

○

مون کي سهڻا موهي ويئي، صورت تُنهنجي سانوري،
برهہ لڳي ويو بدن جلي ويو، بيوس ٿي دل بانوري.

ناز ڏسي نت تنهنجو نرالو، چال عجب ۽ چشمن چالو،
عقل سندم کي لڳي ويو تالو، وهوا تنهنجي عشوه گري.

ڪيئن تون آلاجي دل ڪڙي وئين، جاني جِگر جِند جان جَڙي وئين،
جهٽ پٽ سهڻا مون کي سڙهي وئين، سگهان نہ ڪيڏهن آئون سِري.

جاني جدائيءَ ۾ چئو چاهي، قرب منجهان مِل ڪامل ڪاهي،
آس اندر ۾ اهائي آهي، منهنجي اڱڻ تي آءُ وري.

تنهنجي نظر جا ٿياسون نشانا، نڪري وياسون ٻنهي جهانا،
’اعجاز‘ چوي اي يار يگانا، ياڪي ٿي ڪر ياوري.

○

يا تہ صورت وچ ڏيکاري، يا تہ اچ مونکي نہ ياد،
ياد سان مِلُ ياد ڏاري، يا تہ اچ مون کي نہ ياد.

ياد ٿو جنهن دم اچين، تنهن دم وڃن ٿيو نيڻ نَم،
وَر سِگهو ور واڳ واري، يا تہ اچ مون کي نہ ياد.

تار تن من يار تنهنجي، سار سڪ آ بار بار،
تون بہ ڪڏهين ڏس تہ ساري، يا تہ اچ مون کي نہ ياد.

يا تہ ناتي کي سچو ڪر، يا تہ چئو ناتو نہ هو،
ڪنهن تہ ڪر مون کي ڪناري، يا تہ اچ مون کي نہ ياد.

ڪيئن گذارين پيو تون پنهنجي، حال مُحرم کان پري،
جَس هُجئي جس، ڇڏيئي ماري، يا تہ اچ مون کي نہ ياد.

پنهنجي منهن سان پاڻ پنهنجي، پِرتِ وچ مون کان وٺي،
پنهنجي رک وَٺُ پاڻ ڏاري، يا تہ اچ مون کي نہ ياد.

لَبَ زبان خاموش مُنهنجا، دل مگر آ ناصُبُور.
دل چوي اچ در دُواري، يا تہ اچ مون کي نہ ياد.

جي اٿئي ڪا عشق جي، 'اعجاز' چئي من ۾ رَتي،
پوءِ تہ اچ ڏونگر بہ ڏاري، يا تہ اچ مون کي ياد.

○

وَضحيٰ صورت پيشاني، زلــف وَ ليل بہ تنهنجا جاني.

اَبرو بہ اٿين ٻانيان ٿو، جيئن قوس قُزح آسماني،
اکڙيون تنهنجون جنهن سان ملن، دنيا تنهن لاءِ ديواني.

رُخسار تا رَشڪِ گلاب لڳن، اَنف تي طوطو حيراني،
لَعلن کان وڌ لبڙن جي، لالي لطافت لاثاني.

چمڪ ڏندن جي مُرڪ سان ڪئي، وِڄ جي حالت وَجداني،
غَب غَب واري غوطي سان، سِر ۾ گم سِر سُبحاني.

وارن جي هڪ هڪ تند ۾، من موهٽي مُشڪ داني،
رُخ ۾ ڪئين اٿئي رعنايون، ڪهڙيون لکان ڏي ڪاغذ ڪاني.

سهٽا تنهنجي صورت جو، مٽ نہ آ ماهِ ڪِنعاني،
تصوير تُنهنجيءَ جو تصور، آ عشق جي خاص نشاني.

عشق نہ تنهنجو جنهن دل ۾، سا خود کان دل بيگاني،
’اعجاز‘ تہ ڇا پر توتان، قونين صنم قرباني.

○

صورت جا سائين سهڻا، منهنجو سلام توکي،
سڀ حُسن ساڻ حاضر، سمجهان تمام توکي.

مسجود عاشقان تون، مقصود دوجهان تون،
موجود هر زمان تون، سڀ آ علام توکي.

مستور تون ماڻهن ۾، معمور تون ماڻهن ۾،
مشهور تون ماڻهن ۾، آدم جو نام توکي.

شاهِ خُوبان تون بيشڪ، فَخر بُتان تون بيشڪ،
پيرِ مُغان تون بيشڪ، هٿ ۾ به جام توکي.

پُرجهڻ سان توکي پُرجهيم، سمجهڻ سان توکي سَمجيم،
پوءِ پيچ توسان پيچيم، پرتو غلام توکي.

تو سيڪڙو سجاتا، تو پيچ تن سان پاتا،
توئي نيايان ناتا، سمجهي چا عام توکي.

توڙي جو عيبدارو، تہ بہ تنهنجي پيار وارو،
سُجهندو بہ آهيان سارو، هر صُبح شام توکي.

خُود جي خُودي بہ تو ۾، نرمي نمي بہ تو ۾،
ڪانهي ڪَمي بہ تو ۾، سجدو دَوام توکي.

وعدي جو دام مون کي، وعدي جو دام توکي،
ويسر حرام مون کي، ويسر حرام توکي.

'اعجاز' چئي عُشاق، مستن ۽ مَد پياڪن،
ڳولي ڳوڙهن ڳولا ڪن، چوندبيو امام توکي.



موهين اڄ تہ ويٺو شبابي صورت سان،
کلي مون ڏي منهن ڪر خطابي صورت سان.

عجب صورتون پيون بہ آيون ڏسڻ ۾،
پري ڪانہ اک ڪنهن پسڻ سان پسڻ ۾،
ڏٺم هڪڙو توکي ڪِتابي صورت سان.

تون سهڻو تہ آئون تماشائي تنهنجو،
تمنائي تنهنجو ۽ شيدائي تنهنجو،
مون سان مِل تہ مل بي حجابي صورت سان.

حَسين آهين بيشڪ حسينن جي وچ ۾،
هُئي هاڪ هيءَ مَہ جَبينن جي وچ ۾،
جواب آهين تن جو جوابي صورت سان.

سُڪائين ٿو وهنجيو جڏهن وار سهڻا،
پسائين ٿو اوريان پريان پار سهڻا،
وُٺا وار تنهنجا سحابي صورت سان.

لڳا حُسن تنهنجي جا جهلڪا جَني کي،
ڏٺم بيقراري پتنگ جيئن تني کي،
جهلي دڳ بيٺا جڳ بيتابي صورت سان.

سچڻ عشق ۾ تون بہ ڪاتو وتين ٿو،
سوَن سيڪڙَن ۾ سجاتو وتين ٿو،
گهمي توڙي نِت تون نقابي صورت سان.

ڪَيُئي مُنهن جو مون ڏي، ٿي تن کي تراوت،
ملي روح کي راحت قلب کي حرارت،
هو 'اعجاز' نہ تہ هِت سيمابي صورت سان.



ڇا سُونهن تنهنجي صورت، سينگار ڇا نہ ڇا،
ڏِيدن ڪيا وري اڄ، ديدار ڇا نہ ڇا.

پاتم جو نظر تُنهنجي، وري مُنهن مليح تي،
مَشعال مُنهن ۾ چشمن، چمڪار ڇا نہ ڇا.

تون سَروِ ناز آهين، توکي سَرو ڇو چوان،
قامت سندءِ جا آهن، هُل يار ڇا نہ ڇا.

مخمل بدن تي مخمل، زربفتہ زرفشان،
جِهرمر جڇهيري جهم جهم، جهلڪار ڇا نہ ڇا.

اي پيارا پر اَپارا، ڏيان پار تُنهنجا ڪيئن،
ڪَئين ڊول تنهنجا ڊولڻ، ڪئين پار ڇا نہ ڇا.

دل ڪش ۽ دلفريب هي، خوشبويون خُنڪ دار،
من تن ٿيو معطر، هبڪار ڇا نہ ڇا.

مِسواڪ ۽ مَشاط، ڪَجل سُرمان سُرخيون،
اختيار ڪيئي پاڻ لاءِ، سينگار ڇا نہ ڇا.

وهنوار وصل دار، ۽ هي پيار وارا پَٽَ،
خُمار هن پَٽنِ ۾، ۽ اسرار ڇا نہ ڇا.

هن سِرَ ۾ سجڻ چاهي، اهڙا سِرَ تہ لک ڏيَئين،
’اعجاز‘ چئي ڪجن توتان، بَلهار ڇا نہ ڇا.

○

صورت سينگاري هر هر، حيرانُ ڪر نہ سُهٽا،
مَستان دل کي موهي، مستانُ ڪر نہ سهٽا.

ڪيڏو حَسين آهين، تہ بہ پاڻ ٿو سنوارين،
تابان رُخ کي ايڏو، تابانُ ڪر نہ سهٽا.

مون ڏي نگاهون ڪر تون، ناحق ٿو آيَندَ مارين،
ناز و ادا سان جِتِ ڪِتِ، نيشان ڪر نہ سهٽا.

دل دَهلجيو وڃي ٿي، ٿڙڪي بدن ٿو سارو،
تلوار ابرو ذر ذر، عُريان ڪر نہ سهٽا.

تنهنجي لبن جي لالي، هر لال رنگ کان چهرِي،
سرخي مُساڳ لب سِر، پَن پان ڪر نہ سهٽا.

ماهِ بدر کان سهٽي، پيشانيءَ تي اي پيارا،
زُلفن کي کولي هٽ سان، گهمسان ڪر نہ سهٽا.

هر هنڌ آهي مجيُم، پر آهي عيش خاطر،
ايڏو بہ عشق کي تون، اَرزان ڪر نہ سهڻا.

مُنهن آرسيءَ ۾ پنهنجو، ڏسندو تہ ڪر يلي پر،
خُود پاڻ تي تہ خود کي، حيران ڪر نہ سهڻا.

عاشق ڪندو ڪو تنهنجي، صورت جو نِتِ نظارو،
سڀ ڪنهن جي دل تي تاري، وَجدان ڪر نہ سهڻا.

مستي ۾ تنهن جي آئون، روزِ ازل کان آهيان،
مون تي مست ٿي ڏس، جولان ڪر نہ سهڻا.

سُرمون ڪجل بہ آهي، محبوب مَرڪ تنهنجو،
پر پائي ڪجل ڪاني، پوءِ زيان ڪر نہ سهڻا.

پلپل ۾ پاڻ پنهنجو، سينگاري منهن ڏيکاري،
'اعجاز' کي تہ پوءِ، سرگردان ڪر نہ سهڻا.

○

جيڪي جهاتي صورت ۾ پائن تا، ڪُڏيو ڪُوپا اُهي ڪنڌ ڪپائن تا.

ڪن ڪعبو قِبلو صورت کي، من مُهٽي مليح مورت کي،
ڪڍي سيني مان ڪيني ڪدورت کي، دل جان سان سِرڙو جهُڪائن تا.

جيڪي آهن عاشق دَرسن جا، تِن ترڪ ڪيا مقصد تَن من جا،
واري ورق ڏنائون وَنحن جا، اُهي پوئتي پير نہ هٽائن تا.

اُلٽي عاشق جهاتي پائي دم دم، ٿيا يار يگاني سان همدم،
مُرڪي جام پِيين تا اهي جَم جَم، اُهي ڪونتل ڪونتُ ڪڏائن تا.

آهي عشق عُشاقن انعام مليو، موجان موج محمودي مَقام مليو،
تن سان ساقي ڪوثر صبح شام مليو، تِنهنجا عاشق 'اعجازا' گُڻ ڳائن تا.

○

ڏِس جلوا حُسن مند جوڀن جا، هِن عين اکين رُخ روشن جا.

ڪج ڪيس ڪُلهين چلا چُوٽِ چُڙيلَ، تڙ تيل اتن ڪي تازا ڪيل،
جيئن ڪارا ڀِنل برساتي بدل، تيئن ڀنئور ڀنيا من موهن جا.

نڪ نيڻ ڀرون ڀيڪاني پَلڪَ، رُخ رُخسارن جا افشاني جَهلڪ،
لالئون لال لبن جي لاٽاني چمڪ، سالم هوش ڪري مدهوشن جا.

گُل لوءِ هزارو لالا سمن، انهيءَ حُسن اڳيان ڪيو نياز نَمنِ،
پسي جوت جواني رشڪِ چمن، چِڪيا چاڪ سُنبل سَرو وَ سُوسن جا.

’اعجاز‘ عُشاقن خاص اِها، ڪئي پاس پسند آ پياس اِها،
رک شوق طلب ۾ شناس اِها، من ملنئي ڪڏهن بُلَ بوسن جا.

○

وري سهڻا ڪر سينگار، ڏسان اڄ ڪيئن ٿو لڳين،
سينگارجي چهرو ڏيکار، ڏسان اڄ ڪيئن ٿو لڳين،
آئون حُسن ڳوليندو آهيان، ڏسي حُسن ڀوليندو آهيان،
ڏي حُسن پنهنجي کي نِکار، ڏسان اڄ ڪيئن ٿو لڳين.

واهہ جو نَهين ٿو ويس انهيءَ سان، لبيس انهيءَ سان، هُبيس انهيءَ سان،
تون گلن ڦلن کان سُرهو، تون مُشڪِ خَتن کان سُرهو،
تنهنجو ونڻو آتم هُبڪار، ڏسان اڄ ڪيئن ٿو لڳين.

پاڻ کي سهڻا پاڻ سجائڻ، سهڻو بنائڻ برهہ بَچائڻ،
فطرت ۾ آ سهڻا تنهنجي، قدرت ۾ آ سهڻا تنهنجي،
تڏهن تہ ڪيم هي آر، ڏسان اڄ ڪيئن ٿو لڳين.

جيئن بہ لڳين ٿو خوب لڳين ٿو، محبوب صفا محبوب لڳين ٿو،
پوءِ ڇو نہ پايئين اڄ پاڪر، اي پردي حياءِ جا پيڪر،
لڳ سيني سان ڏئي پيار، ڏسان اڄ ڪيئن ٿو لڳين.

تُنهنجي سينگار جا تہ لک نمونا، مُنهنجي نظر ۾ سڀ برڪ نمونا،
ڪيئن تہ زُلفن کي اٿئي سنواريو، گل دستن کي اٿئي ماريو،
'اعجاز' توتان ٻلهار، ڏسان اڄ ڪيئن ٿو لڳين.

○

وِسريم سبق سُونهپ سندا، محبوب کي همدم ڏٺم،
دلبر دلاور دلربا، دل جو ڏٺي دم دم ڏٺم.

اي بي بصيرت بيخبر، بي درد واعظ مُحتسب،
ڇيڙين ڇو تو مون مست کي، ڪر پَتِ پرين پيهم ڏٺم.

سارو جنم سم ٿي رهيس، قيدي نرالي قيد سان،
اهڙا بنيل پيچي پَڪا، ڪاڪل ڪُنڊا خم خم ڏٺم.

جنهن يار جي درشن جو هڪ، لحظو لهي تو لک پدم،
سو سِر ربي ساقي صنم، پُرجام پي جم جم ڏٺم.

هر آڏو هر ڪائي شيءِ، هر سُو همه هردو جهان،
'اعجاز' حضرت حُسن جي، غمزي ۾ هردم گم ڏٺم.

○

جڏهن مُرڪيو نهارين ٿو، تڏهن مون کي تون مارين ٿو،
تولاءِ دل اڳ ديواني آ، تنهن کي ويتر تون کارين ٿو.

تنهنجا مُرڪڻ بہ مون کي وڻن، تنهنجا گهورڻ بہ مون کي وڻن،
تنهن جي هر گتِ وڻڻ واري، سڪڻ تون ئي سيکارين ٿو.

تنهنجي چاهہ ڪئي دل چري، مون کي ويجهو ٿي ويهہ وري،
ٺريو ٺاهہ انهيءَ پيو ٺران، جيئن گهَرو ٿي گهارين ٿو.

تو وٽ هر ناز هر هر ٺهي، ڪيئن هوش پوءِ مون وٽ رهي،
وڃان آپي کان آئون نڪريو، اهڙو جادو ڪو ڏارين ٿو.

هونئن تہ ’اعجاز‘ ’اعجاز‘ آ، پر اڳيان تو بانياز آ،
تنهن کي حُسن تون پنهنجي سان، سهڻا مارين ۽ جيارين ٿو.

○

محبوبن جي مُرڪڻ، نهارڻ تان صدقي،
دلي پيار سان دل، ڏُتارڻ تان صدقي.

سندن حسن جلوي، ساڙيون ڪئين سريرون،
صفا صاف صورت، سينگارڻ تان صدقي.

ڪجل واري ڪاري، سنهي ريھ سُهڻي،
اکين جي اَڙِن ۾، بيهارڻ تان صدقي.

چئي ڦُم باڏِنيُ، ڪيئون قرب ڪيڏو،
مُئي دل کي جهٽ پٽ، جيارڻ تان صدقي.

مٿن تاج مُرصع، مُدامي ٿو سُونهي،
تنهنجي تاب تجلي، ڏيکارڻ تان صدقي.

منجهان مِهر محبوب، تيڙا مُلاقي،
گهُونگهٽ گهُنڊ پردي، اُتارڻ تان صدقي.

مليو يديزداني، هلان ٿي يگانو،
'اعجاز' اِن احسان، ڪارڻ تان صدقي.

○

مُرڪ سڄڻ جي غم سڀ گنوايا، حُسن چوان يا بهار چوان.

مُرڪ اکين ۾ مرڪ لبن ۾، مرڪ اهائي آهيس من ۾،
مرڪ سڄڻ جي ساري بدن ۾، مرڪ چوان يا وِڄ جا وار چوان.

قيد ڪيائون ڪهڙا نہ ڪهڙا، قيس صُنعان منصور جهڙا،
پيچي وار پرين جا اهڙا، ڪمند چوان يا زُنار چوان.

اک جي نِهار جيارڻ واري، دل اندر جي ٺارڻ واري،
سُرت سُڌير ڏيارڻ واري، اک چوان يا آڌار چوان.

سهڻو سهڻن کان هٿين پيرين، من موهيندڙ پيرين پيرين،
تنهن کي 'اعجاز' چئي آئون هر ويرين، سهڻو چوان يا سهڻن سردار چوان.

○

منهنجو پريمي جِيءُ، حَسين بتن جو پڪو پوڄاري.

جِيءُ پريميءَ جا پور پريمي، پَهه پتا مذڪور پريمي،
سُڻندي لهيو وچي سيءُ، هِنَ هُنَ جڳ جو هَر هَر واري.

سهڻا سهڻا بُتڙا سيتي، ناز ادائون تن جون ٿيتي،
ڪم نہ ڪري پيو هيءُ، حسن وارن جي رڳو تات تاري.

پري رُخن جي پاڇي هاٺو، ڪڏهن پاڳل ڪڏهن سياڻو،
ڪڏهن تہ جِيءُ قويءُ، ڪڏهن مُصور نقش نِگاري.

بُت گَرَ بہ جَن جي حانريءَ ۾، سَت گُر بہ جن جي حاضريءَ ۾،
تن جي اڳيان جيءُ جيءُ، ڪيئن نہ ڪندو 'اعجاز' اَئي ماري.

○

منهنجي يار، جا سينگار، رُوپ نِکار نت نيارا،
گُل حَسين، جا مان رنگين، موتي مَهين زيب آرا.

حُسن شَباب، لاجواب، مُنهن مهتاب عِزّعالي،
جلوو جاهہ، ڪلنگي ڪُلاهہ، نظرنگاهہ لاابالي،
ابرو عين، سي ڏِن رين، قاب قوسين جا والي،
چشم چُنڊ، گهُنڊ گهنڊ، ڪاڪل ڪنڍ ڪُل ڪارا.

صورت رنگ، وهوا ڍنگ، دلبر ڏنگ ٽيو آهي،
بان پيڪان، ساڻ نيشان، چُٽڻ چٽان چت چاهي،
تڪ جا تير، باتڪبير، ثابت سير ٽو واهي،
ڪجل ڪات، اڳيان مات، عاشق ذات پلمارا.

مستن جهُوم، هُل هُجوم، درشن ڏوُم درباري،
مئي جي موج، اوجان اوج، صُحبت سوجهہ سرداري،
برهہ بحال، بيمثال، قرب ڪمال ڪَلتاري،
نُوري نماءُ، برک بناءُ، مُشڪ حِنا هُبڪارا.

مُغانان پير، مُبرّا پير، سُرها سير، ڍولڻ جا،
ڪِل مــڪ ڪيل، ماٺا ميل، ڳُڻ البيل ٻَهڳڻ جا،
عجب 'اعجاز'، رمزون راز، اُلٽ انداز پولڻ جا،
قائم قول، گُفتا پول، پُرس پِرول پِر تيارا.

○

حُسن جي غمزي، ناز نظاري، ڪفر قبول ڪرايو آ.

- دين مذهبَ وارو دفتر، ديدن دُور ڏرايو آ.
- زُلفن جي ور ور ونگي، وحدت ڏانهن ورايو آ.
- عشق حُسن جي آتشبازيءَ، دم اهو ٿي پرايو آ.
- اڀاتي جوش جُنون ’اعجازا‘، پور عجيب پِرايو آ.

○

ويهه منهنجي ويجهو ٿي، ته پيار ڪي ڪَيَئين،
ڳچي ڳل ڳراٽين جا، هار ڪي ڪيَئين.

ملين مون کي يار تون، ڪٿي من نويڪلو،
چُمين جا پوءِ اڻ واراٿا، وارڪي ڪيَئين.

ديد پائي ديد ۾، پوءِ ديد نه چوراءِ تون،
ديد ڏي ته دُلربا، ديدار ڪي ڪيَئين.

تو به ڪيا مون سان پرين، بار بار ڪئين،
اڄ آئون به سڄڻ چو نه، انگل آر ڪي ڪيَئين.

'اعجاز' چوي ملڻ جي، مرضي جي ڏيڪارين،
سايا اکين جا به سَو، هزار ڪي ڪيَئين.

○

منهنجا جانِ من، موهيس تنهنجي مُرڪن.

سنهڙا سُهڻا ڏند مُصفا، لاڳ مُساڳ لبن،
لعل بدخشان ڪوثر مرجان، مصري نبات منجهن،
شهد شڪر کي شَهَہ ڏني آ، تنهنجي شفتينن.

نِيور ڪارا وارَ پنيا، پونگي پير پڙن،
چشمن چالا اُلٽا اَويڙا، مُزگان مارو ڪن،
ڳجهڙيون ميچون مامون تن جون، سالڪ کي سمجهن.

تنهنجي بدن جي بيهڪ سُونهپ، ليي نہ منجهہ لکن،
جيڪي پوشاڪون پائين ٿو، سي سيئي توکي سُونهن،
جلوي تُنهنجي جاني جهُڪايو، شمس قمر ڪَتينُ.

'اعجاز' کي تُنهنجي عشق نظاري، آندو منجهہ اوجن،
نين ملائي مست بنائي، موج چڙهايئي من،
دم دمن سان پيوند ٿيڙا، قيامت سِينءَ نہ ٽُٽن.

○

ڪير آ جو هوش ڏاري تُنهنجي جلون ۾،
تُنهنجي تابش حُسن ۾ ۽ تنهنجي عِشون ۾.

حُسن پنهنجي ڪان اجان، تون بيخبر آهين،
پنهنجي عاشق ڪان تہ پُڇ، تون ڇا قهر آهين،
عمر جنهن جي آڏو، تنهنجي گذري سهوَن ۾.

جيئن ڪيا هِت تُنهنجي، جلون پيا بہ ديوانا،
آئون بہ تہ وانگر، قران ٿو، ڳل ٻَڏيو ڳانا،
لِڪَ مون ڪي ۽ ليڪ تن، مستن ۽ مَحوَن ۾.

ايندو ڪيئن آرام تنهن ڪي، تُنهنجي محفل ۾،
تنهنجي اکڙين جا چُين پيا، تير جنهن دل ۾،
ڇا حشر هوندو انهيءَ جو، لعب و لحوَن ۾.

هوش ڪان فارغ ڪيو، اکڙيون مِلائي تو،
آهيان مدهوش آئون، 'اعجاز' چئي هِت پوءِ،
ڪيف تُنهنجي جو ڪُنل، ڪيئن خوش ٿئي قهوَن ۾.

○

سڄڻ سونهن پريا، ساهہ کي سيباڻا،
موهيو تن آ منڙو، ڪري مُرڪون ماڻا.

ڪُنڊا وار ڪاڪل ڪُنڊا اَبرو ڪارا،
ڪُنڊا نيڻ ڪجلا، ڪنڊو نڪ ڪاپارا،
سَنهان سُرخ لبڙا، ڏند موتي داڻا.

سينو ڪو صنم جو، ڪبوتر ڪان سهڻو،
سِڌو قدسَرُو ۽ صنوبر ڪان سهڻو،
ٿِلڻ ٿور ٿهلڻ، ڏسي هنجهہ لڄاڻا.

پهرين پاڪ پوشاڪان صفا باصبوحي،
هڻي غمزون رمزون، رکي راز روحي،
اچي جِيءَ اڪين ۾، اڏيا تن آڏاڻا.

نيڻن جا نظارا، نوان نت لاياسون،
انگل آر 'اعجاز' اکين تي چاياسون،
بنان ناڻي حُسن در وَتؤن ٿا وِڪاڻا.

○

گُل گُلابي گل ڪنول، گل موتيو گل آفتاب،
هي تہ گل پر پيا بہ گل، اڄ ڪونہ سهندا تنهنجو تاب.

گل نافرمان نَسرين نرگس، گل نيلوفر گل نَسيم،
گل شاهُو گل عشق پيچو، گل شرم ۽ گل شميم،
رات جي راڻي هجي، توڙي هجي اَرنو عُناب.

گل چَندن چوگرد چَمپا، گل چنبيلي گل چُنار،
گل ايلاچي آ مون اَرزن، گل انوپر گل انار،
رشڪ ۾ ريحان رابيلو، جل ۾ پئي ويو جاءِ آب.

گل بِنَفشو گل بادامون، گل برگ گل مشڪ بيد،
گل سَنياسي سَروَ سُوسن، گل سُنبل گل سر سُفيد،
سَمن لالہ ڻئي سلامي، جي ذرو ڪولين نقاب.

گل گولاڙو چاهي گُوني، گل گينڊو گل گِلاس،
گل دائودي چا هي دوسر، گل دو پهرو چا هي داس،
چا هزارو چا جِنائي، چا سندءِ شعلو شباب.

هِن گلن غُنچن ۽ گلشن، ڪي سڄڻ گهايئي گهڻو،
لعلون شمعون قمر ڪَتيون، شمس شرمايئي گهڻو،
پاڻ پنهنجي حُسن جو، ’اعجاز‘ ڇئي ڪر تون حساب.

○

رُخ تنهجو آ رشڪِ چمن مٺا، گل گلاب توسان مٿ مان نہ ڪندس،
آفتاب هجي ڪٿي ڪيئن بہ ڀلا، آفتاب توسان مٿ مان نہ ڪندس.

هي لال شمع هي لال اَگن، هي لعل موتي هي لال ڪُندن،
هن حَسينن جو جلوو تاب تہ ڇا، پر ڪو تاب توسان مَٿ مان نہ ڪندس.

رخ آئيني اڳيان نروار تہ ڪر، پنهنجي ديد سان پنهنجو ديدار تہ ڪر،
پرين پنهنجو آهين مَٿُ پاڻ سدا، ڪنهن جو آب توسان مٿ مان نہ ڪندس.

ڪهڙو ضرور مون ڪي جو مئيخان پُڇان، ڪاهي دُور ڪلالڪا دڪان پڇان،
تنهنجي نيڻن ۾ مستي ئي مستي آ، پوءِ شراب توسان مٿ مان نہ ڪندس.

گُل نار، چُنار، انار، ڪنول، سدابهار سَروُ سينگار سنبل،
لالا، لياري، هزاري، هَر نوجِنا، عُناب توسان مٿ مان نہ ڪندس.

’اعجاز‘ چوي پوٿي پران هجي، توڙي توريت انجيل قرآن هجي،
تہ بہ تنهنجو قسم اي ماهِ لقا، ڪو ڪتاب توسان مٿ مان نہ ڪندس.

○

جھالر ۾ جھُومڪ، پاتم تُنھن جي پيار لاءِ.

بُولو بينسر اَلي عجائب، نٿ نِجي منجھ نڪ،
پاتم تنھنجي پيار لاءِ.

پيش جي دُھري پُتلي واري، ھَس ڳلي نازڪ،
پاتم تنھنجي پيار لاءِ.

جھاپا جھُوڙا ھِن تہ سڳن ۾، ڦل ڪنول ڪيتڪ،
پاتم تنھنجي پيار لاءِ.

ڇلا مُنڊيون ويڙھ وِيندو ڏِس، ٻانھينءَ لائي ٻَھَڪ،
پاتم تنھنجي پيار لاءِ.

بندڙا نُورا پونچي چيريون، پيرين پلپل پڪ،
پاتم تنھنجي پيار لاءِ.

ھار سينگار سونھن توسان، تو ۾ ئي آھيم تڪ،
پاتم تنھنجي پيار لاءِ.

گھرو گلابي ويس وڳو ھي، سِر سنڌي اجرڪ،
پاتم تنھنجي پيار لاءِ.

حق 'اعجاز' چئي حق آھين تون، ڪھڙا ڪرين تو شڪ،
پاتم تنھنجي پيار لاءِ.

○

دلربا دلبر ڏٺم بلڪل ڏٺم،
ڪونہ تنهن کان ڪوبہ سهڻو گل ڏٺم.

حُسن جي آ هر خطي جو هو نواب،
حسن ۾ هن سان نہ ڪو تُل مُل ڏٺم.

عاشقيءَ جي ڏانءَ جهڙو آ حسين،
سانوليءَ صورت وارو سانول ڏٺم.

هُت ٽِلي هو چال چنچل موهڻي،
هت سندم دل قربان قربان ڪُل ڏٺم.

ديد دلبر جِيءَ ۾، ڪا جا دل ڪشي،
ديد تنهن لاءِ ڪئين، دليون بي ڪَل ڏٺم.

عاشقن جي راءِ کي تسليم ڪر،
من رُبا محبوب جو نامُلھ ڏٺم.

رمز هڪ ئي سان ڇڏايئين جڳ پٺي،
پاڻ کي پَتِ کان پري پهتل ڏٺم.

ڪالھ نِيو منصور کي جنهن دار تي،
اڄ بہ سو 'اعجاز' چئي ڪاڪل ڏٺم.

○

سيني سهڻن ڪان، تون سهڻا سُبڪ،
پين جي ساري عمر، تنهنجو هڪڙو پلڪ.

اهي نيڻ ڪٽي جن ڏي نهارين تون، منهنجا مُحب مٺا تن کي مارين تون،
چو سِلح سِپاهہ ڪو ڏارين تون، توسان حُسن تنهنجي جو آ شاهي ڪٽڪ.

سهڻا تنهنجي سُهڻائيءَ جو ڇيهہ نہ ڪو، واندو تنهنجي واکاڻ کان ڏيهہ نہ ڪو،
آيو تو جيئن لائي رنگ ريهہ نہ ڪو، پهريون سِر تي عجب تو پوش دَلق.

توسان هڪڙي گهڙي جي گهاريندا، توکي ڪين ورَي سي وساريندا،
ساريو سُونهن تُنهنجيءَ کي ساريندا، اهڙو جاني اٿئي ڪو جلوو جَهلڪ.

نہ گلاب نہ نرگس پارن ۾، نہ ڪي شمس قمر نہ ستارن ۾،
نہ ڪنهن جام نڪي مئي خُوارن ۾، تنهنجي نيڻن جيئن نشو نُور نَمڪ.

تولاءِ سڪن تا بلخ بُخارا جا، ايران عَجم اِسمارا جا،
توکي سارين سنڌ سُڌارا جا، توتان آهي فدا هر ماڳ مُلڪ.

تون حاڪم حُسن جمال سندو، تون صاحب قرب ڪمال سندو،
تون حاذق محرم حال سندو، تون لعل لکن جو لکن ۾ هڪ.

جڏهن نينهئون نظر تو نگاهہ ڪئي، تڏهن لنئون لنئون ۾ تُنهنجي چاهہ پئي،
ٿي هيڪڙائي پوءِ وهواهہ وئي، آئون تنهنجو ’اعجاز‘ چئي تون منهنجو ڍڪ.

○

بـــو العجب بهتر صنم اعجاز جـــو، خُوبرو خـــوشتر صنم اعجاز جو.

- يا فرشتو يا فَشونگر يا وري، آ پري پيڪر صنم اعجاز جو.

- برهہ واري بانگ تي باغ و بهار، برهہ ۾ برسر صنم اعجاز جو.

- سونهن صورت سانوريءَ سان سربسر، سرَوُقد ڪونڌر صنم اعجاز جو.

- مست نظرن سان رکي ٿو مُرڪيو، موهہ جو منتر صنم اعجاز جو.

- چنڊ چوڏهينءَ جو نہ تہ تنهن کي چؤ چريا، چنڊ کان برتر صنم اعجاز جو.

- دل ڦريندڙ ناز وارو دلربا، دلنشين دلبر صنم اعجاز جو.

- زلف جي زنجير سان ظاهر ظهور، زور آ ذر ذر صنم اعجاز جو.

- پيچ پائڻ ۾ بہ آسو پيش پيش، هر لمحہ هر هر صنم 'اعجاز' جو.

○

منهنجو يار سچڻ سدا وسڻو، هر حال ۾ هميشه هسڻو.

- رنج رُسامي کان پاڪ پاڪيزو، ناهہ ڪڏهن ڪنهن کان نسڻو.
- نيڪ بد کي هڪ نظر سان، جهاتي پائي پسڻو.
- بَس بس واري بات نہ چاڻي، حد بيحد ۾ بَسڻو.
- آهي 'اعجازا' ڪهڙو ڪتي سو، ناهي اهو ڏَسڻو.

○

اسين حُسن تنهنجي جا نقاش، اسان کان حجاب نہ ڪر،
جيئن جلوه نما تون ٿيندين، تيئن نقش ٿي دل تي ويندين،
آهيون رشڪِ بُت تراش، اسان کان حجاب نہ ڪر.

رُخ تان نقاب کي ٿورو مٿي کڻ، نظرون ملائي ڪر ڪو مُرڪڻ،
پلي اهڙي ناز و ادا ٿئي، پلي شورش برهہ بپا ٿئي،
اٿئون طلب اهائي تلاش، اسان کان حجاب نہ ڪر.

اسين نہ ڪيمياگر اسين نہ هيراگر، اسين نہ سيم و سون سوداگر،
اسين حُسن پرست ديوانہ، اسين نيڻ ڏاريون عاشقانہ،
وتون پرت ۾ ٿيو پاش پاش، اسان کان حجاب نہ ڪر.

زلف ڏٺاسون اَبرو ڏٺاسون، نيڻ تو وارا نئين رُوءِ ڏٺاسون،
رُخسار گلابي گلابي، لَب لال لُعابي لعابي،
تُنهنجي ذقن ڪيو پُرباش، اسان کان حجاب نہ ڪر.

پيرين هٿين تون موتي داڻو، تڏهن تہ ٿهي ٿو تنهنجو ماڻو،
توسان حسن جو لشڪر شاهي، توسان حُسن جي آ همراهي،
توتي مست اسين بي تحاش، اسان کان حجاب نہ ڪر.

تنهنجي شباحت حُسن و ملاحت، روز 'اعجاز' جي روح جي راحت،
توکي ٿا سيئي سينگار سونهن، توکي منهن تي مُنگهٽ ملهار سونهن،
ڪيڏو سُهڻو آهين تون ڪاش، اسان سان حجاب نہ ڪر.

○

ذر ذر نہ پاءِ جهاتيون، ظاهر نہ ٿي پوان،
جلون ڪان تنهنجي هر هر، حاضر نہ ٿي پوان.

رمزون ادائون تُنهنجون، ڏسي ڪافرانيون،
ڪعبي ڪان منهن مَٽي، ڪافر نہ ٿي پوان.

صورت سينگاري ساري، سراپا نہ بيهُہ گلي،
متان دل منهنجي گلي پوي، شاعر نہ ٿي پوان.

جنهن ڪنهن جهروڪ جاري، دريءَ در مان ڏِسجين پيو،
صوفيءَ جي خيال وانگي، مُتاثر نہ ٿي پوان.

لوڪئون لڪاءِ پاڻ کي، مون کي بہ ڏي لِڪڻُ،
ناتي تنهنجي سان جڳ ۾، نِشانبر نہ ٿي پوان.

توسان اچي الائجي، اکيون ڪيئن اڙيون هِتي،
دلبر وساري ديس، مسافر نہ ٿي پوان.

ڪَرِ ڪِينَ ايڏو مائل، مون کي تون پاڻ ڏي،
در در تنهنجي ڏسڻ لاءِ، گداگر نہ ٿي پوان.

سهڻا سڄڻ تون مون ۾، سڄو جي سمائبين،
ڪنهن ديدوَر عُشاق جو، دلبر نہ ٿي پوان.

هر هنڌ پنهنجي حضور جو، شاهد مون کي نہ ڪر،
واعظ جي حد حساب جو، مُنڪر نہ ٿي پوان.

جيئن جيئن مون ڏي نهارين ٿو، تيئن تيئن ٿيان ٿو مست،
مستيءَ ۾ تنهنجي مئي سندو، ساغر نہ ٿي پوان.

هر بات تات جهات ۾، 'اعجاز' چئي ملي،
تون منهنجو آئون تُنهنجو، سڄڻ سِر نہ ٿي پوان.



# ڪافيون

تنهنجا ابرو سِياهہ خَم خَم، اسان ڪاڻ سجڻ سجدي گاهہ ٿيا.

رُخ اوهان جو ڪعبو اطهر، روز روشن نُور مُنور،
تنهن کي طواف ڪيوسون برابر، دل جي ڏيان سان دلبر دم دم،
فرض دوُگانہ آداهہ ٿيا.

لائي اندر ۾ عشق جي هلچل، رهيا مُشتاقن سان ٿي رَلمل،
چشم تنهنجا پيارا پلپل، پائي ڪجل ڪري ڏاڍي رِم جهِم،
چَمڪي اُونداهيءَ ۾ راهہ ٿيا.

ديد ۾ ديد ملي مس آهي، هاڻ نظر هيءَ ڦِرڻي ناهي،
دوزخ ڇا هي بهشت چاهي، ڪهڙو اُنهن سان منهنجو ڪم،
توڪان نہ وَڌ سي بِاالله ٿيا.

ابرو مُزگان تُنرا تارا، چمڪيو چمڪن ليل نِهارا،
ڏند مُبارڪ هيرا هزارا، لب هجر اَسود قَسم،
چُمڻ 'اعجازا' مُباح ٿيا.

اڳيان هن سيف ابرو جي، لڪين ڏڙ سِر جدا ٿي ويا،
حواس و هوش پسپا ڪئين، هنر حيلا خطا ٿي ويا.

تيغ ابرو جي تابش کان، پهاڙ بہ ٿيو پون پاڻي،
جُنبش کان تنهنجي قيامت خيز، سينن سِيءَ ٻَپا ٿي ويا.

اهائي فاتح عالم، اهائي غالب شاهان،
انهي تلوار جي آڏو، اُين جا هٿ اُيا ٿي ويا.

قُوت بازو کان پالهو، اهو جانباز آخر ٿيو،
جَرح قٿ حسن جي صمصام جا، جنهن سر عطا ٿي ويا.

خفا سارو جهان تن کان، ۽ خائف سپ شفا خانہ،
بنايل برهہ جا بيمار، لاشڪ لا دوا ٿي ويا.

ڪيا جي زلف جانان جي، ڪمند ڪاري سڏي قيدي،
چون ٿا هر دو جڳ وارا، انهن تان بند بِدا ٿي ويا.

ڪيا مَحصور سپ ميدان، حسينن جي تہ ٿي ماٺن،
صفِ اول جا پڙ سورهہ، اتي ازخود سِڏا ٿي ويا.

رُخ دلبر جو جلوو جن، نصيب آ بزمِ حاضر ۾،
انهن جا فرض ۾ واجب، اهم سجدا ادا ٿي ويا.

ڀرون ئي قوس ڪج رنگي، ڀرون ئي خوش نما خنجر،
ڀرون ئي صورتِ محراب، و ڪعبہ جي بجاءِ ٿي ويا.

ڏنم جو سيم گُون محبوب جي، اڄ چشم مئيگون کي،
سراپا جان تي طاري، نشا بي انتها ٿي ويا.

نہ منهنجي اُت نہ تنهنجي اُت، نہ ڪنهن جي اُت هلي حُجت،
مقابل ٿيا جي وحشت کان، اُهي آخر فدا ٿي ويا.

نڪا ٿو شاعري ڄاڻان، نڪي ٿو شعر سمجهان پر،
جنونِ عشق ۾ جيڪي، چيم گُفتا سچا ٿي ويا.

سچن جي عشق جو سودو، مَنو مائو نہ ٿيو ڪڏهين،
سچائيءَ کان ڪچن جا ڪئين، ڏنم سودا ڪچا ٿي ويا.

رهيا زيرِ ڪمان 'اعجاز'، جن جي آسمان وارا،
انهن ابرن انهن اکڙين جا، عاشق ڇا نہ ڇا ٿي ويا.

○

يار جي اَبرن جي بيهڪ، سُونهن سُهڻي دنگ آ،
خوب خنجر ڪي بہ خَم آ، پر هُتي پيو رنگ آ.

جي ڏسان ٿو زلف اُن جا، تہ بہ لڳي ٿو مون عجب،
هر ڏسڻ واري تن، هر هر پاتو ور ونگ آ.

نيڻ بازيگر اهي، شرطون هڻيو بازيون ڪڻن،
چا چوان چاهي وٺن، چا ڪيڏ جادو ڊنگ آ.

لال لعلون لال هِندوا، لال گُلڙا لال لاڪ،
سڀ سين ڪي لعل هُن، لبڙن لڳايو رنگ آ.

ڪيئن نہ بجليون منجهہ بدل، پڙڪن پڇن بيتاب ٿين،
عشق سهڻي جي ڪيو اڄ، هر طرف آڙنگ آ.

نرم نازڪ ڪنول ڪان، سُهڻو سدا سارو بدن،
آلف قد 'اعجاز' اُن جو، اسرار هر انگ آ.

○

مُک مُزگان، ابرو عينا، نِروار نظارا لڳا لڳا،
وَهہ چشمان، چقمق چٽينا، ڪَج ڏار ڪتارا لڳا لڳا.

غمزي دار بي پرواهہ بالم، پِرمل پردي نشينا،
گھونگھٽ کولي ويٺا اولي، لائي ديد دُبينا،
نازنئينان، دِن رينا، خُوءِ دار خومارا لڳا لڳا.

اچ دوش بدوش آغوش ۾ آهن، پُڳيون من مُدائون،
پُر پيمانن، لُعاب لبن سان، دل جا داغ ڌوتائون،
گھوريا سِر، گھر سينا، سينگار سُونهارا لڳا لڳا.

حُسن تني جو ڪاني ڪرامت، حُسن تني جو جادو،
حُسن سان مارن حسن سان جيارن، حسن سان ڪن ٿا قابو،
تنهن حسن ساڙيو طورسينا، اَرنيءَ جا نعرا لڳا لڳا.

هوش جو نالو هوش جو خانو، هوش هنيان چڏ هاٽي،
مُنهڙو ڏيکاريو 'اعجاز' پرين، مدهوشيءَ ۾ پَسُ پاٽهي،
پولي پول اي من جي مَينا، ديدار دُبارا لڳا لڳا.

○

وہ ابرو کان کمان کجل کابان، کٹارا برہن کا وھوا،
مد مست چشم مژگان، نظر نیشان نظارا نینن کا وھوا۔

وہ کلنگی تاج شہانی، وہ جاماں زر افشانی، وہ پونم ماہ پیشانی،
وہ روپ تجلا شان، تہ جلوا مان، تمہارا دِن دِن کا وھوا۔

وہ ابرو سیف اُٹھائی، وہ چشماں جوٹ چلائی، وہ خُوباں مام مِلائی،
وہ جاں و دل قربان، صنم ہر آن، اِشارا اَن اَن کا وھوا۔

وہ سرخ لباں سرِلالی، وہ دند دھن دُرعالی، وہ چالی خوب نرالی،
وہ من ہویا مستان، تیرا احسان، دوبارا درشن کا وھوا۔

وہ تیرا نقش نِگارا، وہ تیرا حُسن نظارا، وہ تیر تخیل سارا،
وہ عاشق کا ~~وم دھیان،~~ سُخن گیان، سنوارا ہر فن کا وھوا۔

وہ پیرِ مُغان حق ہادی، وہ عشق والی امدادی، وہ من عرف منادی،
وہ بھید اعجازآ بیان، شاہی فرمان، نقارا و سخن کا وھوا۔

○

